# ڳالهيون آهن ڳچ

(ملائيشيا جو سفرنامو)

وڌايل نئون ڇاپو

## الطاف شيخ

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1999ع

# فهرست


- ٻه اکر - شبنم موتي 9
- مهاڳ - پروفيسر امينه خميساڻي 10

1. Self Sufficient ٿيڻ! 12
2. پکيءَ جي آکيري جو سُوپ 19
3. ڏڪيءَ جو سال 23
4. مڙس کي وس ۾ ڪرڻ جا ڏَس 27
5. پکين جون چيون ۽ رچ جا ڪُرَ 36
6. منهنجي زبان سک 42
7. کهڙو ڦر نئنسيءَ جو آهي 44
8. اهڙي شاديءَ مان کهڙو فائدو؟ 46
9. شهر جو سير گائيڊ سان گڏ 65
10. ملائيشيا جا پنج رڪن نگار ۽ پاڪستان جا چار بندرگاهه 83
11. ڪوالالمپور ۾ هالا روڊ 85
12. حلال جي پورهئي ۾ کهڙو عيب 86
13. برحد Bhd ۽ سنديرين Sdn 88
14. ملائيشيا مان نڪرندڙ اخبارون 90
15. عوام جون دليون جيتڻ جو راز 92
16. ملڪ ۽ مسئلا 100
17. ملائيشيا ۾ عيد نماز ۽ شادي مرادي 102
18. رتوديرو يا نئون ديرو 107
19. پکين پچارون 109
20. ڪاڪوس ۾ ڪسٽرڊ ڪائڻ 129
21. ملائيشيا سنل بدران بينل هجي ها 138
22. سائين چنتا نہ ڪريو 142
23. اپوح جي پاڪيزه ۽ عشقي ڪواب 160
24. اپوح IPOH - اميرن جو شهر 165
25. Tiada Traffic Jam 171
26. سڪون وارو هڪ ٺي ڏنڌو 175
27. ملائيشيا ۾ مونڪي بزنيس 176
28. فاطمه ۽ پورچوگال 182
29. بس ڪرڻ الله 188
30. نانگن سان واسطو 192

## الطاف شيخ جا ڇپيل ڪتاب

1. اناميڪا
2. منهنجو ساگر، منهنجو ساحل
3. پيار جي گُهٽ
4. وايون وڻجارن جون
5. سي ٻيڙيون رکيون ٻاجهه سين
6. دنيا آهي ڪاڪ محل
7. سمونڊ جي ساٿيهه
8. بندر بازاريون
9. سمونڊ جي سيوين
10. سي ئي جوين ڏينهن
11. بندر ديسان ديس
12. خبرون ڪيڙائن جون
13. ڪويت ڪنارا
14. ڇاجو ديس، ڇاجو وديس
15. جاني تہ جهاز ۾
16. جپان جن جي جيءَ سان
17. ڳالهيون تنهن جپان جون
18. خدا ڏي خط
19. جپان رس
20. سانباهو سمونڊ جو
21. موج نہ سهي مڪڙي
22. الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان
23. بهترين سفرناما
24. لندن تائين لفٽ
25. بارن جون آڪاڻيون
26. ٽوڪيو جي گيشا گرل
27. مڪليءَ کان ملاڪا تائين
28. سنگاپور وبندي وبندي
29. ڪوالالمپور ڪجهه ڪوهه
30. ماسٽر هريامر جو بئنڪاڪ وڃڻ
31. ڏنگيءَ منجهه درياهه
32. ڏاهي جهرڪي ۽ ٻيون آڪاڻيون
33. يادين جي انڊلٺ
34. جت جر وهي ٿو جال
35. اي جرني ٿو ٿائيلينڊ
36. سوزيءَ سان پيار
37. *Proverbs of Far - East*
38. اوهريا جي عميق ڏي
39. اچن جي ملڪ ۾ اسين ڪارا
40. ارائونڊ دي ورلڊ
41. ملير کان مالمو
42. جت برف پوي ٿي جام
43. ڪراچيءَ کان ڪوبي هيگن
44. يورپ جا ڏينهن يورپ جون راتيون
45. رني آهي گهوٽ سان
46. اي روڊ ٽ مدينہ



# انتساب

# جهانگير صديقي نالي

جهانگير پنهنجي هڪ ڪمپني ’جهانگير صديقيائنڊ ڪمپني لميٽيڊ‘ جو چيئرمين آهي، جيڪا ڪمپني هڪ بروڪريج هائوس آهي ۽ پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي ڪمپني آهي. بين الاقوامي ادارو ISC پڻ هن جو پارٽنر آهي.

جهانگير ABAMCO Ltd ڪمپنيءَ جو پڻ چيئرمين آهي. ان کان علاوه هو هيٺين ادارن جو ڊائريڪٽر آهي:

- پاڪستان نئشنل شپنگ ڪارپوريشن.
- ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن.
- حبيب بئنڪ لميٽيڊ.
- EFU جنرل انشورنس لميٽيڊ.
- EFU لائيف انشورنس لميٽيڊ.
- فرسٽ ليزنگ ڪارپوريشن لميٽيڊ.
- پاڪستان وينچر لميٽيڊ.

- ريلائيبل سروس لميٽيڊ.
- سينٽرل ڊپازٽري ڪمپني آف پاڪستان لميٽيڊ.
- پئراماؤنٽ ليزنگ لميٽيڊ، وغيره وغيره.

انڊونيشيا جي قومي ڏينهن جي دعوت تي آيل، جهانگير صديقيءَ سان، مون پنهنجي ملئي (ملائيشيا جي) دوست کي ملائڻ چاهيو ٿي. ڪيس چيم: ”اڄ تہ توکي هڪ اهڙي همراهہ سان ملايان جيڪو ڪيترن ئي بئنڪاري ادارن، جهازران ڪمپنين ۽ بين قومي ۽ بين الاقوامي ادارن جو چيئرمين ۽ ڊائريڪٽر آهي.“

پنهنجي چوڌاري انڊونيشي ماڻهو ڏسي نهہ پهہ وراڻيائين:

”ڇا سهارتو جو نائي تہ نہ آهي، ها؟“

هو اهوئي چئي سگهيو ٿي، ڪنهن پاڪستانيءَ کي چوان ها تہ هو وري اهو چوي ها تہ اهڙو اهم ماڻهو پڪ آصف زرداريءَ جو ڪلاس ميٽ هوندو يا جنرل ضياء يا نواز شريف جو مائٽ! ڇو جو اسان وٽ ائين ئي ٿئي ٿو تہ وڏي رتبي لاءِ محنت جو گهٽ، مائٽيءَ جو وڌيڪ ڪرشمو سمجهيو وڃي ٿو. پر اها جدول هرهڪ سان بہ نٿي نهڪي. پنهنجي ملئي دوست کي ٻڌايم تہ هو اسان جي ئي ملڪ جو آهي، بلڪ اسان جي ئي تر جو - جنهن کي آئون تڏهن کان سڃاڻان جڏهن آئون مئٽرڪ ۾ هوس ۽ پاڻ انين ڪلاس ۾ هو. هن جو ڪوبہ مائٽ سياستدان، شاگرد ليڊر، وڏيرو، پير يا فوجي ناهي، جنهن هن کي مٿي مائٽيءَ يا ياريءَ سنگت ڪري مٿي چاڙهيو هجي. پر جيڪڏهن هن جو ڪو اهڙو مائٽ يا دوست هجي ها تہ بہ هو اهڙي طبيعت جو آهي جو هو ڪڏهن بہ هن جو آڌار نہ وٺي ها. هو لڳاتار محنت، ايمانداري ۽ سچائيءَ ۾ يقين رکي ٿو ۽ پورهئي کي هن ڪڏهن بہ عيب نہ سمجهيو آهي. هو جيڪي ڪجهہ اڄ آهي، اهو پنهنجي همت ۽ مڙسيءَ ڪري آهي. آف ڪورس! هن جي قدرت بہ مدد ڪئي آهي پر

Tuhan membantu kepada orang orang yang membantu dirinya sendiri.

مون کيس آخر ۾ ملئي زبان جي اها چوڻي ٻڌائي، جيڪا انگريزيءَ ۾ God helps those who help themselves. يا پاڻ وٽ آهي تہ، ”همتِ مردان مدد خدا.“

جڏهن بہ محنت جي ڳالھ نڪرندي آهي تہ آئون سنڌ جي نوجوانن کي هميشه جهانگير جو مثال ڏيندو آهيان. پڙهائيءَ کان علاوه هن کي ننڍي هوندي کان بزنيس ڏانهن پڻ لاڙو رهيو آهي. هن ڪڏهن بہ وقت جو زيان نہ ڪيو آهي ۽ ننڍي هوندي کان هو اهڙا تجربا ڪندو پيو اچي، جيڪي اسان لاءِ معجزن کان گهٽ نہ آهن. مئٽرڪ بعد جيڪي بہ ٽي مهينا موڪل ٿئي، تنهن ۾ جهانگير اڪيلي سر حيدرآباد ۾ دريم لئنڊ نالي هڪ ڪولڊ ڪارنر کوليو. اسان وائڙا ٿي وياسين ۽ هن کي تعجب مان ڏسندا رهياسين تہ هي ڪيئن هلائي سگهندو. پر اسان ڏٺو تہ جهانگير ايڏي تہ محنت ۽ سنجيدگيءَ سان پنهنجي ڌُن ۾ مگن رهيو، جو ڏسندي ئي ڏسندي اها نہ فقط خوب هلڻ لڳي، پر شهر جو هاءِ ڪلاس ڪولڊ اسپاٽ سمجهي وڃڻ لڳي. مان شوڪت جماڻي، قاضي عابد جو پٽ مرحوم اظهر، سراج شيخ، رفيع ڪاڇيلو، ڪئپٽن بشير وسطڙو ۽ ٻيا منهنجا ڪلاس ميٽ پيٽارو کان موڪل تي حيدرآباد ايندا هئاسين تہ ان ريسٽورنٽ ۾ اچي گڏ ٿيندا هئاسين.

اڳتي هلي جهانگير انٽر بعد يا شايد هن جڏهن چارٽرڊ اڪائونٽنسي پئي ڪئي تہ ڪراچي ۾ رهي ڪجهہ ايڪسپورٽ امپورٽ جو ڪم شروع ڪيائين. خاص ڪري برما، بنگلاديش (مشرقي پاڪستان)، سريلنڪا (سلون) جهڙن ملڪن مان ادرڪ، سٽيءَ جون شيون، مسالو وغيره جن جي هتي ضرورت ۽ کوٽ هئي. مسالي تان ياد آيو تہ پاڻ انهن ئي ڏينهن ۾ سندس وڏي ڀيڻ آپا زينت جي گهر واري ڊاڪٽر سرفراز پٺيءَ سان گڏجي گمبٽ (خيرپور ضلعي) ۾ مسالي پيهڻ جي مشين هٽائي هئائين ۽ هينئر جيڪي احمد، نئشنل، شان ۽ مهراڻ پاڪيٽن وارا مشهور مسالا آهن، انهن کان گهڻو اڳ جهانگير وارن جا مسالا سڄي سنڌ ۾ هلندا هئا.

جهانگير عمر سان گڏ بزنيس ۾ بہ اڳتي وڌندو رهيو ۽ نوان نوان تجربا ڪندو رهيو. هونءَ تہ جهانگير جا سڀ ڀائر ڀينر ماشاءَ الله علم ۽ اخلاق ۾ مثالي سمجهيا وڃن ٿا، جن مان ادا مظهر صديقي ۽ سلطانا صديقيءَ کان تہ سڄي سنڌ واقف آهي، بلڪ هو پاڪستان ليول تي ڄاتا سڃاتا وڃن ٿا پر جهانگير بئنڪنگ، بزنس، شپنگ وغيره جي دنيا ۾ بين الاقوامي فيم جو ماڻهو آهي.

ڪجهه ڏينهن اڳ هڪ دعوت ۾ منهنجي ملاقات سندس وڏي ڀاءُ ڊاڪٽر قمر ۽ ڀيڻ اڏي نورجهان سان ٿي. ”جهانگير ڪي ان فيلڊ جو ڪڏهن کان شوق ٿيو؟“ مون کانئن پڇيو.

”جهانگير اڃا ستن اٺن سالن جو هو ته مونو پلي راند ۾ ايڏو هوشيار هو جو اسان کان کٽي ويندو هو ۽ اسان کي تڏهن ئي خيال ٿيندو هو ته هي ضرور بزنيس ۾ ويندو. تن ڏينهن ۾ ٻار آرٽس يا سائنس ڏي رُخ رکندا هئا، پر جهانگير پنهنجن دوستن ۽ مائٽن ۾ پهريون هو، جنهن ڪامرس ۾ داخلا ورتي.“ هنن ٻڌايو.

اڄ کان ويهارو سال اڳ جڏهن جهانگير PNSC شپنگ ڪمپنيءَ جو ڊائريڪٽر ٿيو ته مون کي خوشيءَ سان گڏ ڪجهه خوف به محسوس ٿيو ته جهانگير ان عهدي سان ڪهڙي ريت نباهه ڪري سگهندو. ڇو جو ان وقت جهانگير عمر جي حساب سان تمام ننڍو هو ۽ ٻي ڳالهه ته شپنگ جا ماڻهو ۽ معاملا ايڏا ته پيچيده ٿين ٿا، جن کي منهن ڏيڻ، سمجهڻ ۽ مسئلا حل ڪرڻ لاءِ ڪيترائي پوڙها ۽ تجربيڪار به مُنجهي پون ٿا. پر مون ڏٺو ته ٿوري ئي عرصي ۾ جهانگير هر ڳالهه کي ايترو ته جلد سمجهي ۽ سکي ويو جو هو هڪ ڪامياب ڊائريڪٽر سمجهيو وڃڻ لڳو ۽ جهازن جا مالڪ ڪيس اڄ ڏينهن تائين ڊائريڪٽر چوندا اچن.

جهانگير جي سڀ ۾ عظيم ڳالهه اها آهي ته هيڏي ڪاميابيءَ بعد به هن ۾ وڏائي يا غرور مور ناهي. هو ننڍي توڙي وڏي، امير توڙي غريب سان اخلاق سان پيش اچي ٿو. جيئن ته پاڻ به ننڍي هوندي کان محنت ڪندو اچي، ان ڪري هن کي اهڙن ماڻهن سان پيار آهي، جيڪي محنت، سچائي ۽ نيڪ نيتيءَ سان هلن ٿا. هو هڪ پرخلوص ۽ نرم دل انسان آهي ۽ منهنجي خيال ۾ هن جيتري ماڻهن جي مدد ۽ رهنمائي ڪئي آهي اوتري ڪنهن ايم پي اي، ايم اين اي يا پير وڏيري به پنهنجي تر جي ماڻهن جي نه ڪئي هوندي.

شل ڏينهون ڏينهن وڌ هجين.

**الطاف شيخ**

16- آگسٽ 1998ع

ڪراچي

# ٻہ اکر

اٽڪل ٻارهن ٻارنهن سال اڳي الطاف جا ٻہ ٽي ڪتاب ڇپجي منظر عام تي آيا هئا. تڏهن ئي الطاف پنهنجي سولي سادي لکڻي ۽ دلچسپ منظر نگاري جي ڪري سٺن ليکڪن جي صف ۾ شامل ٿي ويو هو ۽ اڄ پنهنجن سفرنامن جي بدولت نہ صرف اندو پاڪ بلڪ هر ان ملڪ ۾ جتي سنڌي لکڻ پڙهڻ وارا موجود آهن ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو - مونکي ڪجهہ سال اڳ بہ الطاف پنهنجي ڪتاب بابت مهاڳ لکڻ لاءِ چيو هو پر پنهنجي نوڪريءَ جي مصروفيتن سبب مان لکي نہ سگهي هئس. اُهو زمانو هيو جڏهن مان پاڻ ايئرلائين ۾ هئس ۽ ملڪان ملڪ وڃڻ ٿيندو هو. ان وقت هڪ هڪ ملڪ بار بار وڃڻ ٿيندو هيو. ڪٿي ٻہ، ڪٿي چار ڪٿي هفتو تہ ڪٿي ڏهہ ڏهہ ڏينهن بہ رهڻو پوندو هيو پر تڏهن بہ انهن ملڪن جي رسمن رواجن، معاشي ۽ جاگرافي حالتن ۽ قانون جي متعلق مٿاڇروئي ڄاڻ هوندي هئي.

الطاف جا سفرناما پڙهڻ کان پوءِ جڏهن ڏارين ملڪ وڃڻ ٿيندو هو تہ مونکي ائينءَ لڳو ڄڻ مان ان ملڪ جي هرهڪ شيءِ کان واقف آهيان ۽ اعتماد سان گهمي ڦري سگهندي هيس. اهڙيون ڳالهيون جيڪي اسان گهمندي ڦرندي نظر انداز ڪري ڇڏيندا آهيون، الطاف انهن تي گهري نظر رکي ٿو ۽ انهن جي اهميت پنهنجي سفرنامن ۾ غير معمولي طريقي سان واضح ڪري ٿو. ۽ معمولي کان معمولي ڳالهہ بہ درج ڪري ٿو. شل سنڌ جي ڌرتي تي اهڙا سپوت پيدا ٿين جيڪي نہ فقط پنهنجي سرزمين جو نالو ٻين ملڪن ۾ روشناس ڪرائين، بلڪ پنهنجي ديس واسين کي گهر ويٺي دنيا جو سير ڪرائين.

سنڌي ادب ۾ الطاف جو نالو هميشه فخر، عزت ۽ احترام سان ورتو ويو آهي ۽ ورتو ويندو. آخر ۾ مان چونديس تہ: ”الطاف سنڌ جو ابن بطوطہ“ آهي.

**شبنم موتي**
ڪراچي
15-3-1987



Altaf Shaikh's travel accounts form a unique genre in Sindhi literature. Though few Sindhi travel books do exist, the way he writes seems to have no precedent. The very novelty of the titles of his books, their appropriateness and terseness attract immediate attention of the reader. Some of these are: Around the world; My Ocean, My Shore; Natives of the Ocean; Harbours and Bazars; Japan in my Heart; Memories of that Japan; etc etc.

The Confident and intimate tone of these travel accounts gives an added Charm to them in addition to the fact that it reveals the personality of our author. Altaf who to a casual acquaintance may appear rather reserved, aloof and pre-occupied, in his books becomes a friend and a guide of his reader talking to him in the present tense all the time, in a tone that is friendly and familiar, sprinkled with his lively, natural and mellow humour.

Besides being interesting, Altaf's books are highly informative. He gives exact geographical location of a particular place or country. You could almost open your atlas and follow the route as he mentions the oceans, countires and ports that he passes and the cities that he visits. He mentions in details the people, their colour and their complexion, the colour and texture of their hair, their way of life, their historical, political, social and economic background, their educational and other institution, their language with which he often seems to be familiar, their habits, food, manners, customs and ceremonies. He even mentions the names of the famous shops of the cities that he visits. He tells us where the Nile is blue and where it is white; when, how and why was Suez Canal built, for what purpose it is used; how many ships pass through it daily and how much income is daily derived from the levy on each ship. He tells us that a large number of Pakistanis live in the Scandinavian Peninsula.

Altaf's travel accounts serve as an incentive to the homely

Sindhi youth. In fact, some young men have been so much inspired by them that they have taken to sea - faring life following in his wake.

Over and above all, gushes forth his deep and lasting love for his native land Sind and for its simple, frank people. The sight of Nile and its gift Egypt takes him back to his beloved river Indus and its gift Sindh. In the midst of diverse cultures and nationalities, colourful scenes of adversity or disimilarity sparks his mind and he is reminded of his people and his native land.

Without a word of praise or censure, Altaf increases our awareness of the good and the desirable and our abhorence for what is evil and pernicious.

So, in the company of Altaf, while reading his books, like him we too are "Voyaging, Voyaging, Voyaging."

**Professor Amena Khamisani**
Department of English
University of Sind
(18. 06. 1987)

# ٿيڻ! Self - Sufficient

ملائيشيا ۾ ڪڪڙيون پالڻ ته ڪو مسئلو ئي ناهي. سڄو ڏينهن گاهه مان ڪينئا ۽ جيت جڻا پاڻهي ڦولهي پيون کائين.

ملاڪا (ملائيشيا) ۾ نوڪريءَ لاءِ پهچڻ تي اسان جي دوست آصف کي جيڪو بنگلو مليو، ان ۾ پهرين رهندڙ ملئي همراهه - قاسم وٽ چار ڪڪڙيون هيون. ويندي وقت بئي سامان سان گڏ ڪڪڙيون ڪٺي ويو. باقي ڪاٺ جا ٻه ٽي پڃرا نشانيءَ طور ڇڏي ويو، جيئن اسان وارو پاڪستاني يار آصف چاهي ته گهر جي ڳنڍڻ لاءِ انهن ۾ ڪڪڙيون پالي.

آصف کي جڏهن خبر پيئي ته ڪيس اهو قاسم وارو گهر مليو آهي ته هن کي خوشي بنهه نه ٿي. مون سان ڳالهه ڪيائين ته ان پاسي وارن بنهي گهرن ۾ ڪڪڙين ڪري نانگن جي ڏاڍي اچ وڃ آهي. نانگ، ڏيڏرن، ڪوئن، ڪڪڙين جي ٻچن ۽ آنن تي ڏاڍو ٿا اچن. ڪي ڪي وڏا نانگ (Pythons) ته وڏيون ڪڪڙيون به ڳرڪايو وڃن.

پر واري ڳوٺ ڪئالا سنگائي باروءَ جي هڪ ڪڪڙين جي واپاريءَ - جنهن وٽ ڪڪڙين جو وڏو فارم آهي ۽ ملاڪا شهر جي ڪينٽڪي فرائيڊ چڪن واري کي به ڍهاڙي سپلاءِ ڪري ٿو - پڻ ٻڌايو ته ملائيشيا ۾ جيتري ڪڪڙين پالڻ جي سهوليت آهي اوتري سندن نانگ بلائن کان پرگهور ڪرڻ ڏکي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته وڏا نانگ ٺيهه ٺيهه وڏيون ڪڪڙيون ڳرڪايو وڃن. رات جو سمهڻ مهل به خبردار رهڻو پوي ٿو ته جيئن ڪو اهڙو نانگ اچي ته ٻانڌن سان پڇائي ڪڍجيس. ننڍا ننڍا نانگ وري درن جي سيرن ۽ ڇتين جي ڳڙکن مان گهر ۾ به ڪاهيو پون. پوءِ گهر جي ننڍي يا وڏي ٻاتيءَ جو مٿن پير اچڻ تي ڏنگيو رکن. ڪي ڪوبرا نانگ چڪ هڻڻ سان گڏ زهريلي گئس جو ڦوهارو پڻ هڻن ٿا. ان ڪري نانگ کي سنهي ڄاري واري لوڙهي پويان بيهي به نه ڏسجي.

آصف ٻڌايو تہ قاسم - جنھن جو گھر کيس ملي رھيو ھو، ھڪ دفعي اھڙو ئي واسينگ نانگ ماريو ٿي تہ ھن ڳنس جو ڦوھارو ڪٽي اکين ۾ ھنيس. ٽي مھينا ڪن ھو اکين جو علاج ڪرائيندو رھيو. پر اھو بہ شڪر تہ خير ٿي ويو ۽ وڏي نقصان کان بچي ويو.

آصف جڏھن نيٺ قاسم جي گھر شفٽ ٿيو تہ پھرين مزورن کي گھرائي قاسم طرفان تحفي ۾ ڇڏيل ڪڪڙين جا پڃرا ڪٽارايائين ۽ پوءِ گھر جي اڳيان پويان نہ فقط ڇبر ڪترائي نندي ڪرايائين پر ڇپي ڇپي تي ٻي ترتيبيءَ سان ھيڪاندا گھٽا لڳل ٻوٽا ۽ وڻ ٽڻ لاھن سميت پٽرائي صاف ڪرايائين. ”ملئي ماڻھن کي ٻوٽن ۽ وڻن جو ڏاڍو شوق آھي.“ آصف چيو، ”ڪيلو، پپيو، ڪنل، مرچ، واڱڻ، جھڙيون شيون جڏھن مارڪيٽ ۾ بہ سستيون ۽ عام ملن پيون تہ اھڙا وڻ ۽ ٻوٽا ڇو ويھي گھر ۾ ھڻجن.“

سندس ھڪ پاسي ملئي ھمراھہ انچڪ خميس جو گھر ھو. (انچڪ معنيٰ مسٽر يا جناب ۽ خميس ھتي تمام عام نالو آھي، جيڪو خميس جي ڏينھن تان ڪنيل آھي. جيئن پاڻ وٽ آچر، جمعو يا خميسو نالا ڏينھن تان ورتل آھن.) انچڪ خميس کي اجا اتي ئي رھٹو ھو، ان ڪري سندس صحتمند ڪڪڙين جا ڌڻ بہ اتي ئي موجود ھئا. باقي ٻئي پاسي رھندڙ ملئي ھمراھہ: انچڪ الياس پنھنجو گھر خالي ڪري قاسم وانگر ڪڪڙين جا پڃرا نئين ايندڙ ھمراھہ لاءِ ڇڏي ويو ھو. سندس گھر ڪجھہ ڏينھن بعد اسان وانگر آيل ڪنھن فارينر: انڊين، برمي، سنگاپوري، پاڪستاني يا سلونيءَ کي ملٹو ھو.

آصف چيو: ”آئون تہ ڪٽي ڪڪڙيون نہ ڌاريان پر منھنجو ھي ملئي پاڙيسري خميس جيسين ھوندو تيسين سندس ڪڪڙيون رھنديون ۽ نانگ بلائن جو خوف پڻ ھميشہ رھندو - خاص ڪري رات جو ٻار ٻاھر ڪيڏي نہ سگھندا.“

چيومانس: ”استاد ھينئر ڪر. خميس کي تہ في الحال ڇڏ. ٻي پاسي واري خالي ٿيل الياس جي گھر ۾ رکيل ڪڪڙين جا پڃرا بہ ڪڍائي ڇڏ. ڇو جو ٿي سگھي ٿو ڪو اھڙو انڊين، پاڪستاني، انڊونيشي يا ٿائي ڪئپٽن اچي ان گھر ۾ رھي جيڪو پڃرا ڏسي ڪڪڙيون پالڻ شروع ڪري ڏي تہ ماڳھين ڊبل مصيبت ٿيندءِ. پوءِ ھن جي اچڻ بعد کيس تون ڪڪڙيون پالڻ کان جھلي بہ نہ سگھندين.“

آصف کي ڳالهه وڻي. سو ساڳين مزورن کي گهرائي پر واري گهر پويان رکيل ڪڪڙين جا کاناهان پٽرا. پاڻي ۽ ڏاري لاءِ رکيل نڪر جا ٿانوَ – سڀ ڪجهه اچلرائي ڇڏيائين. مزور بہ خوش ٿيا تہ مزوريءَ کان علاوه ڪاٺ جو چڱو سامان ۽ ڄاري ملي ويئي. گهر سمنڊ جي ڪناري تي هجڻ ڪري هو ٽرڪ يا لاريءَ بدران پيڙي ڪاهي آيا ۽ ڪڪڙين جا نهيل نڪيل پٽرا ان ۾ رکي ڪٽي ويا.

ڪجهہ ڏينهن بعد آصف جو اهو پر وارو خالي گهر انديا کان آيل هڪ ڪرسچن ڪئپٽن رين ريگو کي مليو. اها خبر ٻڌي آصف کي خوشي ٿي ڇو تہ ريگو ۽ سندس زال آصف جن وانگر صفائيءَ جا متوالا آهن. ڪڪڙيون پالڻ تہ ڇا، گهر جي پوئين پاسي وارو حصو هنن سمنڊ جي ڪناري تائين صاف سٿرو ڪري ڇڏيو. ان بعد آصف پنهنجي گهر جي پويان آرام ڪرسيءَ تي ويهي سمنڊ کي ڏسي چوندو هو: ڪڪڙين جي پچرن ۽ ڪک پن نڪرڻ ڪري هاڻ سمنڊ جو ڪيڏو نہ سٺو نظارو ٿي پيو آهي. بس رڳو خميس کي مت اچي تہ اهو بہ ڪڪڙين جو ڪم ختم ڪري ڇڏي."

ڪجهه مهينن بعد هڪ ڏينهن آصف آفيس ۾ اچڻ سان چيو: "هڪ خراب خبر ٻڌي اٿانوَ؟"

ببر ۽ مون هڪدم پڇيس: "ڪهڙي؟"

"اسان وارو پاڙيسري ڪئپٽن ريگو ڪڪڙيون ٿو پالي!"

"پر تو تہ چيو تہ هو صفائي پسند آهي ۽ ڪڪڙين جهڙي گند کان پري ڀڄي ٿو." اسان پڇيس.

"اهو تہ بلڪل صحيح آهي. پر گذريل هفتي هري رايا (عيد) تي عيد جون مبارڪون ڏيڻ لاءِ انچڪ خميس جي گهر ويو تہ هن ويهي ڪڪڙين پالڻ جا ڪيس فائدا ٻڌايا."

"مثال طور ڪهڙا فائدا؟" اسان آصف کان حيرت مان پڇيو.

"سڀ کان وڏو اهو ئي فائدو تہ گهر جي رڌ پچاءَ لاءِ مارڪيٽ مان گوشت وٺڻو نٿو پوي، يعني سيلف سفيشينٽ ٿيو وڃجي ۽ وقت ۽ پيٽرول جو بہ بچاءُ ٿيو وڃي. يعني بچت ئي بچت آهي."

"بس؟" ببر کلي چيو. "آصف! هاڻ تنهنجا لاهہ نڪري ويا. بنهي

پاسي وارن گهرن جون ڪڪڙيون ڪاٺ ڪان اڳ ۽ پوءِ نانگ بلائن جون ڪانفرنسون ۽ گڏجاڻيون، تنهنجي ڇپر تي ٿينديون."

"اهي تہ ٿينديون ئي ٿينديون پر آصف کي هڪ فائدو ضرور رسندو تہ پنهنجين پاڙيسرين سان گڏ پاڻ بہ Self Sufficient ٿي ويندو." مون چيومانس.

"اهو ڪيئن؟" ببر پڇيو.

"بس هڪ ڏينهن هڪ پاڙيسريءَ جي ڪڪڙ چورائي پيو کائيندو تہ ٻئي ڏينهن ٻئي جي."

ان تي آصف بہ کلي چيو: "هاڻ واقعي ائين ڪرڻو پوندو." پوءِ آصف جهاز هلائڻ وارن ڏينهن جي هڪ ڳالهہ ٻڌائي جڏهن هو جهاز تي جونيئر انجنيئر هو.

"سال ڏيڍ لاءِ آئون هڪ ننڍي جهاز تي رهيس." آصف ٻڌايو، "جنهن جي روٽ ڊگهي هجڻ بدران هتي ئي پاڙي پتيءَ ۾ هئي. يعني هڪ پاسي گوادر، پسني، دبئي، عدن ۽ دوحا تائين ويندو هو تہ ٻئي پاسي بمبئي، ڪولمبو، مدراس، چٽگانگ تائين. ٿورن ڏينهن جي سفر ڪري ڪمپني فروزن (ٿڌو) گوشت ڏيڻ بدران سؤ ڏيڍ سؤ جيئريون ڪڪڙيون ڏيئي ڇڏيندي هئي، جيئن اهي ڊيڪ تي پيون چگن ۽ بورچي ضرورت مطابق چٽگانگ يا عدن تائين روز پندرهن ويهہ کن حلال ڪري رڌيندو رهي.

ان جهاز جو چيف انجنيئر عبدالستار صاحب ڪڪڙيون کائڻ جو تمام گهڻو شوقين هو. هو هميشه آخري ڏينهن تي، جڏهن جهاز لنگر ڪٽڻ وارو هوندو هو، هڪ هٿ ۾ آفيس جي ڪاغذن سان ڀريل بريف ڪيس ۽ ٻئي ۾ بہ يا ٽي جيئريون ڪڪڙيون جهلي جهاز تي چڙهندو هو ۽ پوءِ جهاز جي ڏاڪڻ تي چڙهڻ مهل شايد ڄاڻي ٻجهي ڪڪڙين کي ڦٽڪائيندو، آهستي آهستي مٿي چڙهندو هو. جيئن ڪڪڙيون دانهون ڪن ۽ جهاز جو سڄو عملو ڏسي تہ ستار صاحب پاڻ سان پنهنجيون ڪڪڙيون بہ آڻي رهيو آهي. ۽ واقعي ان وقت هرڪو پنهنجين ڪئبنن (ڪمرن) جي درين (Port - Holes) مان منهن ٻاهر ڪڍي ڪيس ڏسندو هو.

۽ پوءِ جهاز جيترو وقت سمنڊ ۾ هوندو هو، ستار صاحب روز جهاز

جي مانيءَ کان علاوه هڪ يا ٻه ڪڪڙيون ڏار ٻچرائي پاڻ ٻه کائيندو هو ته پنهنجن دوستن کي به کارائيندو هو. ڪڏهن ڪو خلاصي يا ڊيڪ آفيسر ان ڳالهه تان ڪنجهندو ڪرڪندو هو ته يڪدم چوندو هوس: ’پنهنجيون آنڊل ڪڪڙيون پيو کان. ڏاڪڻ تي چڙهڻ مهل مون کي ڏنو نه هئي ته مون پنهنجيون ڪڪڙيون آنديون هيون. ميان! اهي ئي کان پيو سڙو ڇو ٿا؟‘

سو ان چيف انجنيئر وانگر مون کي به ڊزائين خاطر به چار ڪڪڙيون پالڻيون پونديون، پوءِ ٻاڙي وارن جي ڏڻ ڪڪڙين مان روزانو هڪ يا ٻه چورائيندو رهندس ته ڪنهن کي شڪ به نه پوندو ته ڪنهن جون ڪٽن پيون. ۽ جي شڪ به پوندن ته نانگن ۾ پوندن ۽ نه مون ۾. اهڙيءَ طرح هميشه لاءِ Self Sufficient (خودڪفيل) رهندس.“

هونءَ ملائيشيا ۾ ماڻهن کي ڪڪڙين ۽ ٻدڪن پالڻ جو ڏاڍو شوق آهي. ٻدڪون گهڻو ڪري چيني پالين ۽ هو پنهنجن ڪن خاص ڏينهن تي ٻدڪن جي ٻوڙ جو خاص ڊش پچائين، جيئن ڪرسچن ڪرسمس ڊي تي ترڪي پچائين. ملئي ماڻهن جو - خاص ڪري ڳوٺ جي رهاڪن جو زور ڪڪڙين پالڻ تي رهي ٿو. ۽ هتي ملائيشيا ۾ ڪڪڙيون پالڻ ڪو اهڙو ڏکيو يا محنت وارو ڪم نه آهي. نه ان ۾ ناڻي جي سيڙپ جي ضرورت آهي ۽ نه وري اونهاري جي گرمي ۾ ڪڪڙين جي مرڻ جو ڊپ.

ملائيشيا ۾ ڳوناڻا گهر - خاص ڪري ملئي ماڻهن جا گهر ڪاٺ جا ٿين ۽ زمين کان ٽي فوٽ کن مٿي ڪاٺ جي ڏنڊن ۽ بانس جي لڙهن تي ناهين. ان جا ڪيترائي فائدا آهن. ڏينهن جو گرمي ۽ اُس کان بچاءُ رهي ٿو. هوا جو گذر Circulation نه فقط مٿان ۽ پٽين ۾ لڳل درين مان ٿئي ٿي پر هيٺان به هوا رهي ٿي. گهڻي مينهن ۽ ٻوڏ ڪري پاڻيءَ جو هيٺان ئي لنگهه ٿيو وڃي، گهر کي نه نقصان رسي ٿو ۽ نه پاڻي اندر اچي ٿو. ۽ جي گهر اهڙي هنڌ تي آهي جتي ڪيڏو به مينهن پوي ته پاڻي نه ترسي ته اهڙن هنڌن تي گهر جي هيٺان واري زمين اسٽور روم طور استعمال ٿي سگهي ٿي، جتي مڇين ڦاسائڻ جي ڄارين، ڪانين ڪلن کان وٺي ٻيڙين تائين ٻيهاري سگهجي ٿو. ۽ اهائي جاءِ ڪڪڙين پالڻ لاءِ ڪم اچي ٿي. ٻچري يا بنا ٻچري جي گهر هيٺان ڪڪڙيون رهن ٿيون. ۽ رات جي وقت ڪنهن به غير معمولي چرٻر تي ٻٽ

تي ستل ماڻهو خبردار ٿي سگهي ٿو. يعني جيڪو گهر جو پٽ ٿيو اها ڪڪڙين واري جاءِ جي ڇت تي. رات جي وقت چور يا نانگ اچڻ تي ڪڪڙين ۾ ٽاڪوڙو پوڻ تي مالڪ يڪدم خبردار ٿيو وڃي. ۽ ڏانٽي جهڙو ڇرو (Parang) يا ٻانٺو کڻي چور يا نانگ سان ويڙهه ڪري ٿو. ملئي ماڻهوءَ جو اهو ڇرو جنهن کي پرانگ سڏين، عام طرح وڏو هٿيار آهي. بندوق يا پستول تہ ڪنهن وٽ نہ نظر ٿو اچي ۽ نہ ڳالهہ ٿا ڪن. شايد ملائيشيا ۾ ڪنهن کي بہ ان قسم جي هٿيار رکڻ جي اجازت نہ آهي.

بهرحال ڪڪڙين جي رهائش جو مسئلو نہ آهي. هرهڪ جي گهر هيٺان خالي جاءِ آهي، جتي رهن. گهڻي مينهن ڪري پاڻي جي ريلي لنگهڻ وقت ڪڪڙيون ڏاڪڻ تي چڙهي ويهن جيڪا ڏاڪڻ چڙهي مٿي ملئي گهر ۾ اچجي ٿو. گهڻي مينهن ۽ سني زمين ڪري سڄو ملائيشيا ساوڪ سان جهنجهيو پيو آهي. گاهہ ۽ ٻوٽن ۾ ڪئين قسمن جا گل ڦل، انهن جا ٻج ۽ ان داڻا ٿين. ڪڪڙين جي مرضيءَ تي آهي تہ اهي کائين يا گاهہ ۾ هلندڙ جيت جڻا ۽ ڪينئان وغيره. يعني هتي ڪڪڙيون پاليندڙ ماڻهن کي جنگلي جانورن ۽ وڏن نانگن (Pythous) کان ڪڪڙين کي بچائڻو پوي ٿو، جيڪي ڪڪڙين ۽ انهن جي بيضن پنيان هوندا آهن.

ڪڪڙيون وڪڻڻ يا کائڻ کان وڌيڪ هتي جا ماڻهو ڪڪڙيون پالڻ جا شوقين آهن. جيئن اسان وٽ ڪو ڪبوتر، چيها، طوطا پالي تيئن هتي جا ماڻهو – خاص ڪري پوڙهيون عورتون وندر خاطر ڪڪڙيون پالين. چڱو ٿيون ڪن. وڏي عمر ۾ ٻهچي ٻين جي ڳاليهن ۾ رُخنو وجهڻ يا گلا ڪرڻ کان بهتر آهي تہ پنهنجو وقت نماز، روزي ۽ ڪڪڙين پالڻ ۾ گذارين ٿيون. ۽ پوءِ شام جي وقت مونجهہ (Depression) جو مريض ٿيڻ بدران گهر جي ڏاڪڻين تي پنهنجن پوٽن پوٽين کي ڪچ ۾ ويهاري ڪڪڙين کي چڳندو ڏسي خوش ٿين ٿيون. جيئن مٿي لکي آيو آهيان تہ ڪڪڙيون سڄو ڏينهن پنهنجي خوراڪ پاڻ ئي ڳولين. پر هتي جي رسم يا ڪلچر موجب سج لٿي مهل ڪڪڙين کي هڪلي گهر هيٺان آڻي ڪين مٺ ڪن ان جي ضرور ڏين.

هتي ملائيشيا ۾ سج لٿي مهل هرڪو پنهنجي گهر ۾ گهڙي ويندو آهي. سانجهي نماز پڙهي رات جي مانيءِ جي تياري ڪندو آهي. ڪڏهن ڪا

ملئي فئملي گهمڻ به ايندي آهي ته سچ لئي کان ڪجهه گهڙيون اڳ 'وقتو سمپيا يانگ' چئي اٿڻ جي ڪندي. وقتو سمپيايانگ (Waktu Sambhayang) معنيٰ نماز جو ٽائيم. پر جي زور ڪبو ته هتي ئي ڪٽي نماز پڙهو ايترو جلدي وڃو نه ته منجهن موجود پوڙهيءَ ڏي اشارو ڪندي چوندا 'دِيا ڪاسيح مکن ايام' معنيٰ هن کي ڪڪڙين کي کاڌو ڏيڻو آهي. يعني اها هڪ اهڙي روٽين آهي جنهن کان ڪنهن به صورت ۾ ڦرڻو ناهي. سچ لٿي مهل ملئي ڳوٺن ۾ پوڙهيون عورتون هش هش ڪري ڪڪڙين کي ائين پيون بند ڪنديون آهن جيئن ڪنهن زماني ۾ بجلي نه هجڻ ڪري اسان جي ڳوٺن ۾ سچ لٿي مهل هر گهر ۾ ڪا نه ڪا عورت ماچيس ڪٽي لالٽين کي ٻارڻ ۾ لڳي ويندي هئي. اڳتي هلي ملائيشيا اجا به ترقي ڪري، گهر مغربي اسٽائيل جا بلاڪن ۽ سيمنٽن جا ٺهي وڃن، ٺهي وي جهڙيون بيون وندرون نڪري پون ته شايد اها ڪڪڙين پالڻ جي هابي اڄ جون نوجوان ڇوڪريون پوڙهيون ٿي قائم نه رکي سگهن.

# پکيءَ جي آکيري جو سوپ

ملائيشيا جي ياڳ جو حال دال مان سيرو وارو آهي. ڪجھ سال اڳ تائين عرب ملڪن وانگر پئسي ڏوڪڙ، ٽيڪنالاجي ۽ تعليم کان وٺي پوک، آمدرفت ۽ رهائش ۾ غريب هو. اهو ضرور آهي ته ملائيشيا جي موسم عربستان وانگر سخت گرم نہ آهي پر ڪجھ سال اڳ تائين هتي جي مليريائي مڇرن، جيتن جڻين، نانگ بلائن ۽ خوفناڪ جانورن وارن ٻيلن ۾ رهڻ ڪا چرچي جي ڳالھ تہ نہ هئي.

هن صديءَ جي اڌ کان پوءِ ٽين جي کاڻين، ربڙ ۽ تيل هن ملڪ کي ايڏو پئسو ڪمائي ڏنو آهي جو هتي جون حالتون هر ڪنڌ کان بهتر ٿينديون وڃن. تعليم، ٽيڪنالاجي، صحت، گھر رستا - مطلب تہ ڏينهون ڏينهن زندگيءَ جو معيار اتاهون ٿيندو وڃي. عربستان وانگر موسم ڪٽي ڇا بہ هجي گھر توڙي آفيس ۾ ايئرڪنڊيشنر هلائڻ سان ماڻهو ڇڻ ڪنهن هل اسٽيشن تي وينو آهي. نانگ بلائون ڪٽي سڄي دنيا جا هتي هجن پر ڪو پيرين اُگھاڙو ٻيچڙن تان پنڌ هلي تہ ڏنگ لڳنس. پڪن رستن جي جار ۽ موٽر ڪارن هتي جي ماڻهن کان اهو بہ وسارائي ڇڏيو آهي تہ سندن ابا ڏاڏا ڪيڏي جوکائتي ۽ تڪليفن ڀري زندگي گذاريندا هئا.

ڪالھ جي اخبار ۾ خبر هئي تہ ملائيشيا جي ڪن ڪناري وارن هنڌن تان سون جا ذخيرا ملڻ لڳا آهن.

اها خبر پڙهي اسان جي پاڪستان ڪليگ، ڪئپٽن سليم چيو: "ڏس تہ سهي! ڇا ملائيشيا کي پئسو ڪمائڻ لاءِ ٻيا ذريعي گھٽ هئا جو قدرت اها شيءِ بہ کين عطا ڪئي."

ٽين، ربڙ، پيٽرول ۽ سون کان علاوه ٻيون بہ ڪيتريون ئي ننڍيون ننڍيون شيون آهن جن مان ملائيشيا ڪروڙها ڊالر ڪمائي ٿو. جيئن تہ عمارتي ڪاٺ، ناريل، ڏونگھيون ۽ انهن جو تيل، ڪوڪا، پام آئل، ٻوٽا، جانور ۽ انهن جون کلون، پکي ۽ انهن جا کنڀ ۽ ٻيون بہ ڪيتريون ئي شيون.

پکين مان هتي هڪ پکي اهڙو آهي جيڪو پاڻ پالڻ يا ڪائڻ جي ڪم نٿو اچي پر سندس آکيرا هر سال ڪروڙها ڊالر ڪمايو ڏين ٿا. جبلن جي غارن ۽ ڊنل گهرن جي ڇتين هيٺان ٺهيل سندس آکيرا سوپ طور ڪم اچن ٿا. ۽ اهو سوپ دنيا جي چيني هوٽلن جي خاص خوراڪ (Delicacy) سمجهيو وڃي ٿو.

سنهن ڪکن جي هن آکيري ۾ جيڪا شيءِ طاقتور، لذيذ ۽ اهم سمجهي وڃي ٿي اها آهي هن پکيءَ جي وات جي پِڪ (Slavia). جنهن کونئر جهڙي شيءِ سان هي پکي ڪکن کي هڪ ٻئي سان چنبڙائي آکيرو ناهي ٿو. گرم پاڻيءَ ۾ هي آکيرو وجهي ٽهڪائڻ سان اها پِڪَ پاڻيءَ سان ملي جيڪو سوپ ناهي ٿي اهو سوپ دنيا جي لذيذ، قوت سان ڀرپور ۽ مهانگن سوپن مان هڪ سمجهيو وڃي ٿو.

دنيا ۾ هن سوپ (Bird nest soup) پيئندڙن جي شوقينن لاءِ هي آکيرا ٿائليند ۽ انڊونيشيا به مهيا ڪري ٿو پر سڀ کان گهڻا ملائيشيا جي رياستن: صباح ۽ سرواڪ ۾ ٿين ٿا، جن ذريعي هتي جي حڪومت هر سال چڱو خاصو غير ملڪي ناڻو ڪمايو وٺي.

هن چيهي يا ابابيل جهڙي پکيءَ جي آکيري جي سوپ لاءِ چيو وڃي ٿو ته ڦڦڙن لاءِ سنو آهي ۽ مردانگي به وڌائي ٿو. ڪنهن به چينيءَ کان ان سوپ لاءِ پڇبو ته وات تي هٿ ڏئي راز واري انداز ۾ چوندو:

"It increases your vitality and boosts your sex life."

هونءَ به چيني هر وقت پنهنجي تندرستي بهتر رکڻ ۽ Sexuality سڌارڻ جي چڪرن ۾ هوندا آهن. گهٽ ته ٻيون قومون به نه آهن، عربن، يونانين کان سنڌي ۽ هندو انگريزي دوائن کان جڙين ٻوٽين ۽ معجونن، ڪُشتا ڪائڻ جي چڪر ۾ رهن ٿا، پر چيني ان معاملي ۾ تمام گهڻو جنوني آهن. پلي ڪٿي سائنسي طرح اها ڳالهه ثابت نه ٿي هجي ته به شل نه ڪنهن شيءِ لاءِ وهم وهين ته ان مان شهوت وڌي ٿي. هونءَ ڪنجوس هجڻ ڪري چمڙي ڏيندا پر دمڙي نه ڏيندا پر مردانگي وڌائڻ يا برقرار رکڻ لاءِ گينڊي (Rhino) جي سڱن جو مهنگو چورو (پائوڊر) به پيا ڦڪيندا. گينڊي جو هڪ هڪ سِڱ سون جي تور ۾ وڪامي ٿو. جنهن کي پيهي ننڍين پڙين ۾ هانگ

ڪانگ، تائيوان کان علاوه ملائيشيا ۽ سنگاپور جي چيني دڪانن تي ڳري اگهه تي گراهڪن کي مهيا ڪيو وڃي ٿو. جينوٽيڪ سائنس ثابت ڪيو آهي ته اهو سڱ ڪابه خاص شيءِ نه آهي پر وارن جو Compressed ڳوڙهو آهي. ته به پڙهيل ڳڙهيل چيني به ان ۾ يقين رکن ٿا ته اهو جواني ۽ طاقت وڌائي ٿو. جيئن اسان وٽ سنڌ ۾ اهو Craze آهي ته سچن موتين کائڻ سان نه فقط طاقت اچي ٿي پر بڌل دل کي راحت پڻ. جينوٽيڪ هڪ سائنس يا جاگرافيءَ جو شاگرد چڱي طرح سمجهي ٿو ته سچا موتي پڻ سپ ۽ ڪوڏ وانگر ڪئلشم جو ڪمپائونڊ آهن، جيڪي گهٽي مقدار ۾ کائڻ سان ويتر مثاني يا بڪي (گردي) ۾ پٿري پيدا ٿي سگهي ٿي.

بهرحال سچا موتي پيهي ڦڪڻ ۾ ڪو فائدو هجي يا نه پر هنن پکين جي آکيري جو سوپ/ رس/ Juice ۾ ڪجهه نه ڪجهه وٽامن ضرور هونديون. جيڪي دراصل آکيري يعني انهن ڪکن پنن ۾ نه آهن جن سان پکي آکيرو ناهي ٿو پر پکيءَ جي وات جي پِڪ (Saliva) ۾ آهن جنهن کونئر جهڙي گهاٽي Solution سان پکي هڪ ڪک کي ٻئي سان ڳنڍي ٿو. هي آکيرا گهڻو ڪري جبلن جي غارن ۾ پکي ناهين ٿا ۽ ڇت ۾ ڇهٽيل رهن ٿا. انهن کي لاهڻ، صاف ڪرڻ ۽ پوءِ سوپ ناهڻ وڏي محنت جو ڪم آهي. ان ڪري ان جو اگهه ڳرو آهي. ڪوالالمپور جي شانگريلا هوٽل ۾ جتي ڇڪن سوپ نه ٽن ڊالرن ۾ ملي ٿو، اتي پکيءَ جي آکيري جي سوپ جو پيالو ٻائيتاليهه ڊالر آهي.

هن سوپ ناهڻ لاءِ پکيءَ جي آکيري جو ڪک ڪک ڪري ڌار ڪيو وڃي ٿو، جنهن لاءِ پهرين سڄي آکيري کي اوٻاريو وڃي ٿو، جيئن اهو ڪک ڪک ننڍي چمٽي (Forcep) سان آسانيءَ سان الڳ ڪري وچ ۾ لڳل لئي (پکيءَ جي وات جي پِڪ) گڏ ڪري سگهجي، پوءِ ان لئيءَ جهڙي سڪل Solution کي گرم پاڻيءَ ۾ مرچن مسالن يا ٻين جڙين ٻوٽين سان رڌيو وڃي ٿو.

ملائيشيا جي ڏاکڻي ڪنڊ واري شهر جوهور بارو ۾ هڪ چيني همراهه مسٽر لي يئان چنگ جو انهن پکين جي آکيرن جو وڏو ڪاروبار آهي ۽ سندس هوٽل "چائنيز ميڊيڪل هال" جي نالي سان سڏجي ٿي. جوهور بارو شهر سنگاپور سان هڪ پل ذريعي ڳنڍيل آهي. سنگاپور جا توڙي ملائيشيا جا

چيني بيحد امير آهن ۽ لي يئان چنگ جي هن ميڊيڪل هوٽل تي وڏي رش لڳي رهي ٿي. ۽ نہ فقط انهن جو سوپ آيل گراهڪن کي Serve ڪيو وڃي ٿو پر صاف ڪيل پکين جا آکيرا "Shin Onn" نالي برانڊ سان پئڪ ٿيل وڪامن ٿا. سنڌس وڏي کپت ٻاهرن ملڪن ڏي آهي جتي چيني رهن ٿا. اُتان کان وڌيڪ مال هانگ ڪانگ، سنگاپور ۽ تائيوان ايڪسپورٽ ٿئي ٿو.

مسٽر لي اڄ کان پنجويهہ سال کن اڳ (1960ع ڌاري) جالان ماجو (Maju Road) تي Besin Medical Hall نالي هنن آکيرن جي وڪري لاءِ آئوٽ ليٽ کوليو. اڄ هن هڪ ٻيو دڪان ٽمن پيلنگي ۾ پڻ کوليو آهي. جنهن ۾ ٽيهہ جڻا آکيرا صاف ڪرڻ، سوپ ٺاهڻ ۽ گراهڪن کي Serve ڪرڻ جو ڪم ڪن ٿا. هڪ هڪ ماڻهو سڄي ڏينهن ۾ فقط پندرهن کن آکيرا صاف ڪري سگهي ٿو. مسٽر لي ٿائيلينڊ، انڊونيشيا ۽ مشرقي ملائيشيا جي رياست سراوڪ مان آکيرا گهرائي ٿو. مسٽر لي جو هڪ دفعو انٽرويو آيو هو، جنهن ۾ هن ڪلندي چيو هو: ”توڙي ڪٿي هي آکيرا ڪنهن جي مڙسي نہ وڌائين پر گهٽ ۾ گهٽ ڦڦڙن ۽ گلي لاءِ تہ سٺا آهن. ان کان علاوه رت پڻ صاف ڪن ٿا ۽ کائڻ واري کي خوش ۽ صحتمند رکن ٿا.“

بهرحال ان ۾ ڪيتري حقيقت آهي تہ پکين جا آکيرا کائڻ وارن کي ڪيترو خوش رکن ٿا پر وڪڻڻ وارن کي مالي طرح ضرور خوش رکن ٿا. هونءَ سائنسي ڄاڻ مطابق انهن آکيرن ۾ ڪئلشيم ۽ ڌاتن جو وڏو مقدار موجود آهي جيڪي صحت لاءِ بيحد سٺا آهن ۽ لڳاتار کائڻ سان ٿڌ، بخار ۽ کنگهہ کان نجات ملي ٿي. رت جي Circulation ۽ چهري جي خوبصورتي ۾ اضافو ٿئي ٿو.

هي آکيرو نر ۽ مادي پکي گڏجي ويهن کان پنجويهن ڏينهن اندر ٺاهين ٿا. جن ڏينهن ۾ هو ان ۾ آنا ڏين ٿا ۽ ٻچا ڦوڙين ٿا، هنن آکيرن لاهڻ جي حڪومت طرفان سخت بندش هوندي آهي. آکيرا لاهڻ جو جن کي لائسنس هوندو آهي، اهي فيبروري مارچ ۽ آگسٽ سيپٽمبر ۾ ئي لاهي سگهن ٿا.

بهرحال هي آکيرن جو وڪرو ۽ شباب، طاقت، جواني خاطر ماڻهن جي هنن پنيان ڊوڙ اڄ جي ڳالهہ ناهي پر تواريخي رڪارڊ ٻڌائين ٿا تہ ٻارهين صديءَ جي شروعات ۾ چين جا واپاري سمنڊ جهاڳي بورنيو جهڙن ٻيٽن تي هنن آکيرن جي خريداري لاءِ ايندا هئا.

# ڊيگي جو سال

پوڙهن چينين کان سندن ڄم جي تاريخ پڇ تہ عيسوي، هجري يا ٻيو ڪو سن ٻڌائڻ بدران ڪنهن جانور جو نالو ٻڌائي چوندا تہ هو ان جي سال ۾ ڄاوا. مثال طور: گهوڙي جي سال ۾، نانگ جي سال ۾، يا سوئر، ڪتي، ڪڪڙ جي سال ۾.

چينين جو نئون سال چنڊ مطابق جنوري ۽ فيبروريءَ جي وچ ۾ شروع ٿئي ٿو ۽ هر سال ٻارهن مختلف جانورن مان هڪ جي نالي سان سڏجي ٿو. اهي جانور نمبروار آهن: ڪوئو، ڍڳو، شينهن، سهو، ازدها (Dragon)، ٻلا، گهوڙو، گهيٽو، ٻوليڙو، ڪڪڙ، ڪتو ۽ سوئر.

چينين جي حساب موجب اهو ٻارهن جانورن جو چڪرو وري سٺ سالن جي وڏي چڪر ۾ ڦري ٿو ۽ هر 'سال' جانور مطابق مختلف نوعيت جو سمجهيو وڃي ٿو. اسان جنهن سال (1983ع) ۾ هتي ملائيشيا آيا هئاسين اهو سوئر جو سال هو. ان بعد ڪوئي جو سال ٿيو ۽ هينئر ڍڳي جو سال هلي رهيو آهي. ڪجهہ مهينن بعد يعني 5 فيبروري 1986ع کان نئون سال – جيڪو شينهن جو سال آهي، شروع ٿي ويندو.

چيني پنهنجو نئون سال وڏي ڌام ڌوم سان ملهائين. ڪٿي ڪٿي تہ ڪرسمس، عيد يا ڏياريءَ جي ڏينهن کان بہ گوءِ ڪڍيو وڃي. ڏکڻ ڪوريا ۾ حڪومت گهڻيئي ڪوشش ڪئي تہ چينين جي نئين سال جي اهميت گهٽائي رڳو 'ڪرسمس ڊي' جو شان رکيو وڃي. پر هو ان ۾ ذرو بہ ڪامياب نہ ٿيا. نتيجي ۾ ڪرسمس سان گڏ چيني نئين سال جي بہ موڪل قائم رکيائون.

چيني نئون سال نہ فقط چين ۾ ملهايو وڃي ٿو پر جتي بہ چيني رهن اتي اهو ڏينهن ملهائين، خاص ڪري تائيوان، سنگاپور، هانگ ڪانگ، ڪوريا، ملائيشيا، ٿائيلينڊ پاسي تہ تمام گهڻا چيني رهن ٿا. انهن ملڪن ۾ سرڪاري طرح انهن ڏينهن تي موڪلون بہ ڪيون وڃن ٿيون. چينين جي

نئين سال تي آمريڪا، يورپ، جپان جي شهرن جي چائنا ٽائونن ۾ پڻ رونق اچيو وڃي. ڪپڙا گنديون، ڪاڏا پيتا، رنگ روپ، خوشبوئون ۽ دارونءَ جا تڪاءَ سڄي ماحول کي في الحال واسيو ڇڏين.

ملائيشيا جو جيتوڻيڪ سرڪاري طرح مذهب اسلام آهي پر سندس ذري گهٽ اڌ آدمشماري چيني ماڻهن جي آهي. جيڪي واپار وڙي ۾ هجڻ ڪري اسان جي بورين، کوجن، ميمڻن ۽ ٻين واپاري قومن وانگر امير آهن ۽ هو پنهنجو ڏينهن عيد کان به وڌيڪ ڌوم ڌام سان ملهائين ٿا. هي ڏينهن مذهبي گهٽ پر ڪلچرل يا Traditional وڌيڪ سمجهيو وڃي ٿو ۽ سندس پوک ۽ فصل لهڻ جي خوشيءَ سان وڌيڪ واسطو آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته هن ڏينهن جي ملهائڻ جي رسم حضرت عيسيٰ ۽ گوتم ٻڌ جي جمڻ کان به اڳ جي هلندي اچي. گهٽ ۾ گهٽ چار هزار سالن کان وني ملهايو پيو وڃي. روايت آهي ته چينين جي سال جو ڪئلينڊر زيا (XIA) گهراڻي کان شروع ٿئي ٿو. چين تي زيا گهراڻي جو راڄ ايڪهين صدي قبل مسيح کان سورهين صدي ق. م. تائين هليو. هن ڪئلينڊر کي اڄ به ائگريڪلچرل ڪئلينڊر يا پراڻو ڪئلينڊر يا زيا ڪئلينڊر سڏيو وڃي ٿو.

سن 104 ق.م يعني تائيچو دور جي پهرين سال ۾ جڏهن چين تي هئن (Han) گهراڻي جي حڪومت هئي، ان وقت جي شهنشاهه وو ڊيءَ مٿئين ڪئلينڊر ۾ قيرقار آڻائي ان کي تائيچو (Taichu) ڪئلينڊر جي نالي سان عمل ۾ آندو. ان موجب نئون سال ان چنڊ جي پهرين ڏينهن کان شروع ٿئي ٿو. جڏهن سج يارهين نشانيءَ ۾ گهڙي ٿو - جيڪا چين ۾ ڪتو آهي ۽ مغرب ۾ Aquarius (دلو) آهي. اهوئي سبب آهي جو چينين جي نئين سال وارو ڏينهن 31 جنوري کان پوءِ ۽ 20 فيبروريءَ کان اڳ اچي ٿو.

چينين جي نئين سال تي به ڏينهن کن موڪلون ۽ جشن ٿيڻ کان علاوه ڪيترائي ملڪ ان ڏينهن جي ياد ۾ سڪا ۽ ٽڪليون پڻ ڪڍن ٿا. جيئن هن سال ڪوريا، سنگاپور، هانگ ڪانگ، ويندي جپان ڊڳي جون ٽڪليون ڪڍيون آهن. سنگاپور ۽ هانگ ڪانگ ته هر سال ان ڏينهن تي ان سال جي جانور جا سونا ۽ چانديءَ جا سڪا پڻ ڪڍي ٿو. جيئن گذريل سال ڪوئي جا ۽ هن سال ڊڳي جا شايع ڪيا اٿس. انهن سڪن جي وڪري جا

اشتهار هتي ملائيشيا جي اخبارن ۾ بہ اچن، جو ملائيشيا ۾ بہ ڪيترائي چيني رهن ٿا ۽ انهن سنگاپوري سڪن جي هتي ملائيشيا ۾ ڪافي کپت ٿئي ٿي.

جيئن اسان ملسمانن ۾ هفتي جا ڪي ڏينهن: سومر جمعي جهڙا، يا ڪي مهينا: شعبان، رمضان، محرم، ذوالحج جهڙا وڏيڪ ڀلارا سمجهيا وڃن ٿا، تيئن هنن چينين وٽ ڪجهہ جانورن جا سال وڏيڪ ڀاڳ وارا سمجهيا وڃن ٿا. جيئن ڪوئي جو سال نئين دڪان يا ڪمپني کولڻ ۽ واپار وڙي هلائڻ لاءِ سنو سمجهيو وڃي ٿو. ڪيترائي چيني، دڪان اڳ کولڻ بدران، ڪوئي جي سال (1984ع) جو انتظار ڪندا رهيا. ۽ اخباري اطلاعن موجب ملائيشيا ۾ ان نئين سال (1984ع) جي پهرين ئي هفتي ۾ ٻارهن سؤ ڪن ڪمپنيون کليون هيون. مهيني جي آخر تائين رجسٽرار وٽ هڪ لک تيرهن هزار ڪن ڪمپنيون رجسٽريشن لاءِ پهتيون، جيتوڻيڪ ان کان هڪ سال اڳ سڄي سال ۾ فقط ارڙهن هزار ڪمپنيون رجسٽرڊ ٿيون هيون.

ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ چينين جو مختلف جانورن جي سال ۾ ڪيترو گهڻو اعتقاد آهي.

ڪيترا اهڙا ملئي مسلمان ملندا جن جي ويجهي پيڻ، ماسي يا پڦي چينياڻي هوندي. اسان جي هڪ ليڪچرار جي پڻ هڪ پيڻ چينياڻي آهي، جيڪا نڪ نقشي ۽ رنگ ۾ ڪانئس بلڪل مختلف آهي. اسان جي تعجب تي هن ٻڌايو: "چينين جو هڪ سال (شايد شينهن وارو سال) سٺ سالن ۾ هڪ دفعو ڇوڪرين لاءِ نياڳو سمجهيو ويندو آهي. ان سال ۾ ڄائيل ڌيئون ڪيترائي چيني پاڻ وٽ نہ رکن ۽ بدبختيءَ کان بچڻ لاءِ پهرين ئي هفتي ڪين گهر کان ٻاهر ڪڍيو ڇڏين. پوءِ اسان ملئي مسلمان کانئن اهي نياڻيون رڻي نپايون ۽ اهي قانوني طرح پڻ اسان جو اولاد سڏجن. سندن نالو، مذهب ۽ پيءُ جي ملڪيت ۾ اوتروئي حصو رهي جيڪو اسلامي طرح رکيو ويو آهي. سو اسان جي اها پيڻ پڻ اهڙيءَ طرح اسان جي ماءُ پيءُ نپائي آهي."

هڪ ٻيو اسانجو واقفڪار اندين مسلمان آهي، جنهن جي زال چينيائي آهي. ڪانئس جڏهن پڇيم تہ سندس زال شاديءَ کان پوءِ مسلمان ٿي يا اڳ ئي هئي، تہ پاڻ ٻڌائين: "سندس اصلي ماءُ پيءُ مسلمان نہ آهن. پر ڄمڻ سان ڪيس هڪ مسلمان ملئي فئمليءَ نپايو ۽ شادي بہ هنن ئي ڪرائي – جيڪي

منهنجا هاڻ سس ۽ سهرا ٿيا.“ سو هوءَ به هڪ اهڙي ئي سال ۾ جائي هئي.

بهرحال هي هلندڙ سال (1985ع) ڍڳي جو سال آهي، جيڪو واپار کان ته ڪٽي اهڙو سٺو نه آهي، ۽ نه وري خراب. پر هن سال لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن سال ۾ ڄمڻ وارا ڇئيوان، محنتي ۽ صابرين ٿين ٿا. روايت آهي ته گوتم ٻڌ مرڻ وقت جڏهن سڀني جانورن کي گهرايو ته هن وٽ آيل جانورن مان ڍڳو ٻئي نمبر تي هو.

ڍڳي جي سال 1913ع، 1925ع، 1937ع، 1949ع، 1961ع وغيره ۾ ڄمندڙ ماڻهن ۾ مٿين خاصيتن کان علاوه ڪڏهن ڪڏهن ضد به ٿئي ٿو. قدرتي نظارا ڪين وڻن پر ماڻهن جي ميڙ کان پاسو ڪن. هو ڪيترن ئي قسمن جي ڪمن ۾ دلچسپي وٺي پاڻ کي مشغول رکن - ڊرائينگ، پينٽنگ، آرٽ کان وٺي ڊڪٽيٽرشپ تائين.

ڪيترائي دنيا جا آرٽسٽ ۽ ڊڪٽيٽر: رينائر (Renoir)، وان گو، روبينس (Rubens)، نئپولين بونا پارٽ، ادولف هٽلر - ڍڳي جي سال جي پئدائش آهن. انهن کان علاوه والٽ ڊزني، پنڊت جواهر لال نهرو، چارلي چپلن، مئڪياولي، رچرڊ نڪسن، رچرڊ برٽن پڻ ڍڳي جي سال ۾ ڄاوا.

ڍڳي جي سال لاءِ چيو وڃي ٿو ته دنيا جي حالتن لاءِ بهتر نه هوندو آهي. هن سال ۾ جهڳڙا، فساد، گوڙ گهمسان، حادثا ٿين ۽ ملڪن جون حالتون خراب رهن. انهن ڳالهين ۾ ڪيتري سچائي آهي، ڪجهه نٿو چئي سگهجي. هرهڪ جي پنهنجي سوچ ۽ پنهنجو عقيدو آهي.

هڪ سنگاپوري چيني (جنهن جو لاڙو آمريڪا ڏي آهي ۽ نه ويٽنام ڏي)، ٻڌايو: ”ڏس گذريل دفعي ڍڳي جي سال ۾ - يعني 1973ع ۾ آمريڪا جي وائيس پريزيڊنٽ ائنگيو سپائرو استعيفيٰ ڏني هئي. ۽ هن ئي نياڳي سال ۾ آمريڪن فوجي ويٽنامي لڙائيءَ کان بان ڪري واپس ڀڳا.“

ان تي ٻئي ردڪد ڏيندي چيو: ”ائنگنيو لاءِ ڪٽي اهو نياڳو سال ٿيو پر ان جي جاءِ تي جيڪو نئون وائيس پريزيڊنٽ ٿيو ان کي ته ڍڳي واري سال لئه ڪرائي ڇڏي ۽ ساڳي وقت آمريڪن فوجين لاءِ ڪٽي ڍڳي جو سال ڀاڳ وارو نه ٿيو جو هنن کي ويٽنام مان ڀڄڻو پيو پر ساڳي وقت اهو سال ويٽنامين لاءِ ڪيئن رهيو - جن جي آمريڪن مان هميشه لاءِ جان ڇٽي ويئي.“

# مڙس کي وس ۾ ڪرڻ جا ڏس

نوجوان ملئي ليڪچرار انچڪ احمد ظهاريءَ جي آفيس مان هڪ ڏينهن لنگهڻ ٿيو. سندس ٽيبل تي پڪل ڪيلن جو ڇڳو ڏسي تعجب مان پڇيومانس:

”ڪر خبر هيترا ڪيلا کائيندين ڇا؟“

”نه يار. توهان به کائو.“ هن ڪلندي ڪيلا مون ڏي وڌايا، ”پليز ڪجهه ته کاءُ.“

مون هڪ ٻئي پنيان هتي جا بندري قد وارا به ٽي ’پسانگ اماس‘ (سونا ڪيلا) کائيندي چيومانس:

”واه جا آهن. ڪٿان ورتئي؟“

شرمائي چيائين: ”سمجهي وج ڪنهن ڏنا آهن.“

”ڇئبو ته شريفان موڪليا اٿئي؟“

جواب ۾ وري ڪلڻ لڳو ۽ وچڻ وقت اڌ ڪن ڇڳو ٻيو به مون کي ڏنائين، جيئن پنهنجي آفيس ۾ پنهنجن ساٿي انجنئينر: آصف ۽ ببر کي به کارايان.

شريفان پر واري ڳوٺ جي ملئي ڇوڪري، اسان جي ائڊمنسٽريشن ڊپارٽمينٽ ۾، ڪم ڪري ٿي. ساڻس اسان جي دوست احمد ظهاريءَ جو ڪجهه هفتن کان معاشقو هلي رهيو آهي. هن کان اڳ سندس برٿ ڊي تي، شريفان، تحفي طور ڪيس قميص ڏني هئي ته هن اها به اسان کي ڏيکاري. قميص جهڙين شين مان ڪيس ته فائدو ٿيو ٿي پر اسان دوستن کي ڪهڙو فائدو. ان ڪري ٻن ٽن ڏينهن بعد مون سان گڏ آصف ۽ ببر به احمد ظهاريءَ کان پڇيو ته يار شريفان وري ڪڏهن ڪيلا آڻيندي؟

”ڪيلا جام. اهي ته سندس گهر ۾ ٿي لڳل آهن.“

ڏينهن ٻن بعد شريفان هن ڏي وري ڪيلا موڪليا ۽ چانهه جي ٽائيم

تي اسان مڙيئي چٽ ڪري وياسين. بلڪ پوءِ ته ڪڏهن ائڊمنسٽريشن آفيس ۾ وڃڻ ٿيندو هو ته سنئون سڌو شريفان کي چئي ايندا هئاسين ته احمد ظهاري چوي ٿو ته ڪيلا چو نٿي موڪلين. هوءَ به سمجهي ويئي هئي سو جواب ۾ مرڪندي رهي ٿي ۽ جنهن ڏينهن آٽيندي هئي ته احمد ظهاري ته ٻڌائيندو هو پر پاڻ به فون ڪري اطلاع ڪندي هئي: ”ڪيلا آندا اٿم اڄ احمد وٽ پهچي وڃجو.“

پر ڪيلا کائڻ جي عياشي پوءِ سگهوئي بند ٿي ويئي جو هڪ ڏينهن اوچتو سندن شاديءَ جو ڪارڊ آيو. ان بعد شادي ڪري ٻئي ڄڻا نئون گهر وٺي اتي وڃي رهيا - جتي نه هئا ڪيلن جا وڻ ۽ نه رمبوتان يا چڪن جا وڻ. وڏي ڳالهه اها دوري، سڪ ۽ عشق جي آڳ ٿي ختم ٿي ويئي جيڪا شاديءَ کان اڳ هئي.

بهرحال جنهن دور ۾ احمد ظهاريءَ عشق پئي ڪيو (۽ ڪيلا اسان پئي کاڌا). انهن ڏينهن ۾ هڪ ٻئي ملئي آفيسر مسٽر راملي اسان کي پائيپي واري صلاح ڏني: ”مهرباني ڪري اهي شريفان جا ڪيلا نه کائو. اهي پڪ پڙهيل هوندا ۽ احمد ظهاريءَ کي پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ لاءِ انهن تي ٽوٽا ڦيٽا ڪرائي ايندي هوندي.“

راملي جي وڃڻ کان پوءِ آصف کي چيم ته راملي واهه جي ڳالهه ٻڌائي. بيهه ته احمد ظهاريءَ کي چتو ٿا ڪريون.

شام جو موڪل مهل، آفيس جي مين گيٽ وٽ جهڙو احمد ظهاري ۽ شريفان گهر ڏي وڃي رهيا هئا ته احمد ظهاريءَ کي چيم:

”يار مون کي الائي ٻن ڏينهن کان ڇا ٿي ويو آهي. مٿو پيو ڦري.“

احمد ظهاري حقيقت کان اڻ ڄاڻ، سچ سمجهي همدرديءَ ڪارڻ چوڻ لڳو: ”خير ته آهي. ڊاڪٽر وٽ وني هلانءِ؟“

”نه يار. هي مرض ڊاڪٽر جي علاج کان مٿي آهي.“

احمد ظهاري ويتر وائڙو ٿي ويو: ”تڏهن به ڇا ٿيو آهي. پليز.“

”بس يار ڪيلا کائي تنهنجي گرل فرينڊ تي ايڏي دل اچي ويئي آهي جو هر وقت ان جو خيال دماغ ۾ ڦرندو رهي ٿو.“

اهو ٻڌي هو يڪدم ڳالهه سمجهي ويو جو مسٽر رامليءَ سندس اڳيان اسان کي ڪيلا پڙهيل هجڻ جو ٻڌايو هو. کلندي چيائين:

”ڪم آن! الطاف! سڏري وڃ.“

”يار رڳو منهنجي سڏرڻ جو سوال ناهي. مون سان گڏ آصف ۽ ببر – سڄو انجنيئرنگ ڊپارٽمينٽ ٻن ٽن ڏينهن کان شريفان تي عاشق ٿي پيو آهي. تون ان کي چرچو نه سمجهه ’هڪ انار سؤ بيمار‘ وانگر هڪ شريفان سؤ عاشق. هاڻ ٿيندو سو ٿيندو ڇا؟“

ٻئي ڏينهن راملي کي چيم: ”يار! ڳالهه ته ٻڌ! اهي تعويذ ڳنڍيا، ڦيٽا ٽوٽا ۽ ساٽ سوڻ هتي توهان وٽ ملائيشيا ۾ به هلن ٿا ڇا؟“

”ڀيو نه ته وري.“ راملي وراڻيو. ”نه فقط ملئي مسلمانن ۾ پر تامل مدراسي هندن توڙي چينين ۾ پنهنجي پنهنجي نموني جا آهن.“

ان بعد ڪيترن مهينن تائين ڪانئس ۽ ٻين انيڪ ماڻهن کان ان بابت خبرون چارون گڏ ڪرڻ ۾ لڳي ويس.

هتي جا ماڻهو اهڙن ڪمن لاءِ اڪثر بومي (Bomoh) وٽ وڃن ٿا، جيئن اسان وٽ جادو منتر، ڦيٽي ٽوٽي، جن ڀوت لڳت توڙي جسماني بيماري، مايوسي، مونجهه ۽ ٻئي اهنج لاءِ ماڻهو جوڳين، جوتشين، ڀوپن فقيرن، سيدن پيرن وٽ پهچن ٿا. تيئن هتي ملائيشيا ۾. جيڪو علم، سائنس، ميڊيڪل وغيره ۾ اسان کان به اڳا ٻنتي پيل آهي، اتي وسوڙيل ماڻهوءَ جي من جو علاج بومو (Bomoh) ڪري ٿو. ڪنهن تي جادو ڪرڻو هجي يا جن ڪڍائڻو هجي، عورت جو ڏکيو ويم آسان ڪرائڻو هجي يا اولاد ٿيڻ لاءِ علاج ڪرائڻو هجي – ملائيشيا ۾ سڀني ڳالهين جو جواب هڪ ئي همراهه آهي – جنهن کي ’بومو‘ سڏجي ٿو.

۽ پوءِ جيئن مرحوم محمد عثمان ڏيپلائيءَ ان ڊونگ ڀنيان ٿيندڙ سماجي بدڪارين جا راز پنهنجن ڪتابن: مرشد جي ڪانچ، مرشد جي واچ، مرشد جي جهاز وغيره وغيره ۾ ظاهر ڪيا آهن. تيئن هتي جي اخبارن ۾ پڙ ان قسم جا واقعا ايندا رهن ٿا ته ڪيئن هڪ اهڙي بومي کي جهلجڻ تي ڪورٽ ڏهه ڦٽڪا ۽ ڏهه سال ٽيپ ڏني – جنهن هڪ ڇوڪريءَ کي بند ڪوٺيءَ ۾ ٻاڻ وٽ هفتو رهائي جن ٿي ڪڍيو يا ٻار نه ٿيڻ جو علاج ٿي ڪيو.

اهڙيون خبرون پڙهڻ جي باوجود به اڃا تائين هتي جي ڳوٺن توڙي شهرن ۾ ڪيترائي ماڻهو جسماني توڙي نفسياتي علاج لاءِ سرجن يا

سئڪلاجسٽ وٽ وڃڻ بدران 'بومي' وٽ پهچن ٿا. ان سلسلي جون ڪيتريون ئي ڳالهيون عام ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون. ڪي سنسني خيز آهن تہ ڪي دلچسپ ۽ ڪل جهڙيون.

راملي جي ٻڌائڻ بعد، هتي ڪيترن ئي ماڻهن، عورتن، مردن، ڇوڪرن، ڇوڪرين ۽ انهن نجومين (بومن) کان ان قسم جون ڳالهيون معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. خبر پيئي تہ هتي جا ماڻهو جن ۾ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن جو بہ ڪجهہ حصو اچي وڃي ٿو - محبوب يا محبوبا کي هٿ ڪرڻ لاءِ بومي وٽ پهچن ٿا. علاج يا من جي مراد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترائي ساٽ سوڻ ۽ تعويذ استعمال ۾ اچن ٿا. ڪجهہ تہ اهڙا آهن جيڪي سڄي ملائيشيا ۾ مشهور آهن ۽ ڪيترن ئي ماڻهن ان بابت ٻڌايو - جيتوڻيڪ ڪنهن بہ هڪ پاڻ نہ مڃيو پر پنهنجن مائٽن ۽ واقفڪارن لاءِ هنن ٻڌايو تہ محبوب کي پنهنجو ڪرڻ لاءِ هنن هي طريقو استعمال ڪيو يا فلاڻي بومي جو ڏسيل ساٽ يا جادو هنن واپرايو. انهن ۾ ڪيترا تہ اهڙي قسم جا جادو يا ساٽ سوڻ آهن جن جو هتي ذڪر ڪرڻ ناقابل اشاعت ۽ غير اخلاقي ڪم ٿيندو. بهرحال ڪجهہ سادا سودا ٽوٽا ٽِيٽا ۽ استعمال ۾ ايندڙ جادو پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ هتي ڏيڻ بي محل نہ ٿيندا.

ملئي زبان ۾ پيت کي ناسي (Nasi) سڏبو آهي. پنهنجي محبوب يا مڙس کي قابوءَ ۾ رکڻ لاءِ ملئي عورتون کين 'ناسي ڪانگ ڪانگ' کارائينديون آهن. هي پَتُ ڪانگ ڪانگ اهو ناهي جنهن ۾ ڪڪڙ بدران ڪانگ وجهي رڌجي. پر هڪ عام خشڪو پت ٿئي. ڪانگ ڪانگ ان ڪري سڏجي ٿو جو رڌڻ وارو تنگون ڦاڙي ديگڙي جي پرسان ٿي بيهندو آهي. ملئي لفظ ڪانگ ڪانگ (Kang - Kang) جي معنيٰ آهي تنگون ڦاڙي بيهڻ. ۽ هن پت جو اهو نالو رڌڻ واري جي بيهڻ واري نموني تان پيو آهي. هن پت کي رڌڻ مهل، پت تي باربل چلهہ مٿان پت جو ديگڙو رکي، عورت کي گوڏ پائي (جيڪا هتي جي عام ڊريس آهي) ديگڙي مٿان تنگون ڦاڙي بيهڻ کپي. جيئن عورت جي جسم جي خوشبوءِ خشڪن چانورن ۾ اچي وڃي.

ناسي ڪانگ ڪانگ جي رڌڻ جي هن روايتي ترڪيب لاءِ چيو وڃي ٿو تہ محبوب کائيندي ئي اچي رڌڻ واريءَ جي قدمن ۾ ڦهڪو ڪندو آهي.

اهو ڪيتري قدر سچ آهي ان لاءِ ڪنهن هڪ عورت به نه مڃيو ته آيا مرد کي هٿ ڪرڻ لاءِ هن واقعي ڪانگ ڪانگ وري نموني سان بيهي پٽ رڌيو.

(انهن نون عاشقن لاءِ، جيڪي هي مضمون پڙهي متان ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن، اهو چتاءُ ضروري آهي ته ٻاڦ هڪ تمام طاقتور شيءِ آهي، جنهن جي زور تي جيمس واٽ ريل گاڏي هلائي ڇڏي ۽ ٻاڦ متان ڪانگ ڪانگ پوزيشن ۾ بيهي پٽ رڌڻ سان ٻاڦ نه فقط پٽ کي پر بيٺل جي جسم کي به رڌي سگهي ٿي.)

بهرحال محبوب کي قبضي ۾ ڪرڻ لاءِ ناسي ڪانگ ڪانگ کان وڌيڪ سولو ڏس چوچوڪ هَدنگ (Chcuk-Hidung) آهي جنهن جي لفظي معنيٰ نڪ ٽوپڻ يا مينهن جي نڪ مان رسو لنگهائڻ آهي - جنهن بعد ڪيس جيڏانهن وٺناوَ تيڏانهن ڇڪيوس. مينهن جي ته ڇا مجال پر سَانُ به توهان جي پٺ وٺي هلندو. ٻين لفظن ۾ بقول اڙدو شاعر جي: کچے دھاگے میں بندھے آئیں گے سرکار میرے.

'چوچوڪ هدنگ' لاءِ اوسي پاسي جي ڪنهن بومي وٽ وڃڻو پوندو آهي. هتي جي بئنڪ جي هڪ اڪائونٽنٽ ڇوڪري نُور زيتون پنهنجي يار کي قبضي ۾ ڪرڻ جو مون سان نه فقط ذڪر ڪيو پر پر واري ڳوٺ ڪمپونگ 'آير ملوڪ' جي هڪ بومي وٽ پڻ وٺي هلي.

بومي لفافي مان هڪ ڪاري رنگ جي پائوڊر جون چار پنج چپٽيون ڪڍي ان تي ڪجهه منتر شنتر شوڪاري، هن کي ٻڌايو ته اهو پائوڊر ليمي جي وڻ جي پن کي ساڙي ٺاهيو ويو آهي جنهن تي جادو تمام گهٽي عرصي لاءِ اثر ڪري ٿو. منتر پڙهڻ وقت زيتون کان سندس محبوب جو نالو پڻ پڇي ان پائوڊر تي ٽي دفعا شوڪاريو.

اهو پائوڊر ٿورو ٿورو ڪري ڪارائڻو پوندو آهي. ان لاءِ بهتر طريقو اهو آهي ته همراهه ماني کائڻ جي ڪري ته ٻوڙ متان ٻرڪي ڏجيس ۽ جي ماني کائڻ لاءِ راضي نه ٿئي ۽ فقط ڪجهه پيئڻ چاهي ته ليمي جي شربت متان وجهي ڏجيس. پڇڻ تي ٻڌائجيس ته ڪارا مرچ اٿئي. يا اڃا به سٺو ۽ حفاظت وارو طريقو ڪافيءَ ۾ ملائي ڏيڻ ۾ آهي. (ڇو جو ملئي ماڻهو بنا کير واري ڪاري ڪافي پيئن ٿا. ان ۾ اهو ڪارو ٻورو نظر به نه ايندو.)

ان چوڇوڪ هدنگ ۾ اثر آهي يا نہ پر نور زيتون تہ قسم کڻي اچ بہ ٻڌائي ٿي تہ اهو منتر پڙهيل پائوڊر کائڻ بعد نہ فقط محمد سفيان ساڻس جهٽ شادي رچائي پر شاديءَ بعد اچ بہ سال ٿي ويا آهن پر سندس چئي ۾ اڻين آهي جيئن آفريڪا جو رڇ ناڪيلي پوڻ سان.

اڻين بہ نہ آهي تہ ملائيشيا ۾ رڳو عورتون جادو ٽيٽا ڪرائين ٿيون پر اهي مرد پڻ جن جو پنهنجي سونهن سوڀيا، عقل ۽ همت جو جادو نٿو هلي، سي ان قسم جي پڙهيل پائوڊرن جي جادوءَ تي ٽي پاڙين ٿا. پر اهو ضرور آهي تہ ملائيشيا جي هن رياست ملاڪا ۾ - جتي آئون رهان ٿو، ان ۾ اهي ڪم عورتون گهٽو ڪن ٿيون. ٿي سگهي ٿو تہ ان جو اهو بہ سبب هجي تہ ملاڪا رياست ۾ مرد کان وڌيڪ عورت جي وڏي اٿارٽي آهي ۽ شاديءَ بعد مرد عورت جو مطيع ٿي رهي ٿو. صدين کان هلندڙ رواج موجب ملاڪا رياست ۾ شاديءَ بعد ڪنوار گهوٽ جي گهر نہ ويندي آهي پر گهوٽ ٽپڙ کڻي اچي ڪنوار جي گهر رهندو آهي. ان ڪري ٻين رياستن جا ڇوڪرا جيڪي ملاڪا رياست ۾ پڙهڻ يا نوڪريءَ لاءِ ايندا آهن سي ملاڪا جي ڇوڪرين کان ڪن هٽندا آهن. هڪ ٻئي کي خبردار ڪندا آهن تہ متان ڪنهن ملاڪا جي ڇوڪريءَ سان عشق ڪيو اٿانوَ. مائٽ مٽ ڇنائي ڇڏيندانوَ. (ڇو جو پوءِ ڇوڪري کي سهري جي گهر اچي رهڻو پوندو آهي ۽ طلاق ڏيڻ مهل ڪيس هٿين خالي ُزال جو گهر ڇڏڻو پوندو آهي.) ان ڪري اسان جي آفيسن ۾ ڪنهن ڇوڪريءَ جي شادي ٿيندي آهي تہ نوڪري نہ ڇڏيندي آهي جو هن کي تہ اتي ئي رهڻو پوندو آهي. نوڪري سندس مڙس ڇڏي، زال جي شهر ۾ ٻي نوڪريءَ جي اچي ڳولا ڪندو آهي.

بهرحال ملاڪا ۾ رهي نہ فقط ڪيلا کائڻ کان خبردار رهجي پر ڪنهن جي گهر وجي بوڙ يا ڪافي پڻ خبرداريءَ سان پيئڻ کپي جو ٿي سگهي ٿو تہ ان ۾ ڪارا مرچ نہ پر ليمي جي پَن جو پڙهيل قلهير هجي - يا اجا بہ قلهير کان بہ خراب شيءِ ڇوڪريءَ جي جسم جي ڏوڙ پيل هجي - جنهن جادوءَ کي هتي ٻئات جمپي (Buat - Jampi) سڏجي ٿو.

مٿئين ٽوٽي لاءِ ڇوڪري لڳاتار بہ ٽي هفتا هڪ ئي وڳو پائڻ بعد ڪنهن ٽب جي سوراخ تي سنهي جاري رکي ڪپڙن سوڏو وهنجندي آهي،

جيئن پاڻي تہ ان ڄاريءَ مان نڪري وڃي باقي جسم ۽ ڪپڙن جي ڌوڙ ان ڄاريءَ تي رهجي وڃي. پوءِ اها مٽي سڪائي بورو ڪري بومي ڪان ان مٿان منتر پڙائي پنهنجي دل گهرئي کي کاڌي ۾ ملائي کارائيندي آهي.

انهن شين کان علاوه منتر ۽ ڪاري جادوءَ لاءِ ماهواريءَ جي رت جو پڻ استعمال بڌڻ ۾ اچي ٿو. ماهواريءَ جي رت جو ڦڙو لڱل گوڏ (سرونگ)، عورتون لڪائي رکن. پوءِ ان کي جنهن پاڻيءَ ۾ ڌوئين ان ۾ ئي ڄانور يا ٻئي کاڌي يا ميوي کي ڌوئي مڙس/ يا محبوب کي پنهنجو ڪرڻ لاءِ کارائين.

محبوب کي هٿ ڪرڻ لاءِ محبت جو تيل مناڪ پينگاسيح (Minyak Pengasih) پڻ هڪ عام نسخو آهي. تعويذ لکندڙ ۽ منتر پڙهندڙ بومو (Bomoh) چوڏهين جي 'سڄي چنڊ' واري رات جو پلٽ ماري ڪٻيءَ ۾ پيل تيل تي ڪجھ منتر پڙهندو آهي. عورت کي اهو تيل نرڙ تي هڻي بومي کان پڌايل ڪجھ شوڪارا پڙهڻا پوندا آهن. هي جادو اهڙو يڪ ٽڪ آهي جو محبوب سڄي دنيا جون عورتون وساري ڇڏيندو - سواءِ نرڙ تي تيل مکي شوڪارا پڙهڻ واريءَ جي. پر اهو ضرور آهي تہ تيل هڻڻ واري ڪجھ ڏينهن لاءِ ڪنهن اهڙي گهر ۾ نہ وڃي جتي ڪو ويجھڙائيءَ ۾ مري ويو هجي ۽ نہ ڪپڙن سڪائڻ واري رس هينان هلي.

ان قسم جا شرط شروط بومو وجهي ٿو جيڪي حقيقت ۾ بومي جي فائدي لاءِ آهن، جيئن سيان ڪنهن عورت جي مراد پوري ٿئي تہ لئہ بومي جي ۽ جي ڪم نہ ٿئي تہ ڏوھ عورت تي ئي ٿاڦيو وڃي تہ هوءَ ضرور بي خياليءَ ۾ ڪنهن ڪپڙن سڪائڻ واري رس هينان لنگهي هوندي. يا ضرور هوءَ ڪنهن اهڙي گهر ۾ ويئي هوندي جنهن ۾ ڪو ماڻهو مري ويو هوندو.

ڪيترين ئي پراڻين ملئي فلمن جي هيروئنن لاءِ ڳالهيون مشهور آهن تہ هنن جي سونهن جو جادو فلاڻي يا فلاڻي بومي کان مليل تعويذ، پڙهيل پاڻي يا پائوڊر کان آهي.

جهڙيءَ طرح سان پنهنجي يار، دوست، محبوب کي پنهنجو ڪرڻ جا جادو آهن تهڙي طرح پنهنجي مڙس يا ڦاٿل محبوب کي هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ کان روڪڻ لاءِ ملائيشيا ۾ منتر ۽ تعويذ پڻ عام آهن. ان لاءِ بومي وٽ هن جو استعمال تيل ڪچو ڪٽي وڃڻ ضروري آهي. بومو ڪجھ منتر پڙهي

ڪچي جي اڳئين حصي کي ڪنهن نوڙيءَ سان ڳنڍ ٻڌندو آهي. يعني هو ائين ڪرڻ سان هن جي خاص عضون کي سوگهو ڪري ٿو. پوءِ سندس زال اهو ڪچو گهر جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ ڪڏ ڪوٺي پوري ڇڏيندي آهي، جيئن مڙس جي مڙسي فقط گهر ۾ ئي رهي.

هڪ عورت جنهن بابت ٻين کي خبر هئي ته هوءَ بومي وٽ ان جادوءَ لاءِ ويئي هئي، تنهن ٻڌايو ته هوءَ ان جادوءَ جي سچي هجڻ جي پڪ ڏيئي نٿي سگهي جو پهرين ڏينهن ئي سندس پاليل ڪتي ڪڏ کوٽي اهو ڪچو ڪڍي ڦاڙي اڳڙيون اڳڙيون ڪري ڇڏيو.

هونءَ انهيءَ جادوءَ لاءِ بومي طرفان عورتن کي سخت تاڪيد ڪيل هوندي آهي ته هو ڪچي کي اهڙي هنڌ ڪڏ کوٽي پوري ڇڏين جتي هو - يعني گهر وارو (۽ نه گهر جو ڪتو) هرگز ڏسي نه سگهي.

جيڪڏهن ڪنهن عورت جو مڙس گوڏ يا پتلون تي ڪچو نٿو پائي يا هن جو ڪچو حاصل ڪرڻ ۾ ڪيس خوف خطرو آهي ته هن لاءِ ڪا دنيا ختم ٿي ويل نه سمجهڻ کپي. مڙس کي وفادار - ڪتي جهڙو، چئيوان - ڪمپيوٽر جهڙو ناهڻ لاءِ، ملائيشيا جي بومن وٽ ٻيا به طريقا آهن. جن مان هڪ بنتانگ ڪلادي (Bantang - Keladi) آهي.

نالي مطابق هي جادو بومو پام ٻوٽي جي ڏنڊيءَ تي پڙهي ڏيندو آهي. سوالي عورت پنهنجي مڙس جي ماپ جو ڏنڊڻ وڍي بومي وٽ پهچندي آهي. (اها ڄاڻ نه پئجي سگهي ته اها ماپ ڪهڙي وقت جي هجڻ کپي.) بومو ان ڏنڊڻ تي ڪجهه جادو منتر پڙهي پوءِ ٻن سرن کي چلهه وانگر بيهاري انهن جي وچ ۾ اهو ڏنڊڻ ڦاسائيندو آهي. يعني همراهه جا خاص عضوا ٽيا هڪ هنڌ سوگها. ۽ هاڻ هو ڪنهن ٻئي هنڌ لوٽو به گهمائي نٿو سگهي - سواءِ ان عورت ڏي جنهن ان جادوءَ لاءِ بومي کي خرچ پکو ڏنو.

بنانگ ڪلادي نه ملي سگهي ته ان جادوءَ لاءِ جمبو - يعني زيتون جي وڻ جي ناري به استعمال ڪري سگهجي ٿي. پر زيتون جي ڏنڊڻ کي سرن جي وچ ۾ سوگهو جهلڻ بدران سنهي منهن واري شيشيءَ ۾ وجهي سازيو ويندو آهي. پوءِ ان ڦلهبر کي واريءَ ۾ پوري ڇڏبو آهي.

جنهن ماڻهو ان جادوءَ بابت مونکي ٻڌايو تنهن پاڻ قسم کڻي چيو ته هن

پنھنجي مڙس تي اھڙو جادو نہ ڪرايو آھي پر سندس ھڪ ساھيڙيءَ 'ڪمپونگ پنتائي' ڳوٺ جي بومي کان جادو ڪرايو ۽ ان ڏينھن کان وٺي مڙس ھر جمعي رات ائين حاضري پري ٿو جيئن ڪو عقيدتمند ڪنھن پير جي درگاھہ تي.

اھي سڀ جادو ۽ ٽوٽا ڦيٽا نہ لڳن تہ ڪٽ لڳل ڪوڪن کان بہ ڪم وٺي سگھجي ٿو. مڙس کي پنھنجي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ چيو وڃي ٿو تہ ڪٽ لڳل ڪوڪا ٽي دفعا مڙس جو نالو وٺي ڪنھن چوواٽي تي ھڻي اڇڻ سان بہ ھي جانور سڌري سگھي ٿو.

انھن ٽوٽڻ ڳنڍڻ کان علاوه ٻيا بہ ڪيترائي جادو منتر ۽ ڪارا جادو چيا وڃن ٿا. اھي سڀ نہ فقط ملائيشيا ۾ پر ھر انھيءَ سوسائٽيءَ ۾ قائم دائم رھندا، جنھن جا باشندا وھمي ۽ ايمان جا ڪچا ھوندا. لوپي ۽ وسوڙيل ماڻھن جا ڪچا عقيدا اتي جي نگ، جادوگرن ۽ بومن کي صحتمند بنائين ٿا. ھتي يجي حڪومت سادن ۽ سباجھڙن ڳوناڻن کي انھن بومن جي چنبن کان نجات ڏيارڻ لاءِ اڄڪلھہ پوري ڪوشش ڪري رھي آھي - ڏسجي تہ ڪيترو جلد ھو سمجھي سگھن ٿا.

# پڪين جون ڇيپون ۽ رڇ جا ڪُرَ

اسان بدڪن کي پهريون دفعو حيدرآباد جي چڙيا گهر ۾ ڏٺو. سنگاپور اچي خبر پئي ته ڪڪڙين وانگر بدڪن کي بہ کائبو آهي. ڪوريا، جپان، سنگاپور، ملائيشيا ۽ ٿائيلنڊ جي چيني هوٽلن ۾ ڪُنل، مسالي لڳل، پڪل تريل، مڇين وانگر لوٽائيل ۽ سڪل بدڪن جون مختلف قطارون ڏسي پهرين ضرور تعجب لڳو هو.

اهڙيءَ طرح گراهڪن جي کائڻ لاءِ بيلجم جي هوٽلن ۾ ڏيڏر، هانگ ڪانگ جي هوٽلن ۾ جيئرا جاڳندا نانگ ۽ آڪٽوپس ڏسي شروع جي ڏينهن ۾ حيرت ٿيندي هئي ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ هوٽلن جي اڳيان بيهي گراهڪن کي ڏسندا هئاسين ته هو زنده نانگن يا مڇين جي ڪيئن ٿا چونڊ ڪن. ڪاسائي ڪيئن ٿو انهن کي وڍي ڪٽي، بورچي ڪيئن ٿو تري ۽ ٻٽرو خومچي تي سجائي گراهڪ اڳيان ڪيئن ٿو پيش ڪري.

گراهڪ جي خوشيءَ لاءِ جيئريون شيون، سندس چونڊ مطابق وڍي، ڪَٽي، تري ڏيڻ هاڻ دنيا جي ڪيترين ئي هوٽلن ۾ عام ٿي ويو آهي – خاص ڪري هن پاسي ڏور اوڀر جي ملڪن: ٿائيلنڊ، ملائيشيا، سنگاپور، تائيوان، هانگ ڪانگ، انڊونيشيا ۽ فلپين ۾.

ان تان هڪ ڪارٽون ياد پيو اچي تہ هڪ پوڙهو جوڙو اهڙي هوٽل ۾ مانيءَ لاءِ آيو، جنهن ۾ جيئرا نونٽ جيڏا گانگٽ (Lobster) رکيل هئا. زال پنهنجي پسند تي انهن مان هڪ ڪٽڻ چاهيو ٿي پر پاڻيءَ ۾ ٿورو هٿ وجهي وري ڊجي ٿي ويئي. مڙس جيڪو انتظار ۾ بيهي بيهي ٿڪجي پيو هو ۽ ڪانئس سندس ڪراڙي زال جا اهي نوان نخرا سَنا نہ پئي ٿيا تنهن نيٺ چڙ ڏيندي چيس: "ڊج نہ. ڪائيندءِ ڪونہ. تو جهڙيءَ کي چڪ هڻڻ لاءِ هن کي بہ دفعا سوچڻو پوندو."

ڪن هوٽلن ۾ گراهڪ پاڻ سان ڪڪڙيون ڪٺي ايندا آهن. جتي ٻٽرو

انهن کي ڪُهي. رڌي پچائي سندن اڳيان پيش ڪندو آهي. ڪائنن رڳو رڌ پچاءِ ۽ سروس جا پئسا ورتا ويندا آهن. اسان جو هڪ ملئي دوست تہ وڏي واڪي چوندو آهي: ”مونکي هوٽلن جون اهي سڪل ڏبريون ڪڪڙيون وٺن ڪونہ. آئون جڏهن بہ يارن کي هوٽل ۾ ماني کارائڻ ويندو آهيان تہ پنهنجي تانيل ٿلهي متاري ڪڪڙ کڻي ويندو آهيان.“

جيتوڻيڪ اسان جي حساب سان سندس اهڙي ڪڪڙ پوڙهي سڏي ويندي آهي، جيڪا ٽن پاڻين ۾ پچڻ بعد بہ ڪچي هوندي آهي. ڪوالالمپور جي بہ ڪيترين هوٽل ۾ در وٽ مڇين سان ڀريل شيشي جا حوض رکيل ملندا. گراهڪ اچڻ سان پنهنجي پسند جي مڇي تاڻي، پوءِ پاڻهن جا ڪف ڪنجي، ان کي جهلي بئري جي حوالي ڪندو آهي.

هڪ دفعي پينانگ ۾ اسان جو ملئي دوست ڪٿان بہ تتر ڦاسائي آيو. پچرائڻ لاءِ هوٽل ۾ وياسين. بئري ڇلي تري آڻي اڳيان رکيا. گيهہ، مرچ مسالن ۽ خدمت جا فقط ٽي ڊالر ڏيڻا پيا. ڳالهہ واهہ جي وڻي تہ هن پاسي جي هوٽلن ۾ اهو سنو سک آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن اهڙين هوٽلن مان نقصان پڻ آهن.

ڳالهہ ٿا ڪن - خبر ناهي حقيقت آهي يا لطيفو - تہ تائيوان جي هڪ اهڙي هوٽل ۾ آمريڪن ٽوئرسٽ جوڙو مانيءَ لاءِ آيو. ساڻن گڏ ننڍڙو Poodle ڪتو هو جيڪو پڻ بکايل هو ۽ هيڏانهن هوڏانهن جهٽ هڻي رهيو هو. سو هنن چيني بئري کي سڏي گراهہ کائڻ جو اشارو ڪري انگريزيءَ ۾ چيس:

"Dog wants to eat, can you?"

يعني ڪتو ڪجهہ کائڻ ٿو چاهي. تون کاڌو ڏيئي سگهندين.

بئرو پنهنجي پر ۾ ڳالهہ چڱيءَ طرح سمجهي مندم کان ڪتو وٺي 'No Problem' - ’ڪا وڏي ڳالهہ ناهي‘ چئي رڌڻي ۾ گهڙي ويو. ٿوري دير بعد آمريڪن اڳيان ماني آئي، جن کائي ڏؤ ڪيو. اٿڻ مهل جڏهن پنهنجي پالتو ڪتي جي پڇا ڪيائون تہ بئري تعجب منجهان وراڻيو: ”اهو کاڌو جو؟“

دراصل بئري سمجهيو تہ گراهڪ پڇن پيا: ”ڪتو کائڻ چاهيون ٿا، اهو ڪم ڪري سگهندين؟“ ۽ هو وڏي هام سان ’نو پرابلم‘ - ’ڪو مسئلو ناهي‘ چئي ان کي رڌي پچائي کڻي آيو.

اهڙي معاملي ۾ چيني سڀ کان اڳڀرا آهن. رڌ پچاءَ جي ڪم ۾ ويرم نہ ڪندا. سنگاپور جي هڪ هوٽل ۾ ٻن چيني بورچين جو مقابلو ٿيو هو تہ ڪير جلدي ڪڪڙ کهي، چلي، ودي، تري، پليٽ ۾ رکي گراهڪ اڳيان پيش ڪري ٿو. کٽڻ واري بورچيءَ ان سڄي آپريشن لاءِ فقط ٽي منٽ ورتا. ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ هن گرم گيهہ جي ڪٽيي ۽ ٺهڪندڙ پاڻي اڳواٽ تيار رکيو. سيٽي وڄڻ تي جيئري ڪڪڙ کي ان ٺهڪندڙ پاڻيءَ ۾ ٻہ ڪن غوطا ڏيئي اڌ جيئري حالت ۾ کل لاهي وڏي ڪات سان ٽڪرا ٽڪرا ڪري گرم گيهہ ۾ وجهي هڪدم تري ڪٽي پليٽ تي رکيائين. ان مقابلي جي فلم وري ٽي ويءَ تي بہ ڏيکاريائون. بي زبان جانورن سان همدردي ڪندڙ ناظرين کي اها ڳالهہ ٻڪ پسند نہ آئي هوندي.

کائڻ جا شوقين ماڻهو ننڍ ۽ پلو کائڻ لاءِ سنڌ ۾ ايندا آهن يا ڳائي جي چاپ کائڻ لاءِ ڪوبي (جپان) ۾، پيزا ۽ اسپا گهيٽي کائڻ لاءِ اٽليءَ ۾، مي ۽ مرتباڪ کائڻ لاءِ ملائيشيا ۾.

هانگ ڪانگ ۽ سنگاپور جي ڪجهہ هوٽل وارن اهڙن شوقين کي دنيا جي مختلف ملڪن ۾ ڀٽڪڻ بدران پاڻ وٽ چکڻ ۽ ملڪ جي ٽوئرزم وڌائڻ لاءِ اهو سنو طريقو ڪڍيو آهي تہ هو پنهنجي کاڌي کان علاوه ڌارين ملڪن جون پڻ ڪجهہ خاص شيون Specialities رکن ٿا. اخبارن ۾ اڪثر اهڙا اشتهار ايندا آهن تہ اٽليءَ جي بهترين پيزا لاءِ هانگ ڪانگ جي فلاڻي هوٽل کي نہ وسارجو. تندوري نان ۽ چکن برياني‌ءَ لاءِ سنگاپور جي بلال هوٽل اچانوَ. ڪوبي اسٽيڪ لاءِ جپان وڃڻ بدران هانگ ڪانگ جي فلاڻي هوٽل ۾ اچو. فرينچ کاڌن جو شوق پورو ڪرڻ لاءِ فرانس وڃڻ بدران هانگ ڪانگ مان سستي شاپنگ بہ ڪريو تہ فلاڻي هوٽل ۾ فرينچ کاڌن جو ذائقو بہ وٺو.

ڪڏهن ڪڏهن تہ هوٽلن جا سياڻا مالڪ، کاڌي جو مينو مختلف ملڪن جي حاڪمن جي سٽ رچي دسترخوانن وارو پڻ پيش ڪن ٿا. جيئن شهنشاهہ بابر جو دسترخوان. جنهن ۾ هوٽل وارا ٽيبل تي اڦراٽا، نان، سڄو ڪڪڙ تندوري، چپلي ڪواب جهڙيون شيون سجائي رکندا آهن. يا عربن جو سؤ سال اڳ جو دسترخوان مهيا ڪرڻ واري هوٽل اٺ جو تريل گوشت، کير، ڪتل، گدرو ۽ نان وغيره رکندي آهي.

انهن مڙني ۾ نرالو ۽ مهنگو مينو ڪجهه سال اڳ هانگ ڪانگ جي هڪ هوٽل - ائمبسڊر آڇيو هو. ان مينو جو نالو ”چيني حاڪمن جو دسترخوان“ هو.

اخبار ۾ پوءِ آيو هو تہ اهو مينو کائڻ لاءِ ٻارهن جپاني شوقين ٽوڪيو کان ان مانيءَ جو جملي بل ايڪيهہ هزار آمريڪن ڊالر ڀري آيا هئا. هوٽل وارن ڪاڏي ۾ اهي مال تيار ڪيا جيڪي چين ۾ چنگ گهراڻي جا حاڪم پنهنجي دسترخوان تي کائيندا هئا. انهي ست رڃيءَ ۾ ٻين کاڌن کان علاوه هاٿيءَ جي سونڍ جو ٻوڙ، رڇ جا کُر ۽ ڏيڍ سؤ پکين جي چپن جو مکسڊ گرل پڻ شامل هو - جيڪو ان دور موجب سلڪ جي روايتي لباس ۾ چٽن ڇوڪرين ۽ چٽن ڇوڪر ٻٽرن پيش ڪيو. ٿائيلينڊ جي جهنگلن مان هاٿيءَ جي سونڍ هٿ ڪرڻ، مختلف هنڌن تان ايترا پکي گڏ ڪرڻ ۽ پوءِ ان سامان کي رڌي پچائي پيش ڪرڻ ۾ هوٽل وارن کي اٽڪل ٽي مهينا لڳي ويا هئا. هوٽل وارن ٻڌايو تہ رڳو رڇ جي کرن کي کائڻ لائق بنائڻ لاءِ ديڳڙي ۾ ٽي ڏينهن رڌڻو پيو هو.

دنيا ۾ سڀ ۾ عجيب کاڌا چينين جا آهن پوءِ اهي چيني ڪٿي پنهنجي اباڻي ملڪ چين ۾ هجن يا ملائيشيا، سنگاپور، هانگ ڪانگ، انڊونيشيا ۾. چيني ماڻهو هر ساهہ واري شيءِ کايو وڃي. چيني ٻاڻ ئي چرچي ۾ چوندا آهن تہ هو هر اها شيءِ کائين ٿا، جنهن کي چار ٽنگون آهن سواءِ ٽيبل ڪرسيءَ جي. هو هر اها شيءِ کائين ٿا جيڪا اڏامي ٿي. سواءِ هوائي جهاز جي.

اسانجي ملڪن جي ماڻهن کي هن پاسي - خاص ڪري چين، هانگ ڪانگ ۽ ڏور اوڀر جي ٻين ملڪن ڏي. هوٽلن ۽ کاسائين جي دڪانن تي ڪتا ۽ پولڙا ڪُسندا ڏسي تعجب لڳي ٿو. سوئر تہ يورپ ۽ آمريڪا جي ملڪن ۾ بہ عام آهن پر ڪتن، پولڙن ۽ نانگن جو رڌ پچاءُ هن پاسي عام آهي. ملائيشيا ۾ ڪتن جي ڪوس تي شايد منع آهي. سوئر جي گوشت لاءِ بہ هر مارڪيٽ ۾ ڳئون ٻڪري جي گوشت جي مارڪيٽ کان هيءَ مارڪيٽ ٿوري پاسيري ۽ ڍڪيل رکي وئي آهي. سوئر جي ڪلٽي عام Transport تي بہ منع آهي. ترڪن وارن کي ملائيشيا جي حڪومت طرفان چيل آهي تہ سوئر

ڪٽڻ مهل ترڪن کي ڪپڙي سان ڍڪي پوءِ هڪ شهر کان ٻئي شهر هلو. (پوءِ اها ٻي ڳالهه آهي تہ ڪيترا دفعا ملاڪا ڪوالالمپور هاءِ وي تي ڪڏهن ڪڏهن بنا ڪور جي ترڪون سوئر ڍوئينديون نظر ايندبون آهن. پولڙن جو ڪوس ڪن ڪن شهرن ۾ ڪن خاص هنڌن تي هلي ٿو. شروع جي ڏينهن ۾ (1983ع ۾) ۽ آن ڪان اڳ جڏهن جهاز تي اچبو هو تہ ڪوالالمپور جي چوڪٽ (Chow - Kit) واري علائقي ۾ پولڙن جو گوشت وڪامبو هو - خاص ڪري انهن جو ميڄالو وٺڻ لاءِ چيني بيتاب هوندا هئا. جيئري پولڙي کي هڪ اهڙي سوڙهي پڃري ۾ ويهاربو ويو ٿي جنهن جي ڇت تي ننڍيل گول سوراخ مان پولڙي جو اڌ کن مٿو ٻاهر نڪري اچي. پوءِ گول ڦرندڙ تيز ڪپ سان هن جي مٿي جي چوڏاري ڇيهڪ ڏئي سندس ميڄالو ڪڍيو وڃي ٿي. 1968ع - 1969ع ۾ چين جي شهر سئم ڪانگ جي مارڪيٽ ۾ اهو ڪم عام ڏٺو سين. بهرحال ملائيشيا ۾ هاڻ پولڙن جي مارڻ تي بندش پوڻ ڪري سندن ڪوس نظر نٿو اچي. باقي نانگ، نوريئڙا ۽ ڪُميون ملائيشيا جي ڪيترن ئي شهرن جي چيني هوٽلن ۾ عام وڪامن ٿيون.

چين ۾ (ويندي هانگ ڪانگ ۾) ڪتن جو گوشت عام وڪامي ٿو، سواءِ انهن هنڌن تي جتي مسلمانن جي گهڻائي آهي - خاص ڪري پاڪستان جي مٿان واري چين جي حصي ۾ جتي چينين جي مئجارٽي مسلمان آهي. يا هيڏانهن چيني سمنڊ واري پاسي جي ڪجهہ شهرن ۾ - خاص ڪري دئرين بندرگاهہ ۾ سوئر بہ نظر نہ آيو.

اڄڪلهہ آمريڪا ۽ ٻين حڪومتن جو ڏکڻ ڪوريا تي دٻاءُ وڌي رهيو آهي. (جتي ايندڙ سالن ۾ اولمپڪ رانديون ٿيڻ واريون آهن) تہ ڪتن جو هوٽلن ۾ وڪرو بند ڪيو وڃي. ڪتا تہ چين، هانگ ڪانگ ۽ تائيوان ۾ بہ ڪاڌا وڃن ٿا پر جنهن نموني سان ڪوريا جي هوٽلن ۾ ڪتن جو ڪوس هلي ٿو، ان مان ظلم جي جهلڪ ملي ٿي. ڪوريا جي هوٽلن ۾ گراهڪ لاءِ ڪتو کهي گوشت پچائڻ لاءِ بهرين هن کي ڏنڊن سان ماريو وڃي ٿو. ائين ڪرڻ سان هنن جو چوڻ آهي تہ ڪتي جو گوشت ٽينڊر (نرم) ٿئي ٿو. هونءَ ڪنهن بہ گوشت کي نرم ڪرڻ لاءِ اسان وٽ ڪچي پپئي سان گڏ رڌيو وڃي ٿو يا آسٽريليا جهڙن ملڪن ۾ ڪنهن بہ جانور کي ڪهڻ کان اڳ ڪچي

پيئي جي جيوس جي انجيڪشن لڳائي وجي ٿي. پر ڪوريا ۾ گوشت ٽينڊر ڪرڻ لاءِ هي عجيب ۽ ظالماڻو نمونو آهي. جيڪو اولمپڪ وارن ڏينهن ۾ ڏکڻ ڪوريا جي حڪومت کي دنيا اڳيان شرمندو بنائي سگهي ٿو. ذرا تصور ڪريو دنيا جي ملڪن جا رانديگر ۽ تماشبين ڪوريا جي شهر سيول ۾ گهمڻ وقت هوٽلن جي پنيان موچڙن لڳڻ ڪري ڪتن جا ڪوڪڙات ٻڌي ڏکڻ ڪوريا لاءِ ڇا اثر وٺندا.

چين ۽ ڪوريا جي پهرين Voyage (سفر) ۾ مون پنهنجي ڪليگ انجنيئر عبدالصمد کي چيو هو: "يار هي ڪهڙا ماڻهو آهن. جيڪي ڪتي جو گوشت ٿا وڪڻن."

عبدالصمد ٽوڪ واري انداز ۾ کلندي چيو: "پاڻ کان ته بهتر آهن. گهٽ ۾ گهٽ ڪوڙ ته نٿا ڳالهائين. ڪتي جو گوشت ڪتي جي نالي ۾ وڪڻن ٿا. پاڻ وانگر ٻڪري رڍ جي نالي ۾ ڪتي جو گوشت ته نٿا وڪڻن. ڍڳي ۽ مينهن جي نالي ۾ گڏهه جو گوشت ته نٿا وڪڻن."

(ياد رهي ته انهن ڏينهن ۾ نوابشاهه جي هڪ واقعي جي خبر سڄي دنيا ۾ مشهور ٿي هئي ته نوابشاهه کان گڏهن جو گوشت ڪراچيءَ ۾ بيف (ڳئون جي گوشت) جي نالي تي وڪامي ٿو).

# منهنجي زبان سک

بي بي سي لنڊن جي هڪ ٽي وي سيريز Mind your Language ايشيا، آفريڪا توڙي يورپ جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ڏاڍي مشهور ٿي هئي. ان ۾ مختلف ملڪن جي رهاڪن کي نائيٽ اسڪول ۾ انگريزي سڪندي ڏيکاريل هو. هڪ پروگرام ۾ هڪ عرب - جيڪو پاڻ تہ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جو گريجوئيٽ آهي ۽ سٺي انگريزي ڳالهائي ٿو، پنهنجي گلاسگو جي اسڪاٽ ڊرائيور کي ان اسڪول ۾ داخل ڪرائڻ لاءِ وٺي آيو، جيئن هو صحيح انگريزي ڳالهائڻ سکي، جيڪا سندس عرب مالڪ سمجهي سگهي.

گلاسگو ۽ اسڪاٽلينڊ جي ٻين شهرن جا رهاڪو انگريزي ڪجهہ مختلف لهجي ۾ ڳالهائين ٿا ۽ اسان جهڙن ايشين لاء انهن جي انگريزي سمجهڻ واقعي ڏکيو ڪم آهي.

اسڪول وارا جهجهي ناٽي جي آڇ تي ڊرائيور کي داخل تہ ڪن ٿا پر انگريزي سيکارڻ وارو سندن انگريز ماسٽر ان اڏ مغزي اسڪاٽ ڊرائيور کي انگريزي سيکارڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيو. نيٺ اسڪول جي پرنسپال بيزار ٿي عرب کي عرض ڪيو: ”سائين! هيئن چو نٿا ڪريو تہ هڪ ٻئي کي سمجهڻ لاءِ هو توهان جي انگريزي سکي ان ڪان تہ توهان گلاسگو وارن جي لهجي جي انگريزي سکو.“ ۽ پوءِ ٻئي ڏينهن کان لاچار عرب صاحب ڊرائيور جي لهجي واري انگريزي سکڻ ۾ لڳي ويو.

ملائيشيا پهچڻ سان مون سان بہ ڪجهہ اهڙي ئي جٺ ٿي. آچر (موڪل) جي ڏينهن گهر ۾ ڪم لاءِ ايندڙ پوڙهي ملئي مائيءَ کي انگريزي سکڻ لاءِ ڏاڍو چيم تہ هوءَ ٻگل سڱل ۽ غلط انگريزي ڳالهائڻ بدران ڪجهہ بهتر سکي وٺي، جيئن اسان هڪ ٻئي جي ڳالهہ چڱي طرح سمجهي سگهون. پر مجال آهي جو هوءَ ان ڏس ۾ ڪٿي ٿوري بہ ڪوشش ڪري. هڪ ڏينهن جڏهن گهڻو چيومانس تہ بيزار ٿي چوڻ لڳي:

"آئون سڄو ڏينهن ورڪ ڪريان ٿي. بزي بزي آهيان - انگريزي سکڻ جو نو ٽائيم. تون واندو ويٺو آهين. يو نو ورڪ. تون ڇو نٿو ڪٿي منهنجي ملئي زبان سکين؟"

اهو ٻڌي مون ڪٿي چپ ڪئي.

# ڪھڙو ڦر نئنسيءَ جو آهي!

ملائيشيا جي شهرن توڙي ڳوٺن ۾ رول ڪتو ورلي ڪو نظر ايندو. اهي ڳوٺ جن ۾ چيني رهن ٿا انهن وٽ ڪتا ضرور آهن پر پالتو. باقي ملئي ماڻهن جي ڳوٺن توڙي پاڙن ۾ رول يا پالتو ڪتا بنهه نظر نه ايندا.

ملئي ماڻهن جي ڳوٺن ۾ ڪتي نه هجڻ جو هڪ ته وڏو سبب اهو آهي ته هتي جا ملئي سڀ مسلمان آهن ۽ هو ڪتو پالڻ خراب سمجهن ٿا. ٻيو ته رول ڪتي مان بيماري پکڙي ٿي. چيني ماڻهو جيڪي ڪتي پالڻ جا شوقين آهن اهي به رول ڪتي کي برداشت نٿا ڪن. هتي جي شهرن ۾ جيئن ئي رول ڪتن جو تعداد وڌڻ لڳندو آهي ته ميونسپل وارا ان کي گهٽائي ڇڏيندا آهن.

چينين کان علاوه اهي انڊين (ڏکڻ هندستاني) جيڪي لڊانگ گيتاح (ربڙ جي پوک) ۾ ڪم ڪن ٿا يا ٻيلن ۽ جهنگلن ۾ رهن ٿا اهي پڻ چوڪيداريءَ خاطر ڪتو پالين ٿا. پر ڪتي پالڻ بابت هتي قاعدو قانون ايترو ئي سخت آهي جيترو يورپ، آمريڪا، جپان ۽ سنگاپور پاسي. يعني ان کي گهٽيءَ ۾ کليل ڇڏڻو ناهي جيئن اجايو ٻونڪي پاڙي واري جي آرام ۾ خلل نه وجهي، وقت اندر مقرر دوا جون سيون هڻائيون آهن، جيئن بيماريءَ کان ڪتو آجو هجي، وغيره.

باقي ملائيشيا ۾ ٻلا آزاد گهمندي ڦرندي نظر ايندا. نه فقط گوشت ۽ مڇي مارڪيٽن ۾ پر هوٽلن، هاسٽلن، رستن ۽ گهرن ۾ جام نظر ايندا. خاص ڪري ملئي ماڻهو کين وڏي چاهه سان پالين ٿا. اسان ڌارين ملڪن کان آيل همراهن کي جيڪي رهائش لاءِ گهر مليا انهن ۾ پهرين اسان جي آفيس ۾ ڪم ڪندڙ ملئي ماڻهو رهيل هئا جيڪي ويندي وقت پنهنجا ڪيترائي ٻلا ڇڏي ويا. انهن ٻلن ڏي ڪجهه ڏينهن ته نون آيلن جو ڌيان نه ويو پر پوءِ سڀ اچي تنگ ٿيا جو هو سڄي رات نه فقط گهٽيءَ ۾ مياؤن مياؤن ڪندا هئا پر پوءِ ڪاڏي لاءِ گهرن جون ڇاريون چڙهي اچڻ لڳا. يا در اڳيان رکيل ٻهر جي باردي هاري ڇڏيندا هئا. سڀ چوڻ لڳا ته اهڙا ٻلا پالڻ جو ڪهڙو ڪم هو جن کي پاڻ سان ڪٺي وڃڻ بدران اسان جي حوالي ڪري ڇڏيو اٿن. هڪ ڏينهن ڳٽياسين ته اسانجي پاڙي ۾ ننڍا وڏا پنجويهه ٿيا.

انهن مان جان چڏائڻ جو ڪم مون مٿي تي کنيو ۽ هفتي ڪن اندر ٽي ٽي چار چار ڀلا هر واري ۾ ڪار جي ڊڪيءَ ۾ وجهي پر واري ڳوٺ 'مسجد تاناح' جي مڇي مارڪيٽ ۾ ڇڏي آيس. پاڙي ۾ رهندڙ سيني سک جو ساهه کنيو. سيني واهه واهه ڪئي ۽ منهنجي پٺي ٺپري داد ڏنو.

ڪجهه ڏينهن بعد اسان جي پاڙي ۾ رهندڙ هڪ انڊين ڪئپٽن ڏياريءَ جي دعوت ڪئي، جنهن ۾ انهن ڪي ٻه گهرايائين جيڪي اسان وارن گهرن ۾ ڀهرين رهندا هئا (۽ ٻلا ڇڏي ويا هئا). انهن ۾ گهڻ ڳالهائو طاهرالدين ٻه هو. هو مانيءَ بعد هيڏانهن هوڏانهن جي لباڙ هٽي رهيو هو ته نچاڻ هڪ ڪن ڪٿيو ٻلو - جيڪو خبر ناهي ڪيئن رهجي ويو هو - سندس پيرن وٽان اچي لنگهيو. اتفاق وري اهڙو جو اهو ٻلو طاهر الدين جي پاليل فوج مان هڪ هو. پنهنجي ٻلي کي سڃاڻي ڪيس هنج ۾ ويهاريائين ۽ پيار سان هٿڙا گهمائي اسان کان پڇڻ لڳو:

"نئنسي ڪٿي آهي؟"

"ڪهڙي نئنسي؟" ڪئپٽن لين ريگو حيرت مان پڇيس.

"نئنسي! هن ٻلي جي مسز." ۽ پوءِ هيڏانهن هوڏانهن ان جي پونگڙن جي ڳولا جاري رکندي پڇيو: "اينڊ ويئر آر ٽائرو، جولين، جيري اينڊ ادر بئائز؟" (۽ ڪٿي آهن ٽائرو، جولين، جيري ۽ ٻيا نينگر؟) هاڻ ڪيس ڪهڙو جواب ڏيون ته تنهنجي انهن لاڏلن کي ڏيهه نيڪالي ڏيئي ڇڏيسين. ٿوري دير بعد وري ساڳيو سوال ڪيائين ته سڀ مون ڏي ڏسڻ لڳا.

پر ۾ وينل ڪئپٽن لين ريگو ۽ ڪئپٽن نندڪر کي اک پڃي اڙدوءَ ۾ چيم: "بيلي ڏاها ٿيو. ڳالهه تاري ڇڏيو. ٻلا وڃي مسجد تاناح ڳوٺ جي مڇي مارڪيٽ ۾ سکيا ٿيا. اجايو هن ملنگ ڦڏو کيو ته هن وقت ڪٿان ايندا اهي ٻلا؟" تڏهن وڃي بچ بچاءُ ٿيو. نه ته هن پنهنجي پر ۾ ٻه درزن ٻلن جو تحفو ڇڏي اسان تي وڏو احسان ڪيو هو ۽ هاڻ وٺو هو انهن ٻلن جي انڪوائري ڪرڻ.

طاهر الدين جڏهن اُٿيو ته ڪئپٽن لين ريگو ٻه خارن مان چيو: "ڪانئس ڪير پڇي ته تحفي ۾ هڪ يا ٻه ٻلا ڏبا آهن يا يڪا پنجويهه ٿيهه - سي ٻه هڙيئي ميڊيڪلي Unfit! کي ڪن ڪٽيل ته ڪي پڇ ڪٽيل. ۽ هيڏي ڏڻ پونگڙن ۾ اسان کي ڪهڙي خبر ته ڪهڙو ڦر نئنسيءَ جو آهي ته ڪهڙو ڦر فئنسيءَ جو-!"

# اهڙي شاديءَ مان ڪهڙو فائدو؟

ملائيشيا جي سڀ کان گهڻو هلندڙ انگريزي اخبار ۾ ڪڏهن ڪڏهن اهڙيون به خبرون ڪليو ڪلايو اچيو وڃن جيڪي شايد اسان وٽ شام جي اخبارن ۾ به ائين شد مد سان نه اچن.

تازو ڪالهه جي اخبار ۾ هتي جي خبر رسان ايجنسي - 'برناما' جي حوالي سان هڪ خبر ڏنل هئي. عنوان هوس: "ٻلي جي چڪيل ماڻهوءَ جي صحت ۾ سڌارو." خبر ڪجهه هن ريت هئي:

تائيپنگ (شهر جو نالو) سومر، 35 سال عمر واري هڪ همراهه جي حالت هاڻ سڌري رهي آهي، جنهن جي ذاتي عضون کي ڪمپونگ توپائي ڳوٺ ۾ چنچر ڏينهن هڪ ٻلي چڪي وڌو هو. سندس هڪ ويجهي مائٽ ٻڌايو آهي ته هن جي حالت هاڻ گهر ۾ ئي سڌري رهي آهي. هن اهو به ٻڌايو ته گهر جا ڀاتي ان پالتو ٻلي کي هرگز نه ڪڍندا جو اهو سانحو هڪ حادثو چئبو، جنهن ۾ غريب ٻلي جو ڪوبه ڏوهه ناهي. هن ٻڌايو ته اهو 'تومپاڪ' نالي وارو ٻلو ڏيڍ سال کان هن گهر ۾ پالتو جانور وانگر رهندو اچي.

اهو قصو هن ريت ٿيو ته همراهه گوڏ پائي منجهند جي وقت ستو پيو هو ته هوا جي زوردار جهوٽي تي سندس گوڏ مٿي کڄي ويئي. تومپاڪ ٻلو جيڪو پير ۾ ئي وينو هو، خبر ناهي ڇا سوچي، لامارو ڏيئي ڪٽي سندس خاص عضوي کي چڪ پاتو. ان بعد همراهه کي بيهوشيءَ جي حالت ۾ امالڪ پير واري اسپتال ۾ پهچايو ويو - 'برناما' (خبر رسان ايجنسي).

اها خبر جيئن ته پهرين ئي صفحي تي نمايان طور ڏنل هئي ان ڪري آفيس ۾ پهچڻ سان هرهڪ جي نظر مان گذري. ۽ پوءِ ڏهين ٻجي چانهه تي سيني جي وات تي اها ڳالهه هئي. اسان واري سک ڪئپٽن چيو ته اهو جانور "پالتو" نه چئي سگهجي. پالتو جانور پنهنجي مالڪ کي ڪڏهن به نقصان نه رسائيندو آهي.

سريلنڪا جي ڪئپٽن چيو: "ٻلي ڪان تہ ڪتو پالجي جيڪو واقعي وفادار ۽ انسان دوست جانور آهي."

تنهن تي پوڙهي برمي ڪئپٽن چيو: "بابا ڪيئن ٿا چئو تہ اهو پالتو ٻلو همراهہ جو خير خواهہ نہ هو. هوا ۾ گوڏ ڪڇڻ تي ٻلي ڪي ڪھڙي خبر تہ اهي تيز سندس مالڪ جا آهن. تي سگهي ٿو تہ هن ٻهريون دفعو ڏسڻ سان سمجهيو هجي تہ ڪو ڪوئو، سانڊو يا ڪا ٻي بلا هجي. سو مالڪ جي جان بچائڻ لاءِ هن يڪدم ڪٽي ان تي حملو ڪيو. سو ٻلي جو ڪھڙو ڏوهہ."

سڀ اچي ڪل ۾ پيا. سڪ ڪئپٽن سڀ ڪان وڏا ٺهڪ ڏيندي آهستي چيو: "پوءِ تہ چڱو جو همراهہ ڪتو نہ پاليو نہ تہ ان جا چڪ رسنس ها تہ حالت سڌرڻ بدران بئي جهان ۾ هجي ها."

ڪانفرنس روم ۾ آياسين تہ اسان جو ڪليگ - هتي جو چيني انجنيئر مسٽر لائو سينگ پنهنجي هڪ ملئي دوست آفيسر کي فون ڪرڻ ۾ رڌل هو. پاڻ بہ اخبار ۾ اها خبر پڙهي چڪو هو تڏهن تہ جيئن ئي ملئي همراهہ فون کنيو تہ مسٽر لائوءَ کلندي چيس:

"انچڪ (مسٽر) يوسف! سپان ڪان سرونگ (گوڏ) ٻڌي نہ سمهجانءِ."

جواب ۾ هن تہ الاهي چا وراٽيس پر لائوءَ چيس: "بهرحال جي پاڻ جهڙو ٺلهو ٻلو نہ پاليو اٿئي تہ پوءِ پلي سرونگ پائي سمهجانءِ."

ان سان ڳالهائي بس ڪيائين تہ اسان سان گڏ ٻينل فزڪس جي هڪ ملئي ليڪچرار کي راز واري انداز ۾ چيائين: "انچڪ محمد صالح گوڏ پائي سمهڻ مهل هاڻ تون بہ خيال رکجانءِ - خاص ڪري جي تکي هوا ۽ جهڪ لڳي رهي هجي تہ."

"اسان ڪان وڌيڪ." هن وراٽيسن. "توهان چينين کي خبردار رهڻ کپي جيڪي ڪچا پائي سمهو ٿا ۽ وري پاليو بہ رڇن جهڙا ڪتا ٿا."

بهرحال سڄو ڏينهن اها خبر چرچي طور گشت ڪندي رهي - نہ فقط مردن ۾ پر آفيس ۾ ڪم ڪندڙ عورتن ۽ ڇوڪرين ۾ پڻ - خاص ڪري اهي ڇوڪريون شڪي ٿي رهيون هيون جيڪي آفيس ۾ بہ ملئي ڊريس - سرونگ (گوڏ) ٻڌي اچن ٿيون.

منجهند مهل موٽي پنهنجي آفيس ۾ آياسين تہ آصف ويهڻ سان چيو: "يار

ڪمال آهي هتي جي اخبارن ۾ سياسي يا عالمي خبرون گهٽ باقي ان قسم جون جام اچن ٿيون ته پٽالنگ جايا شهر جي هڪ لفٽ ۾ نرس هڪ نوجوان عاشق کي چڪ هڻي چپ وڍي ڇڏيو - جنهن هن کي ڀاڪر پائي زوريءَ چمي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي. يا وري ڪئانتان شهر ۾ هڪ زال پنهنجي مڙس کي ٻي ڇوڪريءَ سان عشق ڪرڻ جي ساڙ ۾ رات جو ننڊ ۾ هن جا خاص عضوا ڏاڙهي ڪوڙڻ واري ڀاڪيءَ سان ڪپي ڇڏيا ۽ آڌيءَ رات جو دانهن ڪوڪن تي پاڙي وارن رتوڇاڻ حالت ۾ ڪيس اسپتال پهچايو ۽ پوليس غائب ٿيل زال ۽ ڀاڪيءَ جي ڳولا ۾ آهي.

”يا وري فلاڻي شهر جي نوي سالن جي پوڙهي حاجي عثمان بن احمد اسي سالن جي حاجاڻي فاطمه بنتي غزاليءَ سان شادي ڪئي آهي. سندس عشق سٺ سال پراڻو هو پر سندس شادي تڏهن ان ڪري نه ٿي سگهي جو فاطمه جي شادي ماٽن ڪنهن ٻئي سان ڪرائي ڇڏي ۽ حاجي صاحب پنهنجي سوٽ سان في الحال وچي پرڻيو. جيڪا ٻارهن سال اڳ فوت ٿي ويئي ۽ هاڻ جڏهن فاطمه جو مڙس گذريل سال لاڏاڻو ڪيو ته هنن پراڻن عاشقن هڪدم قاضيءَ کي گهرائي پنهنجو نڪاح پڙهائي ورتو.“

هندستان کان آيل اسان جو هڪ ڪليگ چيف انجنيئر جيڪو ان وقت آفيس ۾ گهڙيو، تنهن آصف جي اها آخري خبر ٻڌي ورائيو: ”اهڙي شادي ڪهڙي فائدي جي. ان شاديءَ ۾ حاجي صاحب کي فقط موڙ ٻڌڻ ۽ گهوڙي تي چڙهڻ نصيب ٿيو هوندو، باقي ٻيو مڙيئي خير - اهڙي شاديءَ مان نه دائيءَ جي ڪمائي ۽ نه وري ٻار تي نالو رکڻ واري مُلئين جي خرچي.“




اوپر ۓ اولهہ ملائیشیا




ويست ملائيشيا جي هڪ اهم رياست پيراق.




ملائيشيا جي بن شهرن كيداح ۽ جوهربارو جون اهم عمارتون.




ڪوالالمپور جو هڪ اهم رستو جنهن تي نين عمارتن سان گڏ، انگريزن جي
ڏينهن جون پراڻيون عمارتون به نظر اچي رهيون آهن



پينانگ ٻيٽ جي هڪ اهم ۽ تواريخي مسجد ڪئپٽن ڪلنگ مسجد.



ملاڪا جي هڪ پراڻي مسجد- مسجد تنغڪرا جيڪا چيني عمارت سازي جو
ڏيک ڏئي ٿي.





ملائيشيا جا ٻہ مشهور ڳائتا: داتو شئڪ- جنهن کي وڏن وارن رڪائڻ ڪري سرڪاري ٽي ويءَ تي اچڻ کان منع ٿيل آهي، ۽ عزلينا- پنهنجي نئين رڪارڊ Mencari Mimpi جي نڪرڻ تي.

هيٺين تصوير ۾ نورما، لينا ۽ ديوي، هتي جون ٽي مشهور ڳائڻيون آهن.



هڪ ملئي اسٽائيل ڪاٺ جو گهر جيڪو زمين ڪان اٽڪر ٽي چار فوٽ ڪن مٿي ڪاٺ جي ٿنڀن تي ٺهيل. گهر ۾ گهڙڻ واريءَ ڏاڪڻ تي گهر جا ماڻهو ۽ مهمان ڪچهري ڪري رهيا آهن. گهر جو هيٺيون حصو اسٽور روم طور ڪم اچي، جتي مڇي ڦاسائڻ جون ڄاريون، ويندي ٻيڙيون ۽ ڪڪڙين جا پڃرا پڻ رکيا وڃن ٿا. پر اُن جاءِ تي هن وقت هڪ موٽر سائيڪل بيٺي آهي.



ملئي ڪنوار. ٻي تصوير ۾ ڪنواريتا ڪهوٽ جي اچڻ جو انتظار ڪري رهيا آهن.



ملائيشيا جي ٽي وي ۽ فلم جون ڪجهه مشهور ڳائڻيون ساڄي کان کاٻي:
شيلا مجيد، ايوان لو، راجا ايما ۽ ليزا عثمان.



سک مان مسلمان ٿيل ڊي. جي. ڊيو جيڪو ملائيشيا جي ٽي. وي ۽ تي ملئي ۽
هندي گانا ڳائي ٿو، ۽ سندس ملئي زال جيڪا ملئي زبان جي شاعره آهي، پنهنجي
پٽ سان گڏ. (فوٽو 1986ع).




چيني سال ٻارهن جانورن سان منسوب ٿيل آهن. انهن جانورن مان ڪجهه چڱا
مڙس نالن ۽ سالن سميت.



# Cruel way to slaughter snakes

**ANGRY of Johore Baru says the people who sell snake blood and organs at Jalan Meldrum in Johore Baru are being cruel to snakes.**

**"The way they kill the snakes is horrifying," he says.**

**"One of the men wraps the snake's head in tissue paper, and clips it with a bull-clip after which he hangs the snake on a noose.**

**"The other holds its tail and washes the snake's body after which a sharp knife is used to slit the**



snake open, allowing the blood to be collected. The snake is left to die."

ANGRY wants to know if the authorities can do anything to stop such cruelty.

● **A SPOKESMAN for the Society for Prevention of Cruelty to Animals (SPCA) says that only the python is a protected species.**

**He says officers from the society have investigated similar cases around the country and the sellers were told to slaughter the snakes in a more decent manner.**

نانگ تہ ماڻھن کي کائين ٿا، پر ماڻھو بہ نانگن کي کائين ٿا- خاص ڪري چيني ماڻھو. ملائيشيا ۾ ڪيترين ئي ھوٽلون آھن، جن ۾ نانگ نہ فقط رڌي پچائي گراھڪ کي پيش ڪيا وڃن ٿا، پر انھن جو رت بہ پيئن ٿا. نانگ کي مڏيءَ ڪاتيءَ سان ڪھڻ تي ھڪ ڪاوڙيل ھمراھ جو ھتي جي اخبار ۾ آيل خط ۽ SPCA طرفان ڪيس ڏنل جواب.

**MENU ($1,250)**

Appetisers
(dried preserved fruits, amber almond nuts)
Specially Patterned Hors D'oeuvres
Savouries for Empress Cixi
Superior Bird's Nest Soup
Monkey's Head on a Tree
(Sea Cucumber Cooked with Scallions and Fried Venison)
Desserts for the Imperial Family
(Buddha's finger pastry, steamed cakes of corn, eyebrow pastry and curry rolls)
After Dinner Delight
(almond junket and seasonal fruits)

سنگاپور جي هڪ فائيو اسٽار هوٽل جي خاص ڊنر جو مينو جنهن ۾ پکيءَ جي آکيري جو سوپ پڻ لسٽ تي آهي.



LSN Pork Meatballs 100g



Quality Sharksfin (Small) 100g



Quality Crab Meat (Grade A) 100g



Frog Meat (Large) 100g

**Discover the world of Omar Khayam**

Discover delicious Pakistani, Mughlai, Bangladeshi, North Indian, Persian and Arabic food. Discover comfortable accomodations at reasonable prices. **At Omar Khayam Hotel and Restoran.**

**Omar Khayam Specialties**

| | |
|---|---|
| ● Chicken Tandoori | ● Paratha Chicken Masala |
| ● Chicken Tikka | ● Chicken Pasanda |
| ● Seeka Kebab | ● Palak Gosht |
| ● Nan Roti | ● Prawn Chilly Fry |
| ● Roogani Nan | ● Chicken Biryani |
| ● Keema Nan | ● Vegetable Biryani |

**Omar Khayam Room Rates**
- Single room — $34 with TV, phone, air-con & bath
- Double room — $36 with TV, phone, air-con & bath

**Omar Khayam Catering Service**
We cater for wedding receptions, parties and other special occasions.
At Omar Khayam, you'll like what you discover!



**OMAR KHAYAM HOTEL & RESTORAN**
No. 5 Jalan Medan Tuanku
50300 Kuala Lumpur
Tel: 2911016, 2988744, 2988446, 2988850




ANEKA HIDANGAN

| | |
|---|---|
| NASI LEMAK | MURTABAK |
| NASI BERIANI | BHATOORA |
| ROTI CHANAI | KHUSKA |
| AYAM | IKAN |
| UDANG | LEMBU |
| KAMBING | AYAM ARAB |

DAN LAIN LAIN

116, JALAN TUANKU ABDUL RAHMAN
KUALA LUMPUR.
2939737

سنگاپور جي هڪ ڊپارٽمينٽل اسٽور ۾ وڪامندڙ سوئر جا ڪوفتا، شارڪ مڇي، ڪيڪڙي ۽ ڏيڏر جو گوشت.



ملئي ڳوٺ جو هڪ روايتي ڪاٺ جو گهر. هن هٿ جي اسڪيچ مان ملائيشيا جي خوبصورت ۽ ساديءَ زندگيءَ واري ڳوٺ جي آئيڊيا ٿي سگهي ٿي. ملائيشيا جا گهڻا ڳوٺ سمنڊ جي ڪناري تي آهن ۽ ڪناري سان لڳو لڳ پڪو رستو پڻ وهي ٿو، جنهن تان موٽر لاريون هلن. گهر ڪاٺ جا ۽ ٿنڀن تي مٿي ڪنيل ٿين. گهر هيٺيان ٻيڙيون ۽ ٻيو سامان نظر اچي رهيو آهي ۽ اڳيان ناريل جو وڻ.




هڪ روايتي ملئي ڳوٺ جو گهر. ماءُ گهر جي دڪيءَ تي ويهي ڌيءَ کان مٿي کي زور پئي ڏياري. پيءُ ڪرسيءَ تي ننڊون پيو ڪري ۽ ننڍا ٻار وري پنهنجي ڪا ڳالهه ٻڌائڻ لاءِ ماءُ پيءُ کي سڏي رهيا آهن: ما (ماڪ) معنيٰ 'امان' ۽ آياح معنيٰ 'بابا'

# شهر جو سير گائيڊ سان گڏ

ايشيا ۽ پئسفڪ سمنڊ جي مختلف ڀيٽن کان جيڪي IMO جي سيمينار لاءِ نمائندا، اسان وٽ ملاڪا ۾ آيا هئا انهن جي لاءِ هڪڙي آچر تي ڪوالالمپور گهمائڻ جو بندوست ڪيو ويو هو ۽ ٻئي آچر تي ملاڪا شهر جي چڪر جو پروگرام رکيو ويو.

ملاڪا واري چڪر تي، آيل مهمانن سان گڏ، آئون به نڪتس. ملاڪا شهر ٺٽي، روهڙي، دهلي، بنارس جيان تواريخي شهر آهي. گذريل ٽن سالن ۾ اڪيلي سر ته ڪيترائي چڪر هڻي چڪو هوس پر هڪ گائيڊ سان گڏ گهمڻ ۾ اهو فائدو آهي ته جيڪا رهيل عمارت هجي، اها ۽ ان بابت وڌيڪ معلومات حاصل ڪري سگهجي ٿي. ساڳي وقت مون اهو به ڏسڻ چاهيو ٿي ته سچو وقت هڪ گائيڊ مسافرن کي وندرائڻ لاءِ نت نيون ڳالهيون ڪيئن ڪوٺي ڪوٺي ٻڌائي ٿو. اها ته پڪ هيم ته هن گهمڻ ۾ نه فقط هڪ پڪنڪ جو مزو هو پر مختلف هنڌن ۽ ملڪن جي ماڻهن سان سندن ملڪن ۽ ڀيٽن بابت پڻ خبرچار ڏيئي وٺي سگهياسين ٿي. ۽ اهي مهمان هئا وري ڪير؟ سڀ ڪنهن وقت جا جهازي هئا ۽ هاڻ پنهنجن پنهنجن ملڪن ۾ ڪو جهازرانيءَ جي آفيس ۾ ڪارگو سپرنٽنڊنٽ ٿي ويو هو ته ڪو جهاز سازيءَ جي ڪارخاني (شپ يارڊ) ۾ مئرين انجنيئر. ڪو ناٽيڪل (نيويگيشنل) سبجيڪٽ جو ممتحن هو ته ڪو مئرين انجنيئرنگ جي امتحانن جو ڪو پنهنجي ملڪ جي جهازن جي چڪاس ۽ سلامتيءَ جو اعليٰ سرويئر، ته ڪو اتي جي مئرين ڪاليج يا اڪيڊميءَ جو پرنسپال. ۽ اها ته ڀهرين ڏينهن ئي خبر پئجي ويئي هئي ته U.N.O طرفان آيل ڪئپٽن اندرجيت سنگهه، برونائيءَ کان آيل اوانگ حاجي احمد، ايوح ملائيشيا کان آيل چيف انجنيئرن مصطغار جهڙا جيڪي سيمينار هال ۾ ته بيحد سنجيده ٿي وينا ٿي ۽ لڳو ٿي ته هنن ڪليو ته ڇا پر سچي زندگي ڪڏهن مُرڪيو به نه هوندو. ٽن هال کان ٻاهر نڪرڻ مهل سڀ کان گهٽو ڪل ڀوڳ ۾ حصو ورتو ٿي.

IMO جي سيمينار ۾ حصو وٺڻ وارن نمائندن کان علاوه اھي چوڪريون بہ گھمڻ لاءِ ھليون جيڪي سيڪريٽريٽ جا فرض ادا ڪري رھيون ھيون - يعني شارٽ ھئنڊ، ٽائيپنگ، فوٽو ڪاپنگ جھڙا ڪم ڪيا ٿي. انھن ۾ ھڪ ويھہ ٻاويھہ ورھين جي ملئي چوڪري نور ھاشيما نالي پڻ ھئي. پاڻ نہ فقط چرچائڻ آھي پر مڙني ۾ سھڻي پڻ آھي. ان ڪري آيل مڙني نمائندن، سيمينار ھلڻ دوران، نہ فقط ڪيس ٽيٽ سان ڏنو پئي پر رسيس ۽ مانيءَ جي وقفي مھل مٿس سينڊون بہ وڄائي ورتيون ٿي. پڪ اٿم تہ تووالو، ونٽائو، سولومن ۽ فجي جھڙن ٻيٽن کان آيل نمائندا - جيڪي پنھنجن ننڍڙن ٻيٽ نما ملڪن کان سڌو ھتي پھتا ھئا ۽ ملائيشيا جو ڪو وڏو شھر گھمڻ بنا سڌو واپس ھليا ويا. سي فقط نور ھاشيما کي ڏسي پنھنجن ملڪن ۾ ملئي چوڪرين جي ڏاڍي واکاڻ ڪندا ھوندا.

نور ھاشيما - جيڪا آفيس ۾ فقط شيما جي نالي سان سڏجي ٿي، ملاڪا ھلڻ کان ھڪ ڏينھن اڳ منھنجي آفيس ۾ مونکان پڻ پڇڻ آئي ھئي تہ آيا آئون بہ ملاڪا جي سير لاءِ ھلندس يا نہ. منھنجي حيثيت مھمان جي بہ ھئي جو ڌارئين ملڪ کان آيل آھيان تہ ميزبان جي بہ - جو ھتي ٽن چئن سالن کان رھيل آھيان. مون ھائوڪار ڪندي ڪانئس پڇيو، "بيا ملاڪا وڃن تہ ٻلي وڃن پر تون ڪھڙو ڦاھو ڦٽڪڻ لاءِ ھلي رھي آھين. تون تہ جائينءَ نپنينءَ ئي ھتي؟"

"بس آئون وري مڙس ڳولڻ جي مِشن تي نڪران ٿي." ھن کلندي چيو: "ڪو چڱو سمجھين تہ اشارو ڪجانءِ تہ ان کي وڃي پاسو ڏيان."

"ڏاڍي ٻڌائيئي." مون چيومانس، "چئبو تہ ان ڪم لاءِ پنھنجي آفيس مان ھلي ملي مون وٽ آئي آھين؟"

"ھا. ھڪ تہ اھو ڪم سمجھہ. ٻي ڳالھہ اھا تہ سياٽي گھران اڪيڊميءَ ۾ اچي بس ۾ چڙھڻ بدران آئون گھر اڳيان ئي بيني ھونديس بس جڏھن اسان جي گھر ويجھو ٿئي تہ ڊرائيور کي بس جھلڻ لاءِ چئجانءِ تہ آئون چڙھي پونديس."

شيما جو گھر اڪيڊميءَ کان ملاڪا شھر ڏي ويندڙ رستي تي آھي. گذريل سال سندس شادي پنھنجي ماسات سان ٿي ھئي تہ اڪيڊميءَ جا اسين

ڏارين ملڪن جا ماستر (ليڪچرر) پڻ، لفافن ۾ پنج پنج ڊالر – هتي جي رسم موجب شاديءَ جو تحفو – ڪٽي سندس گهر پهتا هئاسين. پاڻ ملئي ڪنوار جي روپ ۾ سجيل هئي ۽ آيل ويل سان فوٽو ڪيرائي رهي هئي. اسان به ماني کائي گهوٽ ڪنوار کي مبارڪ به ڏني ته فوٽا به ڪيراياسون. ٻئي ڏينهن خبر پيئي ته شيما مڙس سان گڏ رات گذارڻ بدران سج لٿي کان اڳ ئي ٽن وڳن ۾ بس ۾ چڙهي ڪوالالمپور هلي ويئي. ڳاڙي پٽيءَ جي ماڻهن کان خبر پئي ته هوءَ ان شاديءَ مان خوش نه هئي. مائٽن زور ڪيس ان ڪري هن هائوڪار ڪري شاديءَ جي رسم پوري ڪئي. باقي سندس عشق پر واري ڳوٺ جي هڪ فٽ بال رانديگر سان هو ۽ ان سان ئي هن شادي ڪرڻ چاهي ٿي.

پنج ڇهه ڏينهن بعد هوءَ آفيس موٽي. هٿن تان اڃا مينديءَ جو رنگ به نه لٿو هوس. وڏي وات دنيا جهان جون خبرون ڪندي رهي. ڪنهن ٽوڪيس روڪيس به ڪونه. ملائيشيا جي ماڻهن جي انگريزن وانگر اها سٺي ڳالهه آهي ته ذاتي ڳالهين ۾ دخل اندازي نٿا ڪن. سڀ ڪجهه خبر هوندي به ڪنهن نه ٽوڪيس ۽ نه وري ڪنهن شڪي ڪيس. ڪئپٽن ذوالفقار کي چيم ته شيما ڪم پاڪستاني هندستاني فلمن وارو ڪيو آهي. پر پڇينس ته جڏهن ماسات سان شادي نه ڪرڻي هئي ته هن غريب مڙس ۽ پنهنجو پاڻ کي شاديءَ جي خرچن ۾ ڇو وڌءِ.

جواب به فلمن وارو ئي ڏنائين: "ماءُ پيءُ جي آس پوري ڪرڻ لاءِ مون شاديءَ جي رسم پوري ڪئي. باقي آئون هينئر به اهڙي Virgin آهيان جهڙي پهرين هيس."

ڪلي چيومانس: "گهوٽ ۽ ڇاڇين سان فوٽا ته ائين پوزن ۾ ڪيرائي رهي هئينءَ ڄڻ اهم تواريخي فوٽا فريم ڪرائي رکڻا هجنئي."

"Tidak - Apa" (ملئي لفظ – يعني پرواهه ناهي) ۽ پوءِ ڪلي چيائين: "انجنيئرنگ جي ڪنهن چڙهي ملئي شاگرد جو مونسان تعارف ته ڪراءِ. منهنجي هڪ ساهيڙيءَ به مئرين انجنيئر سان شادي ڪئي آهي."

"۽ فٽ بال رانديگر جو ڇا ٿيندو؟" مون پڇيومانس.

"اها ڳالهه ماڻهن وٽهي گهڙي آهي." هن وراڻيو.

منھنجي شاگردن مان ڪو شيما سان ملي يا نہ ان کان اڳ اڄ ڏينھن تائين ھن جا انيڪ ماڻھن سان معاشقا ٿيندا رھيا آھن جن جون دلچسپ اوائلي Proceedings مونکي ھميشہ ٻڌائيندي رھي آھي. پر انھن معاشقن مان ڪوبہ عروج تي اچا نہ پھتو آھي جو ڪٿي ڪنھن قاضيءَ کي گھرائڻو پوي ۽ اسان لفافي ۾ پنج ڊالر ۽ مٿي تي ملئي ڪاري ٽوپي (Songkok) رکي شاديءَ جي ماني ھڪ دفعو وري سندس گھر کائڻ لاءِ وڃون. ۽ ھاڻ ھوءَ بہ ملاڪا شھر جي سير تي جھازين سان گڏ ھلي رھي ھئي.

اڪيڊميءَ کان بس جي چڙھڻ جو وقت ساڍا اٺ وڳا ھو. ۽ مسافرن کي ڪٽڻ لاءِ بس اُتي اچي بيني جتي ھي ڌارين ملڪن کان آيل نمائندا رھيل ھئا. ٿيلھي ۾ ڪاپي پينسل ۽ ڪئميرا وجھي آئون بہ بس تي پھتس. بس ۾ اڃا رڳو مالديپ ٻيٽ جو احمد شريف ۽ سموئا (Samoa) ٻيٽ جو ڪئپٽن پول سئمي وينل ھئا. ٿلھي ملئي ڊرائيور سلام ڪري ھٿ ملايو. ان سان گڏ ھڪ چيني ڇوڪري پڻ بس مان لٿي ۽ Selamat datang چئي، ھٿ ملائي پنھنجي ڄاڻ سڃاڻ ڪرائي: "آئون توھان جي ٽوئرسٽ گائيڊ مس 'ھو - پيڪ - چو' (Ho-Peck- Cho) آھيان." ھن صاف انگريزي ۽ سٺي لھجي ۾ ڳالھايو. اتي ٻيا ھمراھہ بہ اچي گڏ ٿيا جن سان پڻ ھوءَ مرڪندي ملي ۽ فري نموني سان ڳالھائيندي رھي. ڪنھن چرچو ڪيس ٿي تہ ان کي چرچي ۾ جواب ڏنائين ٿي. سيمينار جو پوڙھو انچارج ڪئپٽن اندرجيت سنگھہ جيڪو ملاڪا ھلڻ کان ھڪ ڏينھن اڳ نالو ڪٽائي چڪو ھو ۽ مسافرن جي پارت لاءِ مونکي چيو ھئائين، ھڪ دفعو وري پارت ڪرڻ لاءِ مون وٽ آيو. چيني گائيڊ ڇوڪريءَ کائنس نہ ھلڻ جو جڏھن سبب پڇيو تہ کلي وراڻيائينس: "مونکي خبر ھجي ھا تہ تو جھڙي ناھوڪي ڇوڪري گائيڊ طور ھلندي تہ آئون ضرور ھلان ھا."

۽ پوءِ گائيڊ ڇوڪريءَ کي پڻ ڌارين ملڪن کان آيل نمائندن جي پارت ڪندي چيائين: "ھنن ھمراھن جو خيال رکجانءِ متان وات تي ڪٿي گم ٿي وڃن."

ڇوڪري جواب ڏئي ان کان اڳ ٽونگا ٻيٽ جي قرافلي ٽوپيءَ جھڙي گھندي مٿي واري شيدي ڪئپٽن وراڻيس: "تون فڪر ئي نہ ڪر. اسان ٻاڻ ئي ڏندين ڏاند آھيون."

"پر وري بہ. متان ملاڪا جايا جي گهٽين ۾ گم ٿي وڃو."

ان تي سريلنڪا جي پوڙهي ڪئپٽن هينريڪس ڇوڪريءَ جا ٻئي هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهلي چيو: "مون کي تہ تون هر وقت پاڻ سان ئي گڏ گڏ رکجانءِ ڇو تہ آءٌ جلد وڃائجي ويندو آهيان.

I easily get lost.

ڪئپٽن هينريڪس جي ان ڳالهہ ۽ ادا تي سڀ کلڻ لڳا. پاڻ عمر ۾ ڪئپٽن سنگهہ کان بہ وڏو آهي. پنجهٺ ۽ ستر سالن جي وچ ۾ هوندو پر سندس هر وقت کل ڀوڳ ۽ چرچا ڪرڻ کان علاوه ٽينس راند ۾ سڀني سان مقابلو ڪرڻ ڏسڻ وٽان هوندو آهي. آئون نٿو سمجهان تہ سريلنڪا جو ڪو اهڙو ماڻهو جنهن جو جهاز سان واسطو هجي، ڪئپٽن هينريڪس کي نہ سڃاڻندو هجي. بقول سندس، هڪ سرڪاري نوڪريءَ مان رٽائر ٿيڻ بعد جڏهن هو گهر پهچندو آهي تہ سرڪار کيس ٻي نوڪريءَ لاءِ سڏائيندي آهي. هن وقت بہ هو هڪ ئي وقت ڪولمبو بندرگاهہ جو هاربر ماسٽر بہ آهي تہ سروير بہ. هو ايڏو پراڻو آهي جو اسان وٽ هڪ سريلنڪا جو ليڪچرار ڪئپٽن مونيڪ رڊرا ڪمار بہ هن جو شاگرد ۽ جهاز تي ڪئڊٽ رهي چڪو آهي.

ڪجهہ منٽن بعد بس چرڻ لڳي. ان وقت ڏٺوسين تہ اسان وارو يار – بنگلاديش جو ڪئپٽن فضل الرحمان چوڌري ٿي ماڙ تان پنهنجي ڪمري مان هيٺ لهي رهيو هو. گائيڊ ڇوڪريءَ وري بس بيهاري. ڪئپٽن چوڌري سهڪندو بس ۾ چڙهيو. پهرين ئي سيٽ تي آئون ويٺو هوس. مونکي ڏسي اڙدوءَ ۾ چيائين: "يار مون نيرن تہ ڪئي ڪانهي. هڪ منٽ لاءِ بس ميس وٽ بيهندي تہ آئون ڊوڙ پائي ڪا سئنڊوچ کائي اچان؟"

مون گائيڊ ڇوڪريءَ ڏي اشارو ڪندي چيومانس تہ ان کي چئہ. پر ان کان اڳ گائيڊ ڇوڪريءَ کيس پنهنجي پر ۾ ويهاريندي پڇيو: "هيلو! توهان آهيو ڪئپٽن چوڌري؟"

۽ اسان جو يار، ڪئپٽن چوڌري، جيڪو ٻڪ ٻڪ ڪري رهيو هو سو رڍ وانگر، سڀ ڪجهہ وساري، ماٺ ڪري سندس پر ۾ ويهي رهيو.

"هيءَ معشوق ڪير آهي؟" هن وري اڙدوءَ ۾ مونکان پڇيو. منهنجي پويان مالديپ ٻيٽ جي وينل نمائندي، اڙدو سمجهي جواب ڏنس: "اها گائيڊ اٿئي."

”رڳو مونکي گائيڊ ڪندي يا توهان مڙني کي به؟“

اتي بس ماڳهين ميس جون حدون به ڇڏيون ٿي. سو ياد ڏياريندي چيومانس: ”گاڏي بيهار ۽ ڪجهه ڪائي اچ نه ته رستي تي ماڳهين ان گائيڊ ڇوڪريءَ کي نه ڪائي وڃين.“

”ها يار! ڳالهه ته واهه جي ڪيئي. مون کان ته ڳالهه ئي وسري ويئي. پر منهنجي سيٽ رکجانءِ. متان ڪنهن کي ويهڻ ڏنو اٿيئي.“

بس، هڪ دفعو وري ترسي. ڪئپٽن چوڌري جيڪو ٿولهه ۾ سيني کان متارو آهي، هڪ هڪ ڪري ڏاڪو لٿو ۽ ميس مان مکڻ ۽ جئم لڳل به چار ڊبل روٽيءَ جا پترا تڙ تڪڙ ۾ ڪٽي واپس ٿيو ۽ وري اچي گائيڊ ڇوڪريءَ جي پر ۾ ويٺو. بين جهازين خاص ڪري برما جي سُو لون ۽ پاپئا نيوگنيءَ جي جان ويل سيٽيون وڄائي احتجاج ڪيو ته ڪئپٽن چوڌري هڪ ته دير سان آيو آهي ۽ بيو ڇوڪريءَ جي پرسان ڇو ويٺو آهي. پر ڪئپٽن چوڌريءَ ڪنهن جو به احتجاج ڪٽ ۾ نه آندو. ڊبل روٽيءَ ۾ چڪ هڻي قراقلي ٽوپي جهڙي مٿي واري شيدي ڪئپٽن کي چيو:

”ڇوڪريءَ پاڻ مون کي پر ۾ ويهاريو آهي. توهان سيني ۾ شريف ماڻهو آهيان نه. ان ڪري.“

منهنجي پر واري سيٽ خالي هئي پر ان تي پنهنجو ٿيلهو رکي ڪئپٽن چوڌريءَ کي چيم ته چوري جي ٿيلهو ڏيئي ته هيڏانهن منهنجي پر ۾ ته هرگز نه وهجانءِ.

گائيڊ ڇوڪريءَ مائيڪ آن ڪري سيني کي ماڻ ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو جيئن هوءَ هن ملڪ ملائيشيا ۽ شهر ملاڪا بابت اسان ڏارين کي ٻڌائيندي هلي. پر مس مس جيئن ئي ماڻ ٿي ته اڪيڊميءَ جو ٻاهريون گيٽ اچي ويو. پر ۾ ننهيل گارڊ روم مان سڪيورٽي مئن انچڪ سبتو ۽ عمر نڪري بس ۾ ويٺل ماڻهن کي ڳڻڻ لڳا ته ڪيترا ٻاهر وڃن پيا. گائيڊ ڇوڪريءَ سڪيورٽي واري همراهه کي چيو ته واپسيءَ ۾ هوءَ ملاڪا ۾ ئي ترسي پوندي باقي همراهن کي ڊرائيور وٺي ايندو.

هن جي اٿين چوڻ تي هڪ ڪنڊ کان انڊونيشيا جي ڪئپٽن رڙ ڪري چيو ته هو به هن سان گڏ ملاڪا ۾ رهي پوندو ته ٻي ڪنڊ کان ڪوريا

جي مٿرين پروفيسر ڪئپٽن چانگ دانهن ڪئي. ان بعد جڏهن سڀ ماٺ ٿي ويا تہ سريلنڪا جي ڪراڙي ڪئپٽن آهستي چيو: ”بابا سڀ ۾ سينئر آئون آهيان. گائيڊ ڇوڪريءَ سان ملاڪا ۾ آئون لهي پوندس.“

هڪ دفعو وري سڀ کلڻ لڳا. گائيڊ ڇوڪري بہ کلندي رهي ۽ کيس واقعي شاباس هجي جو هر وقت خوش طبعيءَ جو مظاهرو ڪندي رهي. جيتوڻيڪ بقول ڪئپٽن چوڌريءَ جي ”رضيہ غنڊن ۾ ڦاٿي آهي.“

بس ۾ رڳو چيني گائيڊ ڇوڪري بہ نہ هئي. هڪ بہ ٻيون ڇوڪريون پڻ هيون. ۽ رستي تي شيما بہ چڙهي – اهي سڀ سيڪريٽريٽ ڊپارٽمينٽ جون ملئي ڇوڪريون هيون. مختلف ملڪن کان آيل نمائندن ۾ سڀ مرد هئا سواءِ هڪ ملڪ فلپين جي. فلپين کان مئريٽائيم اٿارٽيءَ جي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر مس ليليا بورجال آئي هئي. انهن ئي ڏينهن ۾ فلپين ۾ مارڪوس ۽ ڪوريءَ جي اليڪشن ڪري هنگاما هلي رهيا هئا. هر وقت ٽرانسسٽر ريڊيو سندس ڪن تي هو. يا ڪن ريڊيو جي آواز تي. رڪي رڪي، سنگاپور ۽ ڪوريا جي نمائندن کيس آئٽ پئي ڏني. بلڪ آئٽ بهاني سڄو وقت چنبڙيا پيا هئس. جيتوڻيڪ ڪن جي چواڻي اهو ڪم پاڪستان کان آيل چيف انجنيئر عارف حسين کي ڪرڻ کپندو هو جيڪو سيمينار هال ۾ سندس پيڇي هو. ٻئي هڪ ٻئي جي پرسان وينا ٿي. ويهڻ جو بندوبست ملڪن جي نالن موجب رکيو ويو هو. پاڪستان ۽ فلپين جا نالا پي (P) سان شروع ٿيڻ ڪري هو ٻئي گڏ وينا ٿي. ان P جي چڪر ڪري جتي عارف حسين جي هڪ پاسي اها فلپيني دوشيزه ويٺي ٿي تہ ٻئي پاسي وري پاپئانيوگنيءَ جو هٽو ڪٽو شيدي ويٺو ٿي.

سيمينار جي شروعات ڪرڻ واري رسم ۾ اڪيڊميءَ جي پرنسپال ڪئپٽن حمزه بن نور تقرير ڪندي چرچي ۾ سڀني کي خبردار ڪيو، ”هيترن جهازي همراهن جي وچ ۾ هڪ ڇوڪري بہ ويٺل آهي. سو پنهنجي اصليت تي اچي هتن مان نہ نڪرجو، خاص ڪري سندس پاڙي وارا Try to Behave Nicely.“

ان ڏينهن لنچ تي پرنسپال کي کلي چيم تہ مس ليليا جي هڪ پاڙي واري – يعني پنهنجي پاڪستاني آفيسر – عارف حسين جي ساک آئون بہ

ڏيندس تہ ان جھڙو شريف ماڻھو - يعني 'ٻاڙي وارو' مس ليليا کي نہ ملندو، جيڪو جوانيءَ جي ڏينھن ۾ ٿائلينڊ ۽ سائوٿ ڪوريا جھڙن ملڪن ۾ بہ اسان کي پنڪڻ نہ ڏيندو هو، جيتوڻيڪ جھاز جي نوڪري اسان اختيار ئي پنڪڻ لاءِ ڪئي هئي.

ملاڪا شهر ۾ بس هڪ گرجا گھر وٽ پهتي تہ مس ليليا - جيڪا عيسائي آهي، آچر واري عبادت لاءِ گرجا گھر ۾ وڃڻ جو خيال ڏيکاريو. ان تي سنگاپوري بہ لٽو جنهن کي برما جي چيف انجنيئر شڪي ڪندي چيو: "هلا اٿئي! تون ليليا جي ڪري مندر ۾ وڃين پيو."

هڪ ٻئي رڙ ڪري ليليا کي چيو: "Please pray for me also (منهنجي لاءِ پڻ دعا گھرجانءِ.)"

مس ليليا جڏهن گرجا گھر جي چانئٺ وٽ قدم رکيو تہ سريلنڪا جي پوڙهي ڪئپٽن هينريڪس بس جي دريءَ مان منهن ڪڍي چيس:

"Make all confessions. You have been naughty for on week."

(ياد رهي تہ عيسائي، پنهنجي عقيدي موجب پنهنجا ڏوهہ بخشائڻ لاءِ پادري اڳيان سڀ گناهہ ٻاسيندا آهن جنهن کي Confessions سڏجي ٿو.)

رستي تي شيما سان گڏ. اڪيڊميءَ جي پبلڪ رليشن آفيسر ڇوڪري مس عزيفان بہ اتان ئي چڙهي. چڙهڻ سان مون کان پڇيائين: "گائيڊ ڇوڪري ڪيئن آهي؟"

"سيني کي وندرايو ويٺي آهي." وراڻيومانس.

"ڪوالالمپور ويندي وقت 'گائيڊ' مرد هو. سڀ بور ٿي پيا. ان ڪري ٽوئرسٽ ڪمپنيءَ کي چيم تہ گائيڊ ڪا ڇوڪري موڪلجو."

"۽ ڇوڪري بہ اهڙي موڪلي اٿن جيڪا جھازين جي سڄي ڏڻ کي منهن ڏيو ويٺي آهي."

چيني گائيڊ ڇوڪري 'هو - پيڪ - چو' ٻاهرين ملڪن کان آيل مهمانن سان چرچا ڀوڳ ڪرڻ کان علاوه رکي رکي ملائيشيا بابت پڻ ٻڌائيندي هلي. رستي تي نظر ايندڙ ملئي گهرن بابت ٻڌايائين:

"انهن جون ڀتيون ڪاٺ مان ٺهيل آهن ۽ ڇت ناريل جي پن جي اٿن. اهڙا گهر هڪ تہ مضبوط رهن ٿا ۽ ٻيو تہ گرميءَ ۾ ٿڌا رهن ٿا. ملائيشيا

ٽراپيڪل ملڪ آهي. خط استوا جي ويجهو هجڻ ڪري سج جي سخت تپش ٿئي ٿي. اها ٻي ڳالهه آهي تہ ٻارهوئي مينهن ۽ جهڙ هجڻ ڪري موسم سٺي رهي ٿي پر جنهن وقت آسمان تي ڪڪر نہ آهن تہ سخت گرمي ٿئي ٿي ۽ هي گهر ئي اهڙي وقت سج جي تپش کان بچائي سگهن ٿا. ساڳي وقت ڪڏهن ڪڏهن لڳاتار مينهن ۽ هوا ڪري ٺار بہ ٿيو پوي. اهڙي حالت ۾ هي ڪاٺ جا گهر وري اندران ڪوسا رهن ٿا."

ملئي گهر زمين کان، ڪاٺ جي پاون ذريعي، ٽي فٽ کن مٿي ڪنيل ٿين ٿا. اهو پهرين بہ لکي آيو آهيان تہ هتي ڪڏهن ڪڏهن گهٽي مينهن ڪري ٻوڏون اچن ٿيون. ۽ گهر مٿي هجڻ ڪري پاڻي هيٺان وهي وڃي ٿو. ان کان علاوه گهر جي چوڌاري ۽ هيٺان هوا جو گذر ٿيڻ ڪري گهر وڌيڪ ٿڌو رهي ٿو. گهر جون هيٺيون حصو اسٽور روم طور پڻ ڪم اچي ٿو، جنهن ۾ گهر جو ٻيگل سڳل سامان، بالٽيون، ڪونديون، ٻار يا وڏي جي سائيڪل، ڪاڏو، مڇين ڦاسائڻ جون ڄاريون ۽ رسيون نظر اينديون. سمنڊ جي ڪناري تي رهندڙ مهاڻا تہ پنهنجن گهرن هيٺان پنهنجيون ننڍيون ٻيڙيون ۽ سمپان بہ بيهارين. ڪڪڙيون ۽ ٻڪرون - جيڪي پڻ ملئي ڳوٺائي گهر (Kampong) جو هڪ اهم حصو آهن، سي سڄو ڏينهن هيڏانهن هوڏانهن چڳڻ بعد رات جو گهر جي هيٺان ئي اچي وهنديون آهن، ۽ چور چڪار يا نانگ بلا جي اچڻ تي ڪڪڙين جي ڪڙڪڙ تي مٿي سٺل گهر جا مالڪ خبردار ٿي پوندا آهن. پوءِ جي چور هوندو آهي تہ پرانگ (Parang) سان ۽ جي نانگ هوندو آهي تہ بانس جي ڏنڊي سان کيس پچائي ڪڍندا آهن...

چوڪريءَ ڳالهائي بس ڪيو تہ سڀني واهہ واهہ ڪئي. چوڪريءَ کين ڳالهائڻ ۽ سيٽيون وڄائڻ لاءِ چڏي ڏنو. ۽ پاڻ تيسين ساهہ پٽڻ لڳي. کيس پنهنجو پاڻ تي پورو پورو اعتماد هو تہ جيڪي ڪجهہ هوءَ ٻڌائي پيئي اهو دلچسپيءَ کان خالي ناهي جو ليڪچر وقت سڀ ماٺ ڪري غور سان ٻڌي رهيا هئا. مٿين ليڪچر شروع ڪرڻ مهل هوءَ بنگلاديش جي ڪئپٽن چوڌري واري سيٽ تان اُٿي ڊرائيور جي پرسان اسان ڏي مهاڙ ٿيل ڪرسيءَ تي وڃي ويٺي هئي، جيئن ڳالهائڻ مهل سندس منهن اسان مسافرن ڏي هجي. سندس مٿئين ليڪچر بعد ڪئپٽن چوڌريءَ مون کي ڇي ڇِي جي آواز سان

پاڻ ڏي ڏيان ڇڪائي اڙدوءَ ۾ پڇيو تہ شيما، جيڪا منهنجي پر ۾ اچي ويٺي آهي، اها هن جي پر ۾ ويهندي.

"پر ۾ ڇا شايد بنگلاديش بہ هلي هلئي." مون چيومانس، "۽ هونءَ بہ تو جهڙي ٿلهي متاري جي پر ۾ ٻيو ڪو تہ ويهي نہ سگهندو سواءِ انهيءَ سنهڙي شيما جي."

شيما جنهن منهنجي پر ۾ ويٺي ڪدو يا گوگڙو جهڙي مڪروه پاڇيءَ جا ٻج چلي ڪاڏا ۽ ڪلون منهنجن ڪپڙن تي اڇليون يا وري سوئيٽر ويٺي ناهيو جنهن جا سوٽا ۽ سرايون، بس جي لوڏن ڪري، رکي رکي مون کي ڪک ۾ پئي لڳيون، تنهن پڇيو تہ ڪئپٽن چودري ڇا ٿو چوي.

"هو جنهن ڏينهن کان ملائيشيا آيو آهي توتي اکن ڇڪن آهي. هينئر بہ توسان گڏ ويهڻ چاهي ٿو." مون ٻڌايومانس.

"ييس. ييس. ڪئپٽن چودري آءِ ايم ڪمنگ." شيما اٿي کڙي ٿي ۽ کيس سندس ٻجن جي ٿيلهي، سئيٽر سٽا ۽ ڪکن جي ڇيڙي جهلرايم جيئن پڪو لڏي اوڏانهن وڃي ويهي.

ڊرائيور جي پوئين سيٽ تي ڏکيو ويٺل برونئي جو حاجي احمد، شيما جي سيٽ خالي ٿيڻ تي اچي منهنجي پر ۾ ويٺو.

برونئي هڪ تمام ننڍڙو ملڪ، بورنيو ٻيٽ تي، اوپر ملائيشيا جي سرواڪ رياست سان مليل آهي. اتي جي رهاڪن جو مذهب ۽ ٻولي بلڪل ملائيشيا جي ماڻهن جهڙي آهي. پر گهڻي پيٽرول نڪرڻ ڪري ڪويت وانگر بيحد امير ملڪ آهي. جنوري 1984ع ڌاري انگريزن کان آزادي مليس ۽ سندس بادشاهہ - سلطان حسن البولقياح کيس دنيا جو هڪ ماڊرن ملڪ بنائڻ جي خواهش رکي ٿو. ڏسندي ئي ڏسندي هن ملڪ جتي ٻين ادارن ۾ ترقي ڪئي آهي اتي تعليم جي واڌاري لاءِ پڻ ڪيترائي نوان اسڪول ۽ ڪاليج ۽ ٻيا ادارا کوليا آهن جن ۾ مختلف ملڪن جا انجنيئر، ڊاڪٽر ۽ پروفيسر پڙهائين ٿا. پاڪستان مان پڻ ڪجهہ اتي ڪم ڪري رهيا آهن. هڪ تہ خيرپور پاسي جو انجنيئر عبدالشڪور منگي آهي ۽ ٻيو محمد عمر چند - جنهن کي برونئي جي حاجي صاحب سڃاتو ٿي. ڪجهہ دير انهن بابت ۽ برونئي جي حالتن تي ڳالهائيندا رهياسين. اتي ملاڪا جي هڪ پراڻي مسجد تنغڪرا آئي جتي لهي ڪجهہ فوٽا ڪڍياسين.

انهيءَ دوران گائيڊ چوڪريءَ رستي تي نظر ايندڙ ڪيترين شين تي ٽيڪا ٽپڻي ڪندي رهي. هڪ هنڌ ربڙ جي پوک (Ladang-Getah) نظر آئي جنهن ڏي مسافرن جو ڌيان ڇڪائيندي چيو:

”هي ربڙ جا وڻ آهن جن مان ربڙ ڪڍڻ لاءِ هي تامل ڇوڪريون روزانو صبح جو وڻ جي ٿڙ کي ڇيهڪ ڏيئي اچو کير جهڙو ربڙ ڪڍن ٿيون، جنهن کي Latex سڏجي ٿو. ان جو ڦڙو ڦڙو ٿي وڻ مان ٽمي هيٺ ٺڪر جي ڪٽوريءَ ۾ ڪري ٿو. جنهن مان پوءِ ربڙ جون مختلف شيون ٺاهيون وڃن ٿيون. ربڙ اسان جي زندگيءَ ۾ اهم پارٽ ادا ڪري ٿو. منجهانئس ڪيترائي ڪم ورتا وڃن ٿا. ربڙ سان اکر ڊاهيا وڃن ٿا. ربڙ مان بوٽ ٺهن ٿا. جنهن گاڏيءَ ۾ پاڻ هلون پيا ان جا ڦيٿا ربڙ جا آهن. جنهن هنڌ تي سمهون ٿا ان جو گاديلو ربڙ جو آهي.“ ۽ پوءِ مرڪندي چيو، ”۽ اها پڻ حقيقت آهي تہ ربڙ اسان جي آدمشماريءَ کي ڪنٽرول ۾ رکي ٿو...“

ظاهر آهي ان جملي تي هڪ دفعو وري واهہ واهہ ٿي. پر هن دفعي واهہ واهہ لاءِ گهٽو وقت ڏيڻ بدران چينائڻ گائيڊ يڪدم ٻي ڳالهہ شروع ڪري ورتي. ”رستي تي جيڪي ڪارون ڏسو پيا انهن جي نمبر اڳيان مختلف اکر لکيل آهن. جن اڳيان M آهي اهي ڪارون ملاڪا جون رجسٽرڊ ٿيل آهن. جن اڳيان N آهي، اهي ٻئي واري رياست نگري سيمبيلان جون آهن. J واريون جوهور رياست جون آهن – جتي جو سلطان اڄڪلهہ سڄي ملائيشيا جو بادشاهہ آهي. W واريون ولايا جون آهن. هي ڪوالالمپور وارو علائقو آهي.“

ٿورو اڳتي جڏهن ملاڪا شهر جي ويجهو پهتاسين تہ ڪارن جو تعداد وڌڻ ڪري ٽرئفڪ ترسي ترسي هلڻ لڳي. بلڪ ڪٿي ڪٿي ٿورو جئم ٿيڻ لڳي. گائيڊ ڇوڪريءَ، ڌارين آيل مهمانن کي ٻڌايو تہ سندس شهر ملاڪا جي سوڙهن رستن تي اڪثر ٽرئفڪ هيئن جئم ٿي ويندي آهي. ۽ پوءِ وڏي فخر سان چوڻ لڳي: ”ان ڪري ملاڪا لاءِ اهو پهاڪو مشهور آهي تہ جيڪو ملاڪا ۾ ڪار هلائي سگهي ٿو اهو دنيا جي ڪنهن بہ حصي ۾ هلائي سگهي ٿو.“

سندس ان ڳالهہ تي ڪٿي ٿا پيا اعتراف ڪن. برمي همراهہ نہ پهہ چيو:

"You have not gone to Rangoon."

اتي ڪورين همراهه رڙ ڪري چيس: "مائي اسان جي شهر سيول (Seoul) جو شايد نه ٻڌو اٿئي." اتي ٿائليند جي همراهه اجا به وڌي رڙ ڪري ماڳهين اسان کان پڇيو ته بئنڪاڪ جي ٽرئفڪ بابت اسان جو ڇا خيال آهي؟ بئنڪاڪ جي مقابلي ۾ رنگون ۽ سيول واقعي ڪجهه نه آهن. پر جي هاڻ منهنجي ڳالهه مڃين ته پڇان ته ڪراچيءَ جي چاڪيواڙي ۽ لياريءَ علائقي ۾ ڪنهن گاڏي هلائي آهي؟ ۽ آئون شايد پڇان به ها پر سامهون ڪلڪتي کان آيل هندستاني همراهه تي نظر پوڻ سان ڊرو ٿي ويس. جو اهو جي ڪڇي ها ته سڀ ٺڏا ٿي وڃن ها.

پر ان کان اڳ ڏاهي ڇوڪريءَ هٿ ٻڌي چيو: "پاڻ ۾ وڙهڻ بدران مون کي معافي ڏيو. ملاڪا جي هيءَ ٽرئفڪ واقعي ڪجهه به نه هوندي. ۽ مون رنگون، بئنڪاڪ ۽ سيول ڏٺو ناهي."

اڳتي هلي ڪئٿولڪ عيسائين جو گرجا گهر آيو. سريلنڪا جي ڪئپٽن هينريڪس رڙ ڪري چيو: "بس کي اتي بيهارجو. آئون ڪئٿولڪ آهيان ۽ انهيءَ چرچ جو جماعتي آهيان." ساڻس گڏ هڪ ٻه ٻيا عيسائي به لٿا. شايد هانگ ڪانگ ۽ تائيوان کان آيل نمائندا هئا. بس کان هيٺ لهي، دريءَ وٽ ويٺل شيما کان ڪئپٽن هينريڪس پڇيو:

"Hello! Sweet girl!! Can I pray for you?"

شيما جواب ڏيڻ بدران، هيٺ لهي، هڪ ڳنڊي گولي 'آير بانو چئمپور' واري کان ڳنڊيو وٺڻ لڳي. پر ۾ هڪ پينٽ بشرٽ ۾ چيني ڇوڪري پڻ اچي ڳنڊيو کائڻ لڳي. سندس وار بواءِ ڪٽ نموني ڪتريل هئا.

ڪوالالمپور کان آيل نيڪ محمد فخريءَ مون کي چيو ته اهو واهه جو ڳنڊيو ٿئي ٿو جنهن کي هتي جا ماڻهو چندول سڏين ٿا. هن اسان کي به هيٺ لهي کائڻ لاءِ صلاح ڪئي. ڪئپٽن چوڌري، ايران کان آيل نمائندو – محمد نعماني ۽ آئون بس مان هيٺ لٿاسين. وڪٽڻ وارو ملباري مسلمان هو جنهن جا ابا ڏاڏا پڪ هندستان جي ملبار ڪناري کان هتي آيا هوندا. يا ٿي سگهي ٿو اجا به گهڻو اڳ سندس پڙ ڏاڏا يا ٽڙ ڏاڏا آيا هجن جو ملاڪا ۾ ملباري گهڻو اڳ کان آيل آهن. ڪجهه ته پورچوگيزن جي لشڪر سان گڏ به آيا هئا ۽ ملاڪا جي فتح کان پوءِ هتي ئي ترسي پيا.

ملباري همراهه ڀرين برف جي ڪاتر ڪري پيالي ۾ وڌي. ان بعد ٿلهيون سويون ۽ هڪ ڳڙ جهڙو ڳهاٽو شربت منجهس وڌو. ان شربت لاءِ نيڪ محمد فخريءَ ٻڌايو تہ اها ملاڪا جي خاص شيءِ آهي ۽ ملاڪا گُولا (Melaka-Gula) سڏجي ٿي. اها ملاڪا نالي وڻ مان نڪتل چاش آهي. هي اهو وڻ آهي جنهن تان هن شهر تي ملاڪا نالو پيو. اسان کي اهو ملاڪا جو ڳنڊو - پيالو وٺيو ڪونہ. شايد ڀريون دفعو کائڻ ڪري. بقول ايراني نمائندي جي اجا ٽيسٽ Develope نہ ٿيو آهي. پر سريلنڪا جي نمائندي چوائي جيئن تہ شيما جهڙي Sweet-Girl چشڪا ڏيئي کائي رهي هئي ان ڪري اسان بہ اهو ڦاهو ڦڪيو.

کائي واپس بس ۾ ويناسين تہ ڪئپٽن چوڌريءَ شيما کان پڇيو تہ جنهن سان گڏ هوءَ بيٺي هئي اهو ڇوڪرو هو يا ڇوڪري؟

”ڇو ڪئپٽن چوڌري، ڇوڪرين جهڙا وار ۽ ڪپڙا نہ هئس ان ڪري ڇا؟“

”نہ. Head-Lights بہ صفا نہ هئس ان ڪري مون کي لڳو تہ متان ڇوڪري نہ پر ڇوڪرو هجي.“

شيما هيڊ لائيٽ (يعني ڪار جي اڳين بتين) واري ڳالهہ ڀرين تہ نہ سمجهي پر پوءِ ڏاڍو شڪي ٿي. برمي نمائندي وڏو ٽهڪ ڏيندي ڪئپٽن چوڌريءَ کي چيو: ”شابس هجئي. اسان سمجهيو تون ڳنڊيا کائڻ لاءِ لٿو آهين پر وتين ڇوڪرين جون ڇاتيون ڏسندو.“

هيٺ لهڻ تي اسان جي اڳين سيٽن تي مارشل آئلينڊ ۽ ٽونگا بيٽ جا نمائندا اچي ويٺا هئا. سو ايراني نمائندو نعماني ۽ آئون سندن پوئين سيٽ تي وڃي ويناسين.

ڪئپٽن نعمانيءَ ٻڌايو تہ هو ايران جي پورٽ اينڊ شپنگ آرگنائزيشن جو مئنيجر آهي. ٻاڻ تهران ۾ رهي ٿو. هن وڌيڪ ٻڌايو تہ ويجهڙائيءَ ۾ ايران جي حڪومت، ايران جي ڏاکڻي بندرگاهہ ۽ شهر ”چهابهار“ ۾ هڪ ناٽيڪل ڪاليج کوليو آهي جيڪو پاڪستان جي مئرين اڪيڊمي ۽ ملائيشيا جي هن مئرينٽائيم اڪيڊميءَ وانگر آهي. ايران جي جهازن لاءِ ايراني نوجوانن کي مستقبل ۾، هن ڪاليج ۾ تعليم ۽ سکيا ڏني ويندي - جيڪي في الحال

گذريل چند سالن کان پاڪستان، هندستان ۽ انگلينڊ ۾ جهازرانيءَ جي تعليم وٺي رهيا آهن.

نعمانيءَ کان پڇيم ته اڄڪلهه ڏينهون ڏينهن سامونڊي جهاز ۾ نوڪريون وڃن بس ٿينديون. اهڙين حالتن ۾ اهڙي قسم جو ڪاليج يا اڪيڊميءَ تي ايڏو خرچ ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو.

”ضروري ته واقعي ناهي پر اڄڪلهه هرڪو ملڪ مئرينٽائيم اڪيڊمي کوليو ويٺو آهي. ويندي فجي، پاپئانيوگني، فلپين، مصر جهڙا ملڪ به. ۽ اهڙي قسم جا درسگاهه اڄڪلهه جي دور ۾ ضرورت کان وڌيڪ وڏماڻهپي (Status-Symbol) جي نشاني ۽ شان سمجهيا وڃن ٿا. سو اسان جي ملڪ جي حڪومت به ايراني نوجوانن کي هيڏانهن هوڏانهن موڪلڻ بدران ڳري خرچ تي پنهنجي ئي ملڪ ۾ پڙهائڻ چاهي ٿي. پر اسان هن ڪاليج کي الڳ ٿلڳ رکڻ بدران بلوچستان يونيورسٽيءَ سان شامل ڪيو آهي، جيئن اڳتي هلي ان ۾ مئرين بائلاجي (سامونڊي جيت جڻيا، جانور ۽ گاهه ٻوٽن) جي پڻ تعليم ۽ کوجنا شروع ڪئي وڃي.“

مونکي ان ڏينهن خبر پيئي ته ايران ۾ هڪ ”يونيورسٽي آف بلوچستان“ نالي پڻ آهي.

ملاڪا شهر ۾ ڪلاڪ کن لاءِ بس بيهاري ويئي، جيئن ڌارين ملڪن ۽ ٻيٽن کان آيل هي نمائندا ملاڪا جو سينٽ پال جو پراڻو گرجا گهر، ملاڪا جي سلطانن جو محل، ڊچن جي مندر جو دروازو ۽ ٻيون شيون ڏسي سگهن. ان بعد شهر کان ٻاهر هڪ فائيو اسٽار هوٽل Village - Resort ۾ لنچ لاءِ وٺي هليا.

ان هوٽل ڏي هلڻ لاءِ رستي تي چينين جو قبرستان هو. چيني ماڻهو مئلن کي ساڙڻ بدران گهڻو ڪري زمين ۾ دفن ڪن ۽ قبر، مسلمانن وانگر ڊگهي ناهڻ بدران گول ناهين جنهن جو قطر گهٽ ۾ گهٽ ماڻهوءَ جي قد جيڏو رکيو ويندو آهي. ان گول دائري جي وچ تي قبر کي ڪجهه اڀاميل رکيو ويندو آهي جيئن ڊڪيل زال جو پيٽ ٿئي ٿو.

چيناڻ گائيڊ ٻڌايو ته چيني قبر کي عورت جي پيٽ وانگر ان ڪري ناهين ٿا جو هنن جو اهو فلسفو آهي ته هرڪ. ماءُ جي پيٽ م جمي ٿو ۽

مرڻ بعد ان کي اهڙي ئي ٻيٽ ۾ وڃڻ کپي. يعني انسان کي هڪ ٻيٽ مان نڪري ٻئي ٻيٽ (ڌرتيءَ جي ٻيٽ) ۾ وڃڻ کپي. قبر کي کليل ڌرتيءَ تي، خاص ڪري ڪنهن ٽڪريءَ تي ٺاهيو وڃي ٿو، جنهن جي پر ۾ ڪا بلڊنگ يا اڏاوت نہ هجي. جيئن سنڌن عقيدي موجب رحم جي ديوي بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي مڙدن وٽ ايندي ويندي رهي.

هوٽل ۾ مانيءَ جي وقت، منهنجي ڪرسي ڪئپٽن متشياس جي پر ۾ هئي. پري کان ڪيڪار ڪڙي تہ سيمينار هال ۾ روز ٿيندي هئي پر هينئر سنڌس پر ۾ ويهڻ ڪري ڪانئس سنڌس ملڪ جو پڇيم:

"آئون F.S.M کان آهيان."

اهو ايف ايس ايم ڇا آهي. مون کي ڳالھ سمجھ ۾ نہ آيو. ڀرين ڪڏهن ڪنهن ملڪ جو اهڙو نالو نہ ٻڌو هوم. آخر وري پڇڻ جي همت ڪيم تہ اهو ايف ايس ايم ڇا آهي.

"اهو Federated States of Micronesia جو شارٽ فارم آهي."

همراھ پئسفڪ سمنڊ جي ڪنهن ٻيٽ کان آيل هو. پر پئسفڪ سمنڊ هڪ تہ وڏو - مڙني سمنڊن کان وڏو ۽ ٻيو منجهس جتي آسٽريليا، پاپئانيوگني، نيوزيلينڊ، فلپين جهڙا وڏا وڏا ٻيٽ آهن اتي ڪي فجي، سولومن، ٽونگا جهڙ ننڍا ۽ باقي آباديءَ کان پري پري ٻيٽ پڻ آهن. جن کي دنيا جي نقشي تي ڳولڻ ائين آهي جيئن انگريزي پهاڪي موجب ٻُھ جي پريءَ مان سُئي ڳولهڻ. ان ڪري وري پڇيومانس تہ مائڪرو نيسين ٻيٽن مان بہ ڪهڙي ٻيٽ تي آهين ۽ اهو ڪٿي آهي.

"جنهن خاص ٻيٽ تي آهيان، ان جو نالو Caroline Island آهي ۽ آمريڪي رياست هوائي (Hawaii) کان بہ پري آهي."

"هيستائين ڪيئن پهتين؟"

"پندرهن ڏينهن ۾ هڪ دفعو آمريڪا جو هڪ ننڍو جهاز اسان جي ٻيٽ کان هوائي جي شهر هونولولو ۾ ايندو آهي. اتان پوءِ منيلا (فلپين) آيس. منيلا کان سنگاپور پهتس ۽ ان بعد ملائيشيا (ڪوالالمپور) ۽ تنهن کان پوءِ هتي ملاڪا ۾."

هاڻ تہ منيلا وڃي نہ سگهندين، جو اتي اليڪشن ڪري گوڙ متل آهي ۽ هوائي اڏو بند آهي."

"بس پوءِ سنگاپور ۾ ئي وڃو هوندس. جيسين اليڪشنون پوريون ٿين يا اڳتي جون اسٽيشنون ڪلير ٿين. هونءَ بہ هوائيءَ ۾ هفتو ڏيڍ گهٽ ۾ گهٽ ترسڻو پوندو. جو پنهنجي ٻيٽ تي وڃڻ لاءِ. ان ئي ڏينهن تي اُڏام هرگز نہ ملندي."

مانيءَ بعد مهمانن کي چڙيا گهر ڏيکارڻ جو پروگرام هو. پئسفڪ ٻيٽن جا تہ مڙيئي نمائندا ملاڪا جو چڙيا گهر (Taman-Haiwan) ڏسڻ لاءِ لهي پيا. جو سندن ننڍين ٻيٽن تي ڪٿان آيون اهڙيون شيون. انهن سان گڏ چين، ويٽنام، برما، سنگاپور جا همراهہ پڻ لٿا. باقي ملائيشيا، ايران، بنگلاديش، سريلنڪا ۽ پاڪستان جا اسين بس ۾ ئي پنهنجي پنهنجي سيٽ لاڙي سمهي رهياسين. مقرر پروگرام موجب پوري ۰ ڏيڍ ڪلاڪ اندر چڙيا گهر ڏسي چئين بجي سڀ اچي بس وٽ گڏ ٿيا ۽ بس شهر ڏي رواني ٿي. گائيڊ چوڪري جيڪا بس هلڻ مهل هر دفعي وانگر ماڻهو ڳڻڻ لڳي تنهن ميل ڏيڍ بعد رڙيون ڪري ڊرائيور کي بس بيهارڻ لاءِ چيو. خبر پيئي تہ هڪ همراهہ ڪٿي ٿو. ڪهڙو ڪٿي ٿو؟ يارو ڪهڙو ڪٿي ٿو؟ ڪنهن کي بہ ڌيان تي نہ پئي آيو. سڀ هاڻ اهڙا ٿڪجي پيا هئاسين جو چرچا پوگ ڪرڻ بہ ڇڏي ڏناسين. ڪنهن همراهہ ڪاوڙ مان چيو تہ ڪو ڪٿي ٿو تہ ڪٿڻ ڏي، هاڻ واپس گهر هلڻ کپي.

پر آخر ڪٿي ڪهڙو همراهہ ٿو. مالديپ ٻيٽ واري چيو تہ ڪٿي شيما تہ گم نہ ٿي ويئي آهي. ان تي سريلنڪا واري ڪئپٽن اڌ ننڊاکڙي حالت ۾، اکيون بند رکي ورائيس: "نہ. گائيڊ چوڪري چوي پيئي تہ فقط هڪ ڄڻو ڪٿل آهي. شيما ڪٿل هجي ها تہ ان سان گڏ پاڻ وارو بنگلاديشي بہ ڪٿل هجي ها."

گائيڊ چوڪري، جنهن جي ذميواري گهمائڻ کان علاوه واپسي تي ماڻهو پورا ڪري پهچائڻ پڻ هو تنهن ڊرائيور کي بس موڙڻ لاءِ چيو. عارف حسين چيو تہ پاڻ کي بہ چوريءَ ڳڻيو آهي يا نہ. اجايا ڪٽي ٿاڪوڙا وڌا اٿس.

چڙيا گهر واپس پهچي گائيڊ چوڪريءَ سان گڏ اسان جو ڪئپٽن چوڌري ۽ برما جو چيف انجنيئر سن مئانگ ڪٿل همراهہ کي ڳولڻ لاءِ بس کان هيٺ لٿا. جيڪو خبر پيئي تہ پئسفڪ سمنڊ جي هڪ ٻيٽ تووالو (Tuvalu) جي مئري ٽائيم اسڪول جو پرنسپال ڪئپٽن جان هل آهي.

ٿوري دير ۾ ڳولا لاءِ نڪتل خدائي فوجدار سوپارا ٿي، همراهہ کي پاڻهن کان وني بس ڏي ايندي نظر آيا. ڪئپٽن جان هل پنيءَ اُگهاڙو. قميص

هٿ ۾ جهلي بس ۾ چڙهيو. ڪئپٽن چوڌريءَ کي چيم ته هي قميص ڇو نٿو پائي؟

ڪئپٽن چوڌريءَ پنهنجي ڳري متاري جسم کي بس جي سيٽ تي اڇلائي، هٿ سان ’ترس ترس‘ جو اشارو ڪري، پنهنجي اپ ساهيءَ کي ڪنٽرول ۾ آڻيندي چيو:

”پائيندو. پر ٿوري دير بعد. اجا ان مان ڳاڙهيون ماڪوڙيون ڪڍيون اٿس.“

”ڳاڙهيون ماڪوڙيون؟“ تعجب مان پڇيومانس جو مون کي سندس اها ڳجهارت سمجهه ۾ نه آئي.

”ها. ڳاڙهيون ماڪوڙيون! همراهه پولڙن جي پڇرن پرسان وڻ هيٺان گهاٽي ننڊ ۾ ستو پيو هو. ننڊ مان اٿاريوسينس ته ماڪوڙين جي ڇڪن کان قميص لاهي، ناهي نوڪي انهن مان هڪ هڪ ڪري ماڪوڙي چونڊڻ لڳو. تنهن تي چيوسينس ته درويش توکي وڻ لاءِ اسان اڌ رستي تان موٽي آيا آهيون ۽ سڀ بس ۾ ويٺا انتظار ڪن ۽ تون نئينءَ سنئينءَ ويٺو آهين ماڪوڙيون چونڊڻ. اهو ڪم بس ۾ هلي ڪر. ان تي راضي ٿي سڌو آيو آهي. هاڻ ٿوري دير لاءِ ماڪوڙيون چونڊي پوءِ قميص پائيندو.“

اتي، پنن اُگهاڙي تووالو ٻيٽ جي ڪئپٽن کي انڊونيشيا جي ڪئپٽن چيو:

”ڪجهه ته خيال ڪر. بس ۾ ڇوڪريون ويٺيون آهن ۽ تون قميص لاهي ٻيهي رهيو آهيون؟“

همراهه کي هڪ ته ڪچيءَ ننڊ مان ڪو اٿاريو ويو هو. ٻيو ماڪوڙين جي ڇڪن چتو ڪيو هوس، مٿان جو انڊونيشيا جي ڪئپٽن ائين چيس ته ان کي اچل مان جواب ڏنائين:

”يار قميص لاتي اٿم. پتلون ته نه لاتي اٿم جو ڦاهو ٿا ڏيوم.“

سڀ چپ ٿي ويا ۽ اکيون بند ڪري ننڊ جو نمونو پيش ڪرڻ لڳا. مالديپ ٻيٽ جي احمد شريف بنگلاديشي ڪئپٽن کي چيو:

”اهڙي جن کي هيڏانهن آڻڻ بدران ڪنهن پولڙن جي خالي پڇري ۾ ئي وجهي اچوس ها.“

تووالو ٻيٽ جي ڪئپٽن جي کهري طبيعت سريلنڪا جي ڪئپٽن هينريڪس پڻ محسوس ڪئي. تنهن بنگلاديشي ڪئپٽن کان پڇيو: ”ستو کهڙي پڇري ۾ پيو هو؟“

بنگلاديشيءَ بدران برمي چيف انجنيئر ورائيو: ”پجري ۾ مالڪ ستل هئا. پاڻ پجري جي ٻاهران آرام فرمائي رهيو هو.“

”پنهنجي مائٽ کي بہ نہ سڃاڻائون ڇا؟“ ڪنهن پٺيان ريمارڪ ڏنو.

برمي چيف انجنيئر سيني کي ماٺ ڪرائي بس جي ڊرائيور ۽ گائيڊ چوڪريءَ لاءِ ”ياڙي ۽ رهنمائي“ جي فيءَ کان علاوه ڪجھ وڌيڪ چندو گڏ ڪرڻ چاهيو.

پٺيان وري آواز آيو: ”متان ڏنو اٿانوَ. چوڪريءَ کي آڱوٺو ڏيندو. پنهنجي ئي کيس ۾ وجهندو.“

پر سائين اڳيان سن مئانگ جهڙو جهونو جهازي هو. تنهن مڙيئي پٽي سٽي پندرهن ويھ ڊالر ڪن ڻاهيا جيڪي سيني اڳيان ڊرائيور ۽ چيناڻ گائيڊ کي ڏيئي، مٿن پنهنجي طرفان ٿڌو ٿورو ڪيو.

چڙيا گھر (Malacca-Zoo) بعد بس اچي ملاڪا شهر ۾ ڇڏيو. جتي ’ڪلاڪ ڪن‘ ، شاپنگ لاءِ، مهمانن کي ڏنو ويو. ان بعد مهمانن ۽ سندن شاپنگ کي ڊرائيور ڍوئي اچي اڪيڊميءَ ۾ ڦٽو ڪيو.

پر اڪيڊمي پهچڻ کان ڪجھ ميل اڳ بنگلاديش جي ڪئپٽن فضل الرحمان چوڌريءَ کي سيني کي سجاڳ ڪندي آخري دفعو بس ۾ ٺهڪڙو پيدا ڪيو. پنهنجي سيٽ وٽ بيهي، تاڙي وڄائي سيني جو ڌيان پاڻ ڏي ڇڪائي چيو: ”يارو ڳالھ ٻڌو. پندرهن ڪن ڏينهن جي سيمينار ۾ باقي ڪو ڏينهن بہ وڃي بچيو آهي. پنهنجي پنهنجي ملڪ پهچي، ظاهر آهي اسان مان هرهڪ کي هن سيمينار جي گهٽ ۾ گهٽ ڇئن صفحن جي رپورٽ پنهنجي پنهنجي حڪومت کي پيش ڪرڻي پوندي. ڇا ائين نٿو ٿي سگهي تہ اسان مان ڪو سياڻو لکي ان جي فوٽو ڪاپي اسان کي بہ ڏيئي ڇڏي جيئن ان تي ئي صحيح ڪري اها ڪاپي پنهنجي باس کي ڏيون ۽ اصلي لکندڙ کي دعائن جا ڍير ڏيون.“

سولومن بيٽ جي ڪئپٽن ڪواليمانوءَ کي تہ اها ڪا رٽ واھ جي وٽي جو ڍير ڍير تائين تاڙيون وڄائيندو رهيو. ان وقت منهنجي پر ۾ وينل ٽونگا بيٽ (Tonga) جي مئريٽائيم اڪيڊمي جي پرنسپال ڪئپٽن تاپيا لاوا چيو تہ لڳي ٿو تہ همراھ رپورٽ لکڻ ۾ مون ئي وانگر ڪمزور آهي. سڄي عمر رڳو جهاز هلايا اٿس. لکڻ پڙهڻ جو ڪم بنھ گهٽ ڪيو اٿس.

# ملائيشيا جا پنج رڪن نگارا ۽ پاڪستان جا چار بندرگاهه

ملائيشيا جي قومي چڙيا گهر جو نالو زو نگارا (Zoo-Negara) آهي. ڪوالالمپور جي وڏي مسجد پڻ ڏسڻ وٽان آهي، جنهن جو نالو مسجد نگارا آهي. اهڙيءَ طرح ڌارئين ماڻهوءَ کي هتي ٻيون به ڪيتريون ئي شيون نظر اينديون، جن جي نالي سان گڏ لفظ نگارا پڻ ڳنڍيل هوندو. جيئن بئنڪ نگارا، اسڪول نگارا، ديوان نگارا وغيره. اهڙيءَ طرح ٽي ويءَ تي ڪڏهن ڪڏهن ڪا ڊاڪومينٽري فلم ڏيکارڻ بعد ٻڌايو ويندو آهي ته اها مووي 'فلم نگارا' طرفان تيار ڪئي ويئي.

ملائيشيا ۾ ڌاريون ايندڙ ضرور سوچيندو هوندو ته اهو 'نگارا' ڇا آهي؟ جيئن عنايت بلوچ (پاڪستان جي ريڊيو اسٽيشن سان واسطو رکندڙ هڪ شاعر ۽ سفرناما لکندڙ) پنهنجي سفرنامي ۾ لکيو آهي ته ڪوالالمپور ۾ جتي به وڃ ته اتي نغارا ئي نغارا (Negara) پيا وڃن.

سو سائين ملائيشيا ۾ نگارا لفظ جو استعمال ائين آهي جيئن پاڻ وٽ يا ٻين ملڪن ۾ 'قومي'، 'وطني' يا نئشنل جو آهي. جيئن ته: نئشنل بئنڪ، نئشنل شپنگ، قومي ٻچت گهر، قومي دواخانو، قومي اسڪول، بئنڪ وطني وغيره وغيره. ملئي لفظ نگارا جي معنيٰ ملڪ يا ملڪي، قومي وغيره.

لفظ نگارا تان هڪ لطيفو ياد ٿو اچي. ملائيشيا ۾ نوڪري ڪندڙ ڌارئين ملڪ جي ماڻهوءَ کي هتي جي ملئي زبان جو هڪ آسان امتحان ڏيڻو پوندو آهي. جيئن انگريزن جي ڏينهن ۾ گڏيل هندستان ۾ ڌارئين عملدار لاءِ هو ته هو جنهن صوبي ۾ به نوڪري ڪندو هو ته ان جي زبان - سنڌي، بنگالي، تامل وغيره ۾ امتحان ڏيڻو پوندو هو. سو هتي جي امتحان ۾ هڪ اهو سوال به پڇيو ويندو آهي ته قوم جي فرد جا پنج ڪهڙا رڪن نگارا

(Rukunegara) (بنيادي متا) آهن. جيڪي دراصل هن ريت آهن: (1) خدا ۾ ايمان (2) ملڪ ۽ ان جي بادشاهه سان وفاداري (3) Constitution کي مضبوط رکڻ (4) قانون جي مڃتا ۽ (5) سٺي چال چلن ۽ سٺو اخلاق.

پر همراهه - جنهن شايد اڃڻ سان زو نگارا، ديوان نگارا وغيره جا چڪر هنيا هئا، سو رڪن نگارا جا پنج متا هن ريت لکي آيو:

(1) بئنڪ نگارا (2) مسجد نگارا (3) زو نگارا (4) ميوزيم نگارا (5) فلم نگارا.

ان قسم جو چرچو پاڪستان جي بزرگ صحافي علي نواز وفائيءَ صاحب پڻ ٻڌايو. جنهن موجب ڪنهن شاگرد کان جڏهن پڇيو ويو ته پاڪستان کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ گهٽا پورٽ (بندرگاهه) آهن ته جواب ۾ لکي آيو ته چار آهن:

1. امپورٽ 2. ايڪسپورٽ 3. ٽرانسپورٽ ۽ 4. پاسپورٽ.

# ڪوالالمپور ۾ هالا روڊ

ڪوالالمپور جي هوائي اڏي کان شهر جي هوٽل تائين ايندي وقت هڪ هنڌ جهڙو ٽئڪسي بيٺي ته ڪابي پاسي ايندڙ هڪ رستي جو نالو سيمنٽ جي بورڊ تي "جالان هالا" لکيل نظر آيو. ڏاڍو تعجب لڳو – ۽ خوشي پڻ ته ڪوالالمپور شهر جي هڪ روڊ جو نالو جالان هالا (شاهراهه هالا) پڻ آهي. (ملئي زبان ۾ رستي يا روڊ کي جالان Jalan سڏجي ٿو.) هالا تواريخي شهر آهي. سندس نالي سان ڪو رستو ڪراچيءَ ۾ هجڻ ڪپي پر مڙيئي خير آهي ڪوالالمپور ۾ ته آهي.

هيڏانهن هوڏانهن لوٽا ڦيرائي رستي جي ٻنهي ڪپرن تي ڪا وڏي عمارت، هوٽل يا سئنيما جاچڻ لڳس جيئن نشانيءَ طور ياد رکي ٻئي ڪنهن وقت هالا روڊ (جالان هالا) ڏسي سگهان. پر نئين شهر ۾ پهريون دفعو ۽ پهرين رات هئي. ٿڪل به ڏاڍو هوس. سو ڪا پڪي نشاني ياد رکي نه سگهيس. ٻئي ڏينهن ڪوالالمپور کان ملاڪا هليو آيس جتي مونکي نوڪري ڪرڻي هئي. ڪجهه ڏينهن بعد ڪم سانگي ڪوالالمپور وري آيس ته اهو ڏسي ويتر تعجب لڳو ته ڪوالالمپور ۾ نه فقط هڪ هالا روڊ آهي پر جنهن به مشغول علائقي مان لنگهه ته اتي هڪ يا ٻه گهٽيون ڇڏي ٽين يا چوٿينءَ تي هالا جو نالو ضرور آهي – يعني سيمنٽ جي بورڊ تي Jalan Hala لکيل ضرور آهي.

هالا جا ايترا بورڊ ڏسي شڪ ٿيو ته اهو هالا اسان وارو ڳوٺ هالا ناهي. 'ملئي – انگريزي' ڊڪشنري کولي Hala لفظ جي معنيٰ ڏنم ته ان جي پڪ ٿي ويئي. ملئي زبان ۾ 'طرف'، 'رُخ' يا 'پاسي' کي 'هالا' چئجي ٿو. ۽ Se لفظ Satu جو شارٽ فارم آهي. 'سي' يا 'ساتو' معنيٰ 'هڪ'. يعني جالان سي هالا معنيٰ One way هڪ طرفو رستو – ۽ نه اسان وارو هالا.

هاڻ ته سوچڻ جي ڳالهه آهي. ليي هالا جو نالو ڪراچيءَ جي رستي تي ئي ڪونه ٿو سو ڪوالالمپور ۾ ڪٿان آيو.

# حلال جي پورهئي ۾ ڪهڙو عيب

سنگاپور ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪا چيني عورت پڻ ٽئڪسي هلائيندي نظر ايندي آهي پر ملائيشيا ۾ ٽئڪسيون گهٽو ڪري مرد هلائين. ہہ سال ڪن اڳ (جنوري 1986ع) ۾ پيراق رياست جي اپوح شهر ۾ پهريون دفعو هڪ اهڙي ٽئڪسيءَ ۾ چڙهڻ جو موقعو مليو جنهن جو ڊرائيور - بلڪ ڊرائيورياڻي سک عورت هئي. نالو هئس اياشپال ڪور. انتيهہ سالن جي محترمہ اياشپال ڪور انن ٻارن جي ماءُ آهي. ۽ ٽئڪسي هلائيندي هوءَ فخر محسوس ڪري ٿي.

”ڏينهون ڏينهن مهنگائي وڌندي وڃي.“ هن ٻڌايو، ”عيال وڏو اٿئون. مڙس جي ڪمائي فقط پيٽ لاءِ ئي پوري مس ٿي ٿئي. آخر گهر جي خرچ کي منهن ڏيڻ لاءِ حلال جي پورهئي ۾ ڪهڙو عيب آهي.“

اياشپال ڪور ٻڌايو تہ ٽئڪسي هلائڻ کان اڳ هن چار سال اسڪول جي بس پڻ هلائي. ”پر هر مهيني ٻارن جي مائٽن کان بس جي ڀاڙي جي اوڳڙ ڪرڻ ’وقت جو زيان‘ ۽ مٿي جو سور هو. پنڌ ڪري وڃ تہ ڪي تہ گهر ۾ ئي نہ هوندا. ۽ جيڪي هوندا تہ انهن مان وري ڪي بروقت ڀاڙو ڏيڻ بدران چوندا هئا تہ سڀان اچ پرينءَ اچ. هاڻ ڪنهن کي ايترو فالتو وقت آهي جو وتي پنڌ ڪندو. انهيءَ ئي ڪري اسڪول بس ڇڏي ٽئڪسيءَ جي لائسنس لاءِ درخواست ڏنم. پيراق رياست ۾ شايد آئون ئي اڪيلي ٽئڪسي ڊرائيور (Cabby) آهيان.“

”پوءِ ڀلا ٽئڪسيءَ مان ڪمائي ڪيئن آهي؟“ مون پڇيومانس.

”ٽئڪسيءَ مان منهنجي سٺي ڪمائي ٿئي ٿي. وڏي سفر ۽ اٺانگن هنڌن تي وڃڻ لاءِ عورتون ۽ ڇوڪريون منهنجي ئي ٽئڪسيءَ ۾ چڙهندي خوشي محسوس ڪن ٿيون.“

اپوح جي سک عورت، اياشپال ڪور، نہ فقط ڊرائيور آهي پر سٺي

مڪينڪ پڻ آهي. پاڻ ٻڌائين تہ ڪار جي سروس ڪرڻ، پلگ صاف ڪرڻ، پئانٽ يا بيلٽ بدلائڻ جهڙا ڪم هوءَ پاڻ ئي ڪري پئسو ۽ وقت بچائي وٺي ٿي. سندس 45 ورهيہ جمار جو مڙس سردار اتم سنگهہ پڻ ٽئڪسي ڊرائيور آهي. جيڪو وري رات جي وقت ٽئڪسي هلائي ٿو. هوءَ نہ فقط شهر جو شهر ۾ ٽئڪسي هلائي ٿي پر پاڙو ملڻ تي پر وارن ڳوٺن ۽ شهرن: تائپنگ، باتو ڪرائو، ترانگ، ڪئالا سپتانگ، لموت وغيره تائين پڻ وڃي ٿي. ”هڪ دفعي ٿائليند جي بارڊر واري شهر – ڪوتابارو تائين مون ۽ مڙس، واري وٺيءَ تي ڊرائيونگ ڪري مسافرن کي پهچايو هو.“

اياشپال ڪور کي اٺ ٻار آهن. ست ڌيئون ۽ هڪ پٽ. سڀ ٻارهن کان ايڪيهہ ورهيہ جمار جا آهن. پاڻ ملائيشيا جي هڪ پنجابي اسڪول مان فقط ڇهہ درجا پڙهي آهي.

”آئون پاڻ تہ پڙهي نہ سگهيس پر چاهيان ٿي تہ منهنجا ٻار سٺن اسڪولن ڪاليجن مان ضرور تعليم حاصل ڪن ۽ زندگيءَ جون اهي خوشيون ماڻين جن کان آئون غربت ڪري محروم رهيس.“

”پلا سچو ڌينهن ٽئڪسي هلائڻ سان ورچو نٿيون؟“

”ٽئڪسي هلائيندي،“ اياشپال ڪور ورائيو، ”منهنجو سٺو وقت گذري ٿو. شهر جي خبرچار معلوم ٿيڻ کان علاوه ڪيترن ئي قسمن جي ماڻهن سان ڳالهہ ٻولهہ ۽ جاڻ سڃاڻ ٿئي ٿي ۽ سٺن سٺن ڏينهن تي تہ پنجاهہ کان سٺ ڊالرن تائين بہ ڪمائي ٽيو وڃي.“

# برحد Bhd ۽ سنديرين Sdn

ملائيشيا ۾ توهان چاهي ٿائليند واري ڪنڊ کان گهڙو يا سنگاپور پاسي کان - ڏکڻ کان اتر تائين جتي ڪٿي توهان کي ٻه لفظ هرهنڌ نظر ايندا: برحد Berhad ۽ سنديرين Senderian. دڪانن، آفيسن ۽ ڪارخانن جي ٻاهران سندن نالن جي آخر ۾ مٿين لفظن جا شارٽ فارم Bhd ۽ Sdn لکيل هوندا جيئن تہ، Star metal sdn bhd, Hiu music corp sdn bhd, Akojaya sdn, bhd وغيره وغيره.

ملئي لفظ سنديرين جي معنيٰ 'پرائيويٽ' آهي ۽ برحد جي معنيٰ آهي 'لميٽيڊ'. جيئن پاڻ وٽ ڪيترين ئي ڪمپنين، دڪانن ۽ آفيس جي نالي پٺيان 'پرائيويٽ لميٽيڊ' لکيل هوندو آهي.

برحد لفظ حَدَ (Had) مان نڪتو آهي. 'حد' اهوئي پاڻ وارو لفظ آهي معنيٰ دنگ، جنهن کي انگريزيءَ ۾ ڪٽي چئجي تہ Limit. جيئن پاڻ وٽ هڪ پاڙ واري لفظ (Root word) جي اڳيان 'با' 'بر'، 'م'، 'بي' يا آخر ۾ 'دار'، 'بان'، 'ي' جهڙا لفظ ڳنڍي مختلف لفظ ٺاهي سگهجن ٿا، جهڙوڪ: باخبر، بي خبر، مخبر، برخبر، مخبري، خبردار، يا ويندي اخبار جهڙا لفظ ٺهي سگهن ٿا، تيئن ملئي زبان ۾ اڳيان Peng, Menga, Ter, Ber يا Men وغيره لڳائڻ سان يا Root word جي آخر ۾ ian, an, kan يا i لڳائڻ سان نئون لفظ ٺهي ٿو. سو ٺلهو لفظ حد معنيٰ Limit جيڪو هاءِ وي تي اڪثر نظر اچي ٿو Had Laju 50 معنيٰ رفتار (Laju) جي حد پنجاهہ ڪلوميٽر آهي. حد لفظ اسم ٿيو پر ان کي جي فعل بنائجي تہ ٿيندو Menghadkan معنيٰ To Limit اهڙيءَ طرح Limit مان لفظ Limited ٺاهڻ تي حد جي اڳيان Ber لڳائڻ کبي يعني ٿيو Berhad.

اهڙيءَ طرح لفظ آهي Sendiri معنيٰ پنهنجو (Own). اهڙيءَ طرح سينڊري مان لفظ ٺهيو آهي Bersendiri معنيٰ 'اڪيلو ٿيڻ' اهڙيءَ طرح ٻيو

لفظ آهي Persendirian معنيٰ پنهنجو، ذاتي ۽ فقط Sendirian جي معنيٰ ٿي پرائيويٽ.

هونءَ ڏنو وڃي ته ملئي لفظ ڏکيا نه آهن پر اصل لفظ (Root word) جي اڳيان بر، پر، مينگا، ۽ آخر ۾ ڪان، ئن، وغيره ڳنڍڻ ڪري وڏا ٿيو وڃن ۽ ملائيشيا ۾ نئون آيل همراهه وائڙو ٿيو وڃي ته هي هيڏا وڏا لفظ ڪيئن اچاريا.

جيئن هڪ لفظ آهي Ingat (انگات) معنيٰ ياد ڪرڻ. ان لفظ مان ٻيا به ڪيترائي ملئي لفظ جڙيا آهن جيئن ته:

Beringat معنيٰ ياد رکڻ، Ingatkan معنيٰ ياداشت دهرائڻ، ياد ڏيارڻ، Memperingati معنيٰ ياد ملهائڻ (To Commemorate)، Teringat معنيٰ ڪنهن بابت سوچڻ، Ingatan معنيٰ ڪنهن جي ياد يا سوچ (Thought, Memory) ۽ Peringatan معنيٰ ياداشتنامو (Reminder).

هونءَ ته اسان جهڙي ملڪ جي ماڻهوءَ لاءِ جنهن جي ٻوليءَ ۾ عربي، فارسي، هندي، سنسڪرت ۽ انگريزيءَ جا لفظ موجود آهن، ملئي زبان سکڻ يا ڳالهائڻ ڪا ڏکي ڳالهه نه آهي. ڇو جو ملئي زبان جا ڪيترائي Root words انهن ٻولين جا آهن، جهڙوڪ: حد، قدر، قوت، تدبير، نصيحت، ابجد، حيوان، سوال، جواب، ميدان، بيرو (بلو)، اوتوميتڪ (آٽوميٽڪ)، طبيعت (ڪردار)، عورت، مڪتب، ڪلاڪار، پرٿوي، پرڌان منتري، راس (گلاب جو گل)، ايبول (صوف) وغيره وغيره.

ڪي ڪي ملئي لفظ اسان لاءِ عجيب به آهن جيئن ملئي زبان ۾ ڪير ڪي سُوسُو چون، بستر کي قاتل، ڏهتي پوتي کي چُوچُو سڏين. اهڙيءَ طرح ملئي لفظ آهي چاچي جنهن جي معنيٰ آهي ڪنهن کي گهٽ وڌ چوڻ يا اسان لاءِ لفظ ’ياپي‘ معنيٰ ياجائي يا دوست جي زال پر ملئي زبان ۾ ’ياپي‘ معنيٰ سوئر، خنزير. ۽ ڪنهن مسلمان کي ان نالي سان سڏڻ معنيٰ ٿري نات ٿري جي گولي کائڻ. ان ڪري هتي انڊين پاڪستاني پنهنجن دوستن جي زالن کي ياپي چئي مخاطب ئي نه ٿين. وڏ ۾ وڏ ڪٽي ڀيڻ سڏين نه ته هتي جي رسم موجب سنئين سڌي نالي سان سڏين. هتي ته باس کي به سر نه چون. سنئون سڌو نالو کڻي مخاطب ٿين. ڪلاس ۾ به منهنجا شاگرد گهڻو ڪري ’الطاف‘ چئي منهنجو ڌيان ڇڪائين.

# ملائيشيا مان نڪرندڙ اخبارون

ملائيشيا ۾ انگريزي اخبار "New Straits Times" سڀ کان گهڻو هلي ٿي، جنهن جون روزانو ٽي لک کن ڪاپيون ڪوالالمپور مان ڇپجن ٿيون. ائين 'جنگ' اڙدو اخبار جون پاڪستان ۾ ڏهاڙي پنج لک ڪاپيون ڇپجن ٿيون. پر ملائيشيا جي گهٽ آدمشماريءَ ۾ ٽي لک وڏي سرڪيوليشن ٿي.

ٻئي نمبر تي "Malay Mail" ۽ "The Star" اخبارون آهن، جن مان هرهڪ جو روزانو وڪرو منو لک کن ٿيندو. انهن کان علاوه National - Echo ۽ Business Times پڻ روز جون اخبارون آهن پر سندن کپت ويهه هزار ڪاپيون مس آهي.

ملئي زبان ۾ نڪرندڙ - روزناما اوتوسن ملايو (Utusan - Malayu) سڀ کان گهڻي مشهور آهي ۽ روزانو سندس سادا ٽي لک ڪاپيون ڇپجن ٿيون. هونءَ تعداد جي لحاظ کان ان کان وڌيڪ هفتيوار ملئي اخبار - Mingguan Malaysia هلي ٿي جنهن جا سادا چار لک کن خريدار آهن.

روزناما Berita - Harian ۽ هفتيوار Perdana ۽ هفتي ۾ ٽي دفعا نڪرندڙ اخبار Watan پڻ چڱيون خاصيون مشهور آهن.

ملائيشيا مان چيني زبان ۾ ٻه ڪيتريون ئي اخبارون نڪرن ٿيون - جو هتي اڌو اڌ آدمشماري چينين جي آهي. پر سڀ لک کن جي دائري ۾ ڇپجن ٿيون. ڇو جو چيني ماڻهو انگريزي اخبار پڙهن ٿا. ڪجهه اخبارن جا نالا هن ريت آهن: روزنامہ سِن چيو جِٽ پوح (Sin-Chew-Jit-Poh)، ڪِن ڪوڪ (Kin-Kwok)، نانياڱ سيانگ، شن من ۽ ڪجهه هفتيوار پڻ.

انگريزي، چيني ۽ ملئي اخبارن کان علاوه تامل زبان ۾ پڻ اخبارون نڪرن ٿيون جو ملائيشيا جي هر شهر ۾ ڪيترائي ڏکڻ هندستاني تامل پڻ رهن ٿا - جن جي ڪاوڙ، خوشي، ڏک درد ۽ مسئلن جي صحيح ترجماني تامل اخبارون ڪن ٿيون. روزناما تامل اخبار "نيسان" (Nesan)، اوسائي

(Osai)، ’ٽينا مانيُ‘ ڪافي مشهور آهن ۽ هرهڪ جا خريدار اڌ لک کن جي لڳ ڀڳ ٿيندا. هفتيوار تامل اخبار ’ونامپاديُ‘ پڻ چڱو هلي ٿي.

ڪن پڙهندڙن کي ملائيشيا مان تامل اخبارن جي ڇپجڻ تي تعجب لڳندو هجي تہ ڏکڻ هندستانين جو هندستان کان علاوه سريلنڪا، سنگاپور ۽ ملائيشيا ۾ پڻ ايترو اثر آهي جو سندن زبان تامل جون اخبارون پڻ نڪرن ٿيون.

پر وڏي تعجب جي ڳالهہ اها آهي تہ ملائيشيا ۾ پنجاب جي سکن جو پڻ چڱو اثر رسوخ ۽ تعداد آهي جو سندن پنجابي اخبارون ڇپجن ٿيون. ملائيشيا مان پنجابيءَ ۾ بہ اخبارون نڪرن ٿيون. ٻئي روزناما آهن: هڪ ”سماچار ملايا“ ۽ ٻي ”نوي جيون“ (نئين زندگي). ٻئي پنجابي اخبارون گرمکيءَ ۾ آهن.

ملائيشيا ۾ ڏکڻ هندستان جون جيڪي قومون رهن ٿيون. انهن ۾ تاملن بعد ٻئي نمبر تي مليالم ڳالهائڻ وارا گهڻا آهن ۽ هڪ مليالم زبان جي اخبار – ”ملائيشيا مليالي“ جون پڻ لک کن ڪاپيون ڇپجن ٿيون.

مٿي اڙدو اخبار ’جنگ‘ جي ڇپائيءَ جو تعداد ڏنل آهي. اسان جي ملڪ پاڪستان جي ڪجهہ ٻين اخبارن جي سرڪيوليشن ڪجهہ هن ريت آهي: ڪراچي، لاهور، ملتان ۽ پنڊيءَ مان نڪرندڙ نظامي فئمليءَ جي ”نواءِ وقت“ – بہ لک ڪاپيون، اين پي ٽي (حڪومت) طرفان لاهور، ڪراچي، ڪوئٽہ ۽ پشاور کان نڪرندڙ اڙدو اخبار ”مشرق“ – منو لک کن، هارون خاندان جي ڪراچيءَ مان نڪرندڙ ڊان اخبار سٺ هزار کن، اين پي ٽي (حڪومت) طرفان انگريزي اخبار ”پاڪستان ٽائيمس“ اڌ لک کن، مرتضيٰ پويا طرفان اسلام آباد مان نڪرندڙ The Muslim اخبار – تيرهن هزار.

هونءَ پاڪستان مان اڄڪلهہ يارهن سؤ کن اڙدو اخبارون ۽ رسالا نڪرن ٿا، 256 انگريزيءَ ۾، پاڪستان جي چئن صوبائي زبانن مان فقط سنڌي ٻولي تعليمي زبان سمجهي وڃي ٿي ۽ سنڌيءَ ۾ سؤ کن مختلف اخبارون ۽ رسالا نڪرن ٿا. باقي گجراتي، پنجابي، پشتو، بلوچي ۽ بروهيءَ جون سڀ اخبارون ۽ رسالا ملائي جملي ٽيهہ ٽين ٿا. (هانگ ڪانگ جي هفتيوار رسالي Review جي تازي ڇاپايل رپورٽ مطابق.)

# عوامر جون دليون جيتڻ جو راز

ڪالهہ (18 جون 86ع) ملاڪا جي گورنر تي. واءِ. تي (Tuan Yang Terutama) تان سري سيد احمد بن شهاب الدين جي ڄمر جو ڏينهن هو. ان ڪري سڄي ملاڪا رياست جي اسڪولن ڪاليجن، آفيسن وغيره کي موڪل هئي.

سڄي ملائيشيا ۾ هڪ ڏينهن بادشاهہ جي ڄمڻ جي ڏينهن جي موڪل هوندي آهي ۽ هڪ ڏينهن هر رياست کي ان رياست جي سلطان جي ڄمڻ جي موڪل ٿيندي آهي. جن رياستن جا سلطان نہ آهن - جهڙوڪ: ملاڪا، پينانگ، صباح ۽ سرواڪ - اتي انهن جي گورنر جي ڄمر جي ڏينهن تي موڪل ٿئي.

ملاڪا ۾ ٽي سال رهڻ دوران ڪيترين ئي اهمر شخصيتن سان ملاقات ٿي آهي سواءِ گورنر جي. هونءَ اها ڳالهہ آهي تہ ملائيشيا جو ڪوبہ وڏو آفيسر ياڻ کي عوامر کان پري نٿو رکي. هڪ عامر ماڻهو بہ وڏي کان وڏي سياسي ليڊر يا حاڪمر سان ايترو ئي بنا رنڊڪ ۽ سولائيءَ سان ملي سگهي ٿو جيترو ڪنهن دوست سان. شايد ان ڪري جو ملئي ماڻهو فطرت ۾ ئي نياز نئڙت ۽ نهٺائيءَ وارا آهن ۽ وڏا آفيسر ٿيڻ بعد بہ اهي خاصيتون سندن ڪردار ۾ قائمر دائمر رهن ٿيون. ٻيو تہ هتي جي آدمشماري بہ ايتري گهٽي ناهي. ان ڪري ٿورن ماڻهن کي منهن ڏيڻ ايترو مسئلو ناهي جيترو گهڻن ماڻهن کي ڏيڻ ۾ ٿئي ٿو. بهرحال ان هوندي بہ اها ملئي ماڻهن جي عظمت جي ڳالهہ آهي، جيڪا هرهڪ ڌاريون محسوس ڪري ٿو تہ ملئي آفيسر، سياستدان، حاڪمر ۽ سرڪاري ڪاموري کي مغروري بنهہ ناهي. پوءِ چاهي هو ڪٿي گورنر يا چيف منسٽر هجي يا پوليس ڪمشنر يا ڪنهن کاتي جو وڏو سيڪريٽري ڊائريڪٽر. پر ان جو مطلب اهو هرگز نہ آهي تہ ڪو هو ڍيوٺي، انتظاميہ، ڊسيپلين ۾ ڍرا آهن. قاعدي قانون جي معاملي ۾ هو بيحد سخت آهن.

ملاڪا جي گورنر جو گهر Seri - Melaka نالي وچ شهر ۾ بندر روڊ (Jn. Bandar Hilir) تي هڪ ٽڪريءَ تي آهي. جتان ڪالهه لنگهڻ وقت ماڻهن کي اوڏانهن ويندو ڏسي آئون به ڪار کي موڙي مٿي ٽڪريءَ تي چڙهي پيس جو هي ڏينهن اهڙو آهي جنهن تي هر عام خاص بنا ڪنهن اڳ جي وقت وٺڻ جي گورنر سان ملي سگهي ٿو.

ڪار کي پارڪ ڪندي پر واري ڪار مان لهندڙ همراهه ڪان پڪ ڪيم: "ماڻهو گورنر کي مبارڪ باد ڏيڻ پيا وڃن نه؟"

"مبارڪباد لاءِ ته صبح جو نائين ڪان هڪ بجي تائين سلسلو هو. هينئر فقط چانهه پارٽيءَ جي دعوت آهي."

دل ۾ چيم ته هاڻ ڪجهه به ٿئي ته هلڻ کپي. گورنر سان ملڻ جو هي سٺو موقعو آهي. پوءِ نجاڻان ڪير ملن ڪنهن سان. گورنر صاحب جي گهر ۾ ايترو ضرور وڏيڪ رڌو پڪو هوندو ۽ ويهڻ لاءِ فالتو ڪرسيون هونديون جو جتي به هزار دعوتي ويهي کائي پي سگهن اتي هڪ مون جهڙو بي دعوتو به گذارو ڪري سگهي.

گيٽ وٽ دربانن ۽ پوليس وارن آدرڀاءُ ڪيو. گورنر جو سيڪريٽري انچڪ ملڪ پليڪار ڪئي ۽ ان وقت دعوت نامي جي ڪارڊ سان گڏ سڄي ڏينهن جو پروگرام (Perayaan) ڏنو. ان ئي وقت اسان جي پر واري فوجي اسپتال Terandak - Camp ۾ ڪم ڪندڙ اسان جو يار ڪرنل موهن سنگهه به پهتو - جيڪو پاڻ ريڊيالاجسٽ آهي ۽ سندس زال ملاڪا جي جنرل اسپتال ۾ ليڊي ڊاڪٽر.

"يار الاهي ڏينهن ٿي ويا آهن جو پاڻ مليا ئي نه آهيون." هن روايتي سڪن واري نموني ۾ مرڪندي ڪيڪار ڪئي.

"ڪرنل موهن! ڳالهه اها آهي ته مون فٽ بال کيڏڻ ڇڏي ڏنو آهي." مون هٿ ملائيندي وراڻيو مانس، "نه ڄنگهه يا پير ڀڄي نه تو وٽ ايڪسري لاءِ اچان."

"او ياران مون سمجهيو تون واپس پاڪستان هليو ويو آهين."

"بس هاڻ موڪل تي وڃڻ وارو آهيان."

اگهڻ لنائڙي گورنر جي گهر اڳيان چبر تي پهتاسين. دير سان پهتا هئاسين

سو اڳهين چڱا ماڻهو اچي چڪا هئا. چوڌاري شاميانا ۽ تنبو لڳل هئا. وچ تي ڪاٺ سان سينگاريل ٽيبلون هيون. گورنر جي ويهڻ لاءِ ڪجهه مٿيري اسٽيج هئي. ڪرنل موهن کي چيم: ”تون پلي جتي وڻئي اتي ويهه. مون کي آزاد ڇڏ تہ آئون هن موقعي جو فائدو وٺي گهٽي ڪان گهڻن ماڻهن سان ملي وٺان.“

هاڪي ٽيم جو وائيس پريزيڊنٽ داتوڪ تامبي چِڪ بن حسن، داتوڪ محمد بن جائس، اميگريشن جو ڊائريڪٽر جميل بن جنتان، داتوڪ ڊاڪٽر ناگا ۽ ٻيا ڪيترائي پهرين جا سڃاڻا ۽ واقفڪار پڻ هئا.

داتوڪ تامبي چڪ بن حسن پاڪستان مان ايندڙ هاڪي ٽيم جو ٻڌايو تہ ايوح (پيراق) ۾ ڪيڏڻ لاءِ اچي رهي آهي. سندس پر ۾ ويٺل ٻين معزز سياستدانن ۽ ملاڪا جي اهم عهديدارن پاڪستان جي هاڪي ۽ ڪرڪيٽ ٽيم جي تعريف ڪئي. اهي رانديون اهڙيون آهن جيڪي هن پاسي گهٽ کيڏيون وڃن ٿيون. هتي جي ماڻهن لاءِ جيتوڻيڪ فوٽ بال راند سڀ ڪجهه آهي، پر دنيا ۾ ٿيندڙ ٻيون رانديون پڻ ٽي ويءَ تي شوق سان ڏسن ٿا. هتي جون اخبارون هميشه راندين جي خبرن سان ڀريل هونديون. ڪڏهن ڪڏهن تہ ائين لڳندو آهي تہ ملائيشيا جا ماڻهو پاڪستان کي هاڪي، ڪرڪيٽ ۽ اسڪاش ڪري سڃاڻن ٿا. هنن کي ڪيترن عرب، آفريڪن ۽ ڏکڻ آمريڪا جي ملڪن جي سربراهن جا نالا يا انهن ملڪن ۾ ٿيندڙ اهم سياسي، سماجي، سائنسي ۽ ٻين اهم ڪمن ۾ حصو وٺندڙن جي نالن جي خبر هجي يا نہ پر مٿين راندين جي پاڪستاني رانديگرن، ڪليم الله، حسن سردار، حنيف خان، فيروز وسيم، شاهد علي، عمران خان، جاويد ميانداد، محسن خان، مدثر نذر، عبدالقادر ۽ جهانگير خان، قمر جهان ۽ جمشير خان کان چڱيءَ طرح واقف آهن.

ٿوري دير بعد ملاڪا جو چيف منسٽر داتوڪ رحيم بن تامبي چڪ ۽ سندس زال داتن زبيده آئي ۽ ان کان پوءِ سگهوئي گورنر تي واءِ تي سيد احمد شهاب الدين ۽ سندس زال پٽان سري داتن شريفان حنيفان آئي. گهاٽي جهڙ ۽ رنگين ڪپڙن ۾ ماحول وڻندڙ لڳي رهيو هو. ههڙين دعوتن ۾ ملائيشيا ۾ باتڪ جي قميص پرتڪلف ڊريس سمجهي وڃي ٿي. جنهن جا نمونا ڏسڻ وٽان هوندا آهن. انهن قميصن تي مختلف پورن ۽ رنگن جي چِرن ۾ هن پاسي

جو آرٽ ۽ ڪلچر سمايل ٿئي ٿو. مختلف آرٽسٽن پنهنجن اندر جي اڌمن کي ڪپڙي تي ائين ظاهر ڪيو آهي، جيئن شاعر پنهنجا جذبا شاعريءَ ذريعي ڏيکاري ٿو. هڪ ڌارئين کي ملائيشيا ۾ اچي باتڪ جي ڪپڙي جون مختلف ڊيزائنون ضرور ڏسڻ کپن. ان لاءِ ڪوالالمپور جي تنڪو عبدالرحمان روڊ جا ڍھ بارهن ڪپڙي جا دڪان (گلوب سلڪ اسٽور سميت) ڏسڻ کپن يا وري ڪنهن گورنر، وزير يا سلطان جي هڪ ٺي دعوت ۾ حاضري پرڻ ڪافي آهي. جتي ڪيس ڪيداح، پيرلس، ترنگانو، ڪئانتان رياستن کان وٺي جڪارتا، بالي، سنگاپور، برونائيءَ جي باتڪ جا نمونا هڪ ٺي وقت نظر ايندا.

اهڙن موقعن تي ملئي رڌڻي جي آرٽ جي پڻ خبر پوي ٿي. ملئي ماڻهو اٽي، چانور، ناريل، ڪنڊ ۽ بيضن جون گهڻيئي مٺيون شيون ناهين ٿا. (ڪير جون مٺايون بنهه نه برابر ناهين.) اهڙين دعوتن ۾ خاص خاص مٺيون ۽ ڇهريون شيون: ڪئيح ڪوچي (Kueh - Koci)، اونڊي اونڊي، گولا ملاڪا، ڪئيح ڪيريا (Keria)، Seri - Muka، چُوچُو اڊانگ وغيره وغيره ٿين.

چانهه دوران گورنر کان پاڪستاني کاڌن بابت پڇيم.

”پاڪستاني ڪيترائي ڊش مون کاڌا آهن.“ هن ٻڌايو: ”قيمون نان، اڦراٺا، برياني وغيره. برياني ته هاڻ چڻ ملئي کاڌو ٿي ويو آهي. اڦراٺو پڻ هتي ايترو عام ٿي ويو آهي جو لڳي ٿو ته اصل کان هتي جو آهي ۽ اهو روٽي چنائي (Roti - Canai) جي نالي سان سڏجي ٿو. ڪوالالمپور جي ڪولوسل سئنيما سامهون هڪ پاڪستاني هوٽل، شايد عظمن نالي، هوندي هئي. ننڍپڻ ۾ ان تي مون کي ياد آهي ته آئون اڪثر کائيندو هوس. خاص ڪري ڊگها نان جن تي تر به لڳل هوندا هئا. هوٽل وارا انهن نانن کي استنبولي سڏيندا هئا. ان کان علاوه مختلف ٻوڙ ۽ ڀاڄيون پڻ. پر آئون ڪيداح رياست جو هجڻ ڪري - جتي مرچ مسالي جو واهپو تمام گهڻو هلي ٿو، مون کي ڏکڻ هندستانين (مدراسين) جا کاڌا وڌيڪ پسند آهن جو هو ڳاڙها مرچ گهٽا ڪم آڻين ٿا.

”ڪوالالمپور ۾ پاڪستان مسجد جي پٺيان هڪ سلون ريسٽورنٽ جو کاڌو ۽ پينانگ ۾ دائود هوٽل جو کاڌو مون کي ڏاڍو وڻندو هو. سستائيءَ

جو زمانو هو. ڊالر ۾ پيٽ ڀري پيٽ ۽ ٻوڙ جي پليٽ کائبي هئي. اهو اڄ کان ٽيهه پنجٽيهه سال اڳ جو زمانو هو. هينئر ڪوالالمپور واري هوٽل تہ الائي آهي بہ يا نہ. پر پينانگ واري ننڍڙي دائود هوٽل هاڻ جيتوڻيڪ ٻماڙ يا ٽماڙ ٿي ويئي آهي. ان سان گڏ ڪاڏي جا اگهہ بہ وڌي ويا اٿس. پر ڪاڏي ۾ اهو سواد ۽ لذت نہ رهيو اٿس."

ملاڪا جو گورنر تان سري سيد احمد شهاب الدين عمر جو 61 سالن جو هجڻ جي باوجود ڏسڻ ۾ عمر کان گهٽو ننديو ۽ چست لڳي ٿو. اهو حال ٻين بہ ڪيترن ئي هتي جي رهاڪو ملئي ۽ چيني ماڻهن جو آهي. جنهن جو وڏو سبب ننڊي هوندي کان تمام گهٽو پنڌ ڪرڻ ۽ پيريءَ تائين رانديون ڪيڏڻ آهي. اسان جو هي ملاڪا جو گورنر پڻ هن عمر ۾ بہ هفتي جا بہ ڏينهن گولف ڪيڏي ٿو. صبح جو اٿڻ سان ڪثرت ڪري ٿو. هن پاسي جي ماڻهن لاءِ اها ڳالهہ ڪٽي وڏي نہ هجي جو هو تہ سنگاپور جي پرائيم منسٽر کي بہ جاگنگ ڪندو ڏسن ٿا. جيڪو ستر ٻاهتر سالن جو آهي ۽ جنهن جي مقابلي ۾ سٺ ٻاهٺ سالن وارو نوجوان ٿيو. پر اسان جي تر جي ملڪن جي ماڻهن لاءِ اها ڳالهہ ضرور تعجب جوڳي هوندي، جتي جا ڪيترا ٿلها سياستدان، وزير، سرڪاري عملدار، ائڪٽر ۽ واپاري گهٽي کائڻ، گهٽي آرام، ۽ گهٽي سمهڻ ڪري صبح جو هنڌ تان اُٿي باٿ روم تائين ويندي وڏي ڳالهہ سمجهن ٿا. پر ملئي ماڻهن جي ان چستي ۽ ڦڙتائيءَ جو مغربي ماڻهو بہ قدر ڪن ٿا.

تان سري سيد احمد شهاب الدين جي ڳالهين مان لڳو تہ هو غريبن، دردمندن ۽ ضرورتمندن جو تمام گهٽو هڏڏوکي آهي ۽ هي عهدو هن لاءِ جيتوڻيڪ نئون آهي جيڪو فقط ڏيڍ سال کَن کان سنڀالڻ شروع ڪيو آهي. پر ان هوندي بہ عوام ۾ بيحد مشهور آهي. ان جو سبب فقط ۽ فقط عوام سان رلي ملي ۽ حال ڀائي ٿي رهڻ آهي.

"تون جمع نماز ڪهڙي مسجد ۾ پڙهين؟" هن مون کان اوچتو سوال ڪيو.

"ڪمپونگ تينگا (Kg - Tengha) واري مسجد ۾ يا وري ڪمپونگ لنگيءَ ۾" تعجب مان جواب ڏيئي هن ڏي ڏسڻ لڳس تہ هن اهو سوال ڪهڙي خيال کان ڪيو.

"آئون دراصل جمعي نماز هر دفعي نئين مسجد ۾ پڙهندو آهيان." گورنر ٻڌايو. "نماز بعد ان مسجد جي جماعتين سان گڏ ويهي ڪائنن خبرون چارون ۽ مسئلا پڇندو آهيان. ڇو جو ڪيترا ڳوٺ ايڏو ڏورانهان آهن جو انهن جا غريب ۽ پوڙها ڳوٺاڻا مون تائين هلي نہ اچي نٿا سگهن. سو ان ريت مون کي انهن سان ملڻ جو موقعو مليو وڃي. گذريل ٻن سالن ۾ اٽڪل سؤ ڪن مسجدن ۾ وڃي چڪو آهيان پر لڳي ٿو تہ ملاڪا رياست ۾ اڃا بہ ايتريون مسجدون آهن جو اڃا توهان پاسي وارين مسجدن جو وارو نہ آيو آهي نہ تہ توسان پهرين ملاقات ٿي چڪي هجي ها."

رياست جي حاڪم جي اها ڳالهہ ٻڌي مون کي خوشي ۽ تعجب ٿيو. هي جو اسان ننڍي هوندي آکاڻيون ٻڌندا هئاسين تہ هارون رشيد جهڙا اسلامي دنيا جا حاڪم ڇمڙا پوش ڪري غريبن، پوڙهن، بيواهن ۽ ڪمزورن جا ڏک درد معلوم ڪندا هئا سو اهڙا حاڪم ههڙي ماڊرن ۽ مشغول دور ۾ بہ موجود آهن. اهي فقط تواريخ جي ٿلهن ڪتابن ۾ دبجي نہ ويا آهن.

ملاڪا شهر جي سونهن ۽ واڌاري ۾ جتي هتي جي چيف منسٽر داتوڪ رحيم تانبي چڪ جو هٿ آهي اتي گورنر تان سري سيد احمد جون نيڪ صلاحون ۽ ساٿ پڻ شامل آهي. اهو ملاڪا جنهن ۾ فقط ٻہ سال ڪن اڳ ڪا فائيو اسٽار هوٽل بہ نہ هئي تنهن ۾ هاڻ ڪيتريون ئي فائيو ۽ فور اسٽار هوٽلون، پارڪ، ويڪرا رستا ٺهي ويا آهن. ٽوئرسٽن جي ڏسڻ لاءِ مِني ملائيشيا (Mini Malaysia). هوتان ريڪريسي، Bukit - Cina، ملاڪا جايا جهڙيون ڪيتريون ئي نيون شيون ۽ مسجد تاناح، الور گاجاح، تنجنگ بدارا، تنجنگ ڪلنگ جهڙين جڳهين جو ايترو سڌارو ٿي ويو آهي جو ڏسندي ئي ڏسندي پينانگ ۽ ڪوالالمپور بعد ملاڪا شهر گهمڻ لاءِ دنيا جا ٽوئرسٽ ميڙا ڪري رهيا آهن.

تان سري سيد احمد لاءِ هي گورنريءَ جو عهدو نئون ضرور آهي پر پاڻ ايڏن ئي اهم عهدن تي پهرين بہ ڪم ڪندو رهيو آهي. پاڻ هن کان اڳ ڪيداح رياست جو وڏو وزير Mentri - Besar رهي چڪو آهي. هڪ قومي سياسي ليڊر طور پڻ ڪم ڪيو آهي ۽ ان بعد ملائيشيا حڪومت طرفان سنگاپور جو سفير پڻ رهيو آهي.

"توهان کي هي نئون عهدو ۽ ملاڪا شهر ڪيئن لڳي ٿو؟" مون پڇيو.

”تيهه سال هڻ هٽان جي نوڪري ڪرڻ بعد هن شهر ۾ هن عهدي ۾ فرحت محسوس ڪريان ٿو.“

”توهان جڏهن ننڍا هئائو تڏهن ملائيشيا ۾ اسڪول ڪي ورلي هئا ۽ انگريزي پڙهائيءَ کان هرڪو ونءُ ويندو هوندو. پوءِ ان وقت پڙهائيءَ لاءِ توهان ۾ ڪنهن اتساهه پيدا ڪيو.“ گورنر کان مون ٻيو سوال پڇيو.

”مون پرائمري اسڪول جا چار درجا پنهنجي رياست ڪيداح جي ڳوٺ ڪلم (Kulim) ۾ پڙهيا.“ گورنر ٻڌايو، ”اهو ويجهي ۾ ويجهو اسڪول الور اسٽار شهر ۾ هو. جيڪو اسان جي ڳوٺ کان سٺ ستر ميل پري آهي. آئون غريب جو ٻار هوس. بابا وٽ نه ايترو پئسو هو نه سگهه جو مونکي ٻئي شهر موڪلي سگهي. پر خوش قسمتيءَ سان الور اسٽار ۾ منهنجي ڀيڻ جي سوٽ رهندي هئي - جيڪا اڄڪلهه جي پرائيم منسٽر داتوڪ ڊاڪٽر مهاطر جي ماءُ ٿئي. آئون ان وٽ اچي رهيس. ڊاڪٽر مهاطر جو ڀيءُ محمد اسڪندر ماستر هو. بلڪ اهو اسڪول به سندس ڪوشش سان کليو هو. هن مون ۾ وڏيڪ پڙهڻ جو جذبو ۽ روح ڦوڪيو. الور اسٽار بعد ڪوالالمپور ۾ پڙهيس.“

گورنر (Yang Di Pertua Negri) جو جيتوڻيڪ رياست جي انتظام ۾ سنئون سڌو هٿ نٿو ٿئي پر تان سري سيد احمد شهاب الدين هميشه پنهنجي سياسي ۽ ائڊمنسٽريٽو تجربي مان ٻين کي صلاح مشورو ڏيندو رهي ٿو. کيس ان ڳالهه جي خوشي آهي ته اهي سياسي مسئلا جن ۾ قوم، مذهب ۽ ذات نيات جا چڪر ٿين ٿا، اهي ملائيشيا ۾ بنهه گهٽجي ويا آهن ۽ ملاڪا ۾ ته بنهه نه برابر آهن. اهو ڏينهن خالي ناهي جنهن تي ٽوئرسٽن جون بسون ۽ ٽئڪسيون پرجي ملاڪا نٿيون اچن ۽ ملاڪا ۾ ٽوئرسٽن جي ڏسڻ جي جاين مان ڪيتريون ئي: ميوزيم، ٽاور ڪلاڪ، ڊچن جا ٺهيل Stadhuys، پراڻو سينٽ پال چرچ - سڀ گورنر جي گهر ’سري - ملاڪا‘ جي پر ۾ آهن.

”مون جهڙا اڌ مغزي ٽوئرسٽ توهان سان ملي ضرور بيزار ڪندا هوندا.“ مون پڇيو.

”جيتوڻيڪ ٽوئرسٽن ۽ مهمانن جو وڌو تعداد ڪيڪارڻ لاءِ مون وٽ اڪثر ايندو رهي ٿو. پر مون لاءِ اهي باعث خوشي آهن. انهن مهمانن ۾ ڪيترا ته اسڪولي شاگرد هوندا آهن، جيڪي ملائيشيا ۽ سنگاپور جي ڪنڊ

ڪڙڇ کان هلي اچن ٿا. وڏي عهدي وارو ٿيڻ جو مطلب اهو هرگز ناهي ته آئون پاڻ کي عوام کان پري رکان."

گورنر جو ڏينهن نائين بجي کان شروع ٿئي ٿو جيڪو سندس آفيس ۾ پهچڻ جو ٽائيم آهي. منجهند جي مانيءَ تائين هن کي گهڻو ڪري رياست جي ڪم ڪارين ۾ مشغول رهڻو پوي ٿو. ڪنهن ڏينهن وزيرن، سفيرن ۽ ٻين اهم شخصيتن جي اچڻ ڪري ڪاغذي ڪم رهجي ويندا آهن جيڪي ٻپهريءَ کان پوءِ ڪرڻا پون ٿا.

تان سري سيد احمد شهاب الدين گولف راند جو پڻ تمام گهڻو شوقين آهي ۽ شام جي وقت سندن ملاڪا جي Ayer - Keruh ڪنٽري ڪلب گولف ڪورس تي گولف ڪيڏڻ ٿيندو آهي. گولف کان علاوه فٽ بال سندس دلپسند راند آهي جنهن ۾ اسڪولي ڏينهن ۾ تمام گهڻو حصو ورتو هئائين.

سياست بابت ڪتاب ۽ سياسي اڳواڻن جون آتم ڪهاڻيون پڙهڻ سندس دلپسند وندر آهي. ان کان علاوه گلن ۽ پکين سان پڻ پيار اٿس.

"وندر جون گهڙيون گهر ۾ پوکيل گلن ۽ پاليل پکين سان ئي گذاريندو آهيان." پاڻ ٻڌايائين.

موڪلائڻ وقت پاڻ وري وري ملڻ لاءِ چيو. مون سندس ٿورا مڃيندي کيس ٻڌايو ته هن ملڪ جي وڏن ماڻهن جي اها عظمت ۽ وڏي ڳالهه آهي جو هو ڪنهن کي به ننڍو نٿا سمجهن. ڪين هٺ وڏائي ناهي ۽ سندن عزت ۽ شان جو راز ان ۾ آهي جو هو پڻ ٻين کي عزت ڏين ٿا ۽ اهڙيءَ طرح عوام جون دليون جيتين ٿا.

# ملڪ ۽ مسئلا

ڪرسمس واري رات، ملاڪا جي رامادا هوٽل ۾ جهازين جي هڪ گڏجاڻي ٿي. آخر ۾ ڳالهين دوران هڪ ايراني ڪئپٽن چيو: "اسان جي ملڪ ۾ خبر ناهي ڪڏهن سڪون جو واءُ ورندو."

تنهن تي لبناني سرويئر وراڻيس: "توهان جي ملڪ ۾ ته وري به هڪ زبان (فارسي) آهي. هڪ مذهب (اسلام) آهي ۽ هڪ ئي فرقو (شيعا) آهي. لبنان جو سوچ ته ڇا حالت هوندي. ملڪ جي اڌ آدمشماري عيسائي آهي ته اڌ مسلمان. پنهنجو پاڻ ۾ ئي وڙهيو پيا مرون."

ان تي ملئي ڪئپٽن چيو: "ان خيال کان اسان ڀاڳ وارا آهيون جو اسان جي ملڪ ۾ ٽي قومون: ملئي، چيني ۽ انڊين رهن ٿيون ته به سڪون لڳو پيو آهي."

سنگاپور جي چيف انجنيئر چيو: "اهو ته ڪجهه به ناهي. اسان جي ملڪ سنگاپور ۾ نه فقط ٽي مختلف قومون رهن ٿيون (چيني، انڊين ۽ ملئي) پر سرڪاري زبانون ۽ مذهب به اوترائي گهڻا آهن ته به اسين سنگاپوري سانت پري زندگي گذاريون ٿا."

پري کان يوگوسلاويا جي ڪنهن شپ يارڊ جو هڪ آرڪيٽيڪٽ انجنيئر، جيڪو ڇڱي دير کان سڀني جي گفتگو ٻڌي رهيو هو، تنهن رڙ ڪري چيو: "رڳو پنهنجي پخي وينا هڻو. ڪنهن منهنجي ملڪ يوگوسلاويا جي اندرين ۽ ٻاهرين حالتن جو به جائزو ورتو آهي؟"

مڙيئي چپ ٿي ويا. سنگاپوري چيف انجنيئر وسڪيءَ جو گلاس چپن تان هٽائي ٽيبل تي ڪٽي رکيو. لبناني سرويئر اڌ ڳابري ڇڪيل سگريٽ کي مروڙي سروڙي ڪٽي ائش ٽري ۾ ڦٽو ڪيو. سڀ يوگوسلاويا کان آيل همراهه ڏي گهورڻ لڳا.

"ٻڌو! اسان جي ملڪ يوگوسلاويا ۾". يوگوسلاوين همراهه چيو. "ٻ

لکٽيون: لئٽن (Latin) ۽ سائريلڪ (Cyrillic) استعمال ٿين ٿيون. ٽي وڏا مذهب: آرٿوڊڪس، ڪئٿولڪ ۽ اسلام آهن ۽ چار تهذيبون: لئٽن، جرمن، سلاوڪ ۽ اورينٽل آهن. ان کان علاوه اسان جي ملڪ ۾ پنج قومون: سرب (Serbs)، ڪروٽ (Croats)، سلوون (Slovenes)، مئڪدونين (Macedonian) ۽ مانٽينگرو (Montenegro) رهن ٿيون، ڇهه صوبا: سربيا، ڪروٽيا، سلووينيا، مئڪدونيا، مونٽينگرو ۽ بوسنيا آهن ۽ ڇوڏاري ست پاڙيسري ملڪ: اٽلي، آسٽريا، هنگري، رومانيا، بلغاريا، يونان ۽ البانيا آهن - ته به اسين خوش آهيون. ڪنهن پڙهيو آهيان اخبار ۾ ته اسان وڙهون وينا."

سڀ اهڙو ڪچن جهڙو پيت.

(پر افسوس جو ان ڳالهه کان ڪجهه سال بعد مارشل ٽيٽو جي مرڻ تي يوگوسلاويا ۾ اهڙي باهه ٻري جو ملڪ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو - ادارو)

# ملائيشيا ۾ عيد نماز ۽ شادي مرادي

پهرين عيد نماز تي مسجد ۾ ويندي وقت سوچيو هوم تہ ملائيشيا ۾ عيد ملڻ جي خبر ناهي ڇا رسم هوندي. پنهنجي ڳوٺ ۾ تہ نماز بعد سيني سان هڪ دفعو ڀاڪر پائي عيد جون مبارڪون ڏبيون ونبيون آهن. چٽگانگ ۽ ڪراچيءَ جهڙن شهرن ۾ آياسين تہ خبر پيئي تہ عيد مبارڪ ڪرڻ لاءِ هڪ نہ پر ٽي.ٽي ڀاڪر پائنا آهن.

۽ هاڻ ملائيشيا جي پهرين عيد هئي. پر ۾ آصف وينو هو. تنهن کان پڇيم: ”استاد هتي ڪيترا ڀاڪر پائنا آهن؟“

”نماز پوري ٿيڻ تي ئي خبر پئجي سگهندي.“ هن وراڻيو.

”پر يار جي ٽن کان وڌيڪ ڀاڪر پائڻ جو چڪر نڪتو تہ پاڻ پنهنجو ٽن وارو ئي قائم رکنداسين.“ مون آصف کي چتاءُ ڏنو. جواب ۾ هن رڳو مرڪيو.

جڏهن نماز ۽ خطبو پورو ٿيو تہ اهو ڏسي حيرت ٿي تہ ڇا جي ڀاڪرن جي لانڍ ڇا جي هرهڪ سان عيد مبارڪ. هرهڪ فقط پنهنجي پر واري سان هٿ ملائي اُٿي کڙو ٿيو. مسجد جي گيٽ تائين ۽ گيٽ کان ٻاهر ڪار تائين فقط هڪ ٻن گهٽي جاڻ سڃاڻ واري هٿ ڏيئي ”سلامت هري ريا“ (عيد مبارڪ) چيو نہ تہ الا الا خير سلا.

آصف کي چيم: ”جزاک الله. مونکي ملائيشيا جي عيد جي اها ڳالهہ ڏادي وڻي. وس پڇي سگهيو تہ پر واري ملڪ مان بہ هلي اچي ملائيشيا ۾ عيد نماز پڙهبي.“

هونءَ عيد نماز ۽ جمعي نماز سڄي ملائيشيا ۾ هڪ ئي وقت تي پڙهي وڃي ٿي. منهنجي خيال ۾ ان کان اسان وارو طريقو سٺو آهي تہ نماز لاءِ مختلف مسجدن ۾ مختلف وقت رکيل آهن. جيئن ڪنهن کي دير ٿي وڃي تہ هو هڪ بدران ٻي مسجد ۾ پڙهي سگهي. يا ڪيس ڪيڏانهن ڪم سانگي وڃڻو هجي تہ سوير وقت واري مسجد مان نماز پڙهي، ڪم ڪار لاءِ روانو ٿي وڃي.

پاڻ عيد تي سويون ناهيون، ملئي ماڻهو بسڪٽ ناهين. رمضان جو سڄو مهينو ملئي مائيون دڪانن تان اٽو، مئدو، مکڻ، مارجرين، بيضا، ناريل ۽ ڏونگهين جي ڪاتر، رنگ، خوشبو ۽ ٻيون بسڪيٽ ۽ ڪيڪ ناهڻ جون شيون خريد ڪري گهر ۾ قسمين قسمين بسڪيٽ ناهين. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ بسڪٽ ڪيڪ ناهڻ ۾ ٻئي ڪنهن ملڪ جو عوام ايڏو هوشيار نہ هوندو، جيڏو ملائيشيا جو ننڍو وڏو آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هرهڪ جي گهر ۾ بسڪٽ کائي کائي دل ڪچي ٿي پوندي آهي. ملئي سڄو سال ڪنهن جي گهر نہ وڃن پر عيد تي ضرور ويندا. ۽ عيد فقط هڪ يا ٽي ڏينهن نہ پر شوال جو سڄو مهينو ملهائين. يعني ضروري ناهي توهان عيد واري ڏينهن ڪنهن جي گهر وڃو پر ڪنهن بہ ڏينهن وڃي سگهو ٿا. ميزبان ٿهيل بسڪٽ جي هر قسم مان لپ لپ پيالن ۾ وجهي مهمانن اڳيان اچي رکندو آهي. مهمان جيڪي بہ چار ڪاڏا اهي ڪاڏا باقي ڳاسليٽ جي دٻن جهڙن ڊگهن دٻن ۾ واپس رکي ڇڏيندا. بسڪٽ کارائڻ بعد پيئڻ لاءِ چانهہ، ڪافي، گلاب جو شربت يا ڪجهہ ٻيو ڏين. ڏٺو وڃي تہ ان ۾ نہ ميزبان کي تڪليف نہ مهمان تي گهڻو بار. سادي سودي مزمانيءَ تي ويهي بہ چار دل جون ڳالهيون ڪن ۽ ٽهڪڙا ڏين. ملئي ماڻهن ۾ پرائي پچار، جهيڙو جهٽو يا ڳارگند بنهہ ناهي. انهيءَ جي ساک هتي جا چيني، هندو ۽ سک پڻ ڏيندا.

ڪن ڪن گهرن ۾ آيل ٻارن کي هڪ ڊالر خرچيءَ طور ڏين ۽ اهو هڪ هڪ ڊالر غريب توڙي امير هڪ جيترو هرهڪ ٻار کي خرچيءَ طور ڏئي. چيني پڻ سندن نئين سال تي گهر ۾ آيل ٻارن کي فقط هڪ هڪ ڊالر خرچيءَ طور ڏين – جنهن کي انگ پائو سڏجي ٿو. غريب توڙي امير جي ٻار جي هٿ ۾ شام تائين ذري گهٽ هڪ جيترا ئي پئسا هوندا. نہ ڪنهن کي غربت ۽ ننڍي هجڻ جو احساس ۽ نہ وري ڪنهن کي احساس برتري ۽ اميريءَ جو اجايو شان. يعني گهٽي گهل، ڪوڪلي شان ۽ شوبازيءَ کان هتي جي ماڻهن اجا تائين پاڻ کي ڪافي بچائي رکيو آهي.

اهڙيءَ طرح ’ملئي شاديءَ‘ تي بہ گهٽ خرچ ۽ گهٽ ڪٺراڳ ٿئي ٿو – چاهي امير جي شادي هجي يا ڪنهن غريب جي. نڪاح هڪ ڏينهن اڳ ۾ چند مائٽن اڳيان ٿئي ٿو. ٻئي ڏينهن اوڙي پاڙي جا مٽ مائٽ دوست يار

منجهند جي دعوت تي اچن جيڪا هر هنڌ يارهين بجي کان ٻئين بجي تائين هوندي آهي. جنهن کي جنهن وقت سهوليت لڳي، اچي ماني کائي وڃي. مانيءَ جو مينو ٻـ هر هنڌ ساڳيو. ڪڪڙ جو منو ڪٽو ڀوڙ، مڪس ڀاڄين جو ڀوڙ، ڳائي گوشت جو چڊو ڀوڙ، اناناس جو آچار ۽ ڦڪرا پاڻيءَ پسيا چانور. مٺي ۾ رنگين جيليءَ جون برفي وانگر چڪيون چڪيون. ڪنهن ڪنهن وٽ ڪٽي گيهه ۽ بصر تي داغ ٿيل پيٽ هوندو. پاڻيءَ بدران گلاب جو هلڪو منو ۽ ڳاڙهو شربت. ڇئن ڇئن ماڻهن لاءِ هڪ خومچو پوري پني مانيءَ جو آڏي رکندا آهن. ڪڪڙ جي ڀوڙ ۾ ٻـ هڪ ٻڪو وڏو ٽڪر هوندو آهي جنهن مان چارئي ورهائي کڻن. دعوت ۾ اچڻ وقت هرهڪ پنهنجي دوستي موجب هڪ ڊالر، ٻـ ڊالر يا پنج ڏهه ڊالر پوئو ڏين، جيڪو در وٽ ويٺل همراهه رجسٽر ۾ نوٽ ڪري - جيڪا پرائي پاڃي سمجهي ان همراهه کي ان جي ڪاج تي موٽائي ويندي آهي. پوري ٻي بجي گهوٽ ڄڃ سميت ڪنوار جي گهر پهچندو آهي. ساڻن گڏ بئنڊ باجي وارن بدران اٺ ڏهه ڇٽا هڪ ئي ورديءَ ۾ دڦ وڄائيندا، درود شريف ۽ حمد پڙهندا، پهچندا آهن. گهوٽ در وٽ اچي ويهندو آهي. باقي ڄاڃي اندر هليا ايندا آهن. پوءِ ڪنوار پنهنجين ٻن ساهيڙين سان گڏ گهر مان نڪري اچي گهوٽ جي پر ۾ ويهندي آهي. ٻنهي ساهيڙين کي اُس ۽ مينهن جي بچاءَ لاءِ رنگين ڇٽيون هونديون آهن جيڪي گهوٽ ڪنوار مٿان جهلي ويهن. انهن جي پر ۾ ننڍيا پار بانس جا ڊگها لڙها جهلين جن ۾ پني جا گل ۽ پنيون ڪنٽل هونديون آهن. مولودي وري دڦ وڄائڻ شروع ڪندا آهن ۽ گهوٽ ڪنوار اندر اچي وڏين ڪرسين تي ويهن. ڪجهه سات سوڻ هلندا آهن جن ۾ گهڻن جو واسطو مذهب - اسلام سان نـ پر هتي جي گڏيل تهذيب ۽ ڪلچر سان آهي. جن ۾ ڪجهه ڪجهه رسمون هندن ۽ چيني ٻڌن ۽ پورچوگيزن جون پڻ هلنديون اچن - جيئن پاڻ وٽ ڳوٺن ۾ ٻُڪي، ونهه ۽ شاديءَ رات لائڻ مهل جيڪي سات سوڻ ۽ رسمون سرانجام ڏنيون وينديون آهن اهي سالن کان هلنديون اچن ۽ انهن جو واسطو سنڌ ۽ اوسي پاسي جي علائقي: پوچ، ڪڇ، مڪران، راجستان ۽ پنجاب جي ڪلچر سان آهي - ۽ نـ مذهب سان.

انهن ريتن رسمن بعد گهوٽ ڪنوار ۽ سندن ويجها عزيز ۽ دوست ماني

ڪائيندا آهن. ان ٽولي لاءِ مڙيئي ٻه چار پيون شيون نهيل هونديون آهن: جهڙوڪ مڇي، ڳانگٽ ۽ هڪ اڌ ڪا ٻي مٺائي ٻه. ماني بعد ڪنوار گهوٽ سان گڏ سندس گهر رواني ٿيندي آهي. پر هتي ملاڪا رياست ۾ گهوٽ کي ڪنوار جي گهر ۾ رهڻو هوندو آهي. ان ڪري ٽي چار ڏينهن گهوٽ جي گهر رهي، سامان سڙو ڪٽي هميشه لاءِ گهوٽ ڪنوار جي گهر اچي رهندو آهي.

هلڪي ڦلڪي ماني گهوٽ جي گهر ٻه ٿيندي آهي، جيئن باقي سنگتي ساٿي جيڪي ڪنوار جي گهر اچي نه سگهيا سي کائي سگهن. پر جي گهوٽ ڪنوار جو گهر ويجهو آهي ته پوءِ هڪڙي ئي ماني ڪنوار جي گهر سندس خرچ تي ٿئي يا اڌواڌ پئسا ڏين. شاديءَ يا ٻي ڪاج جي ماني هوٽل تان يا بورچيءَ کان نه پچرائين پر پاڙي جون عورتون ۽ مرد گڏجي رڌين. ٿانوَ ۽ چادرون به پاڙي مان وٺي اچن. مانيءَ بعد هرهڪ مهمان کي گهر وڃڻ وقت اوباريل بيضو ڏنو ويندو آهي. اها دراصل چينين جي پراڻي رسم آهي جيڪا هتي جي ملئي مسلمانن ۾ هندن ۾ پڻ هلندي اچي. چيني بيضي کي ويجهه (Fertility) جي علامت سمجهن ٿا.

شاديءَ وارا ٻه ڏينهن گهوٽ ڪنوار پنج ڇهه مختلف وڳا بدلائي فوٽو ڪڍرائين. جنهن جو پوءِ البم ٺاهي سيني کي ڏيکارين. شاديءَ وارن ڏينهن ۾ پهريل وڳا چڱا قيمتي ٿين ۽ اهڙا جهڪ مڪ وارا ڪپڙا فقط شاديءَ تي ئي پاتا وڃن ٿا يا وري چيني ڊرامن ۽ اوپيرا شوز ۾. پاڻ وٽ به ڪنوار جو شاديءَ رات وارو ڳاڙهو وڳو ڪافي قيمتي هوندو آهي - جيڪو فقط ان ئي رات پاتو وڃي ٿو باقي عمر ان کي اڌوهي ۽ ٺٺو ڪائيندو آهي. پر هتي مزي جي ڳالهه اها جو شاديءَ جا وڳا نهرائڻ تي خرچ ڪرڻ بدران شاديءَ تي گهوٽ ڪنوار اهي وڳا دڪان تان مسواڙ تي وٺي ايندا آهن. ملائيشيا جي هر شهر ۾ ڪيترائي اهڙا دڪان آهن جتي هر ماپ جون ملئي، انڊين ۽ چيني 'شاديءَ جون ڊريسون' مسواڙ تي ملن. نه فقط ڊريسون پر ڪوڙا ڳهه پڻ. خاص ڪري مٿي تي رولڊ گولڊ جو ڇت ته هرڪا ملئي ڪنوار پائي - جنهن جي ٽن ڏينهن جي مسواڙ پنج ڊالر (ٽيهه رپيا) آهي.

هڪ ملئي جوڙي کان سندن شاديءَ جو خرچ پڇيم:

"مانيءَ ۽ ڪپڙن تي ڏيڍ هزار ڊالر خرچ آيو." هن ٻڌايو، "پر ماڻهن

ڪان جيڪي ادائي هزار ڊالر تحفي ۾ مليا انهن مان ماني ٽڪيءَ جو خرچ لاهي باقي ٻچيل هزار ڊالرن مان نئين ورتل گهر لاءِ فرنيچر ۽ ٻيو سامان ورتوسين."

"۽ گهر؟" مون پڇيومان.

"سرڪار ڪان جيڪو شاديءَ لاءِ اسان کي قرض مليو اهو سمورو ڏيئي سرڪار طرفان ٺهيل سستو گهر (Rumah - Awam) ورتوسين. باقي رهيل پئسا ننڍين قسطن ۾ ويهن سالن اندر ڀيارڻا آهن. پر اها قسط اسان لاءِ آسان آهي جو هونءَ جيڪي سؤ ڊالر پرائي گهر جي مسواڙ ڏيندا هئاسين اها هاڻ قسط ۾ ڏينداسين."

منهنجي خيال ۾ شاديءَ جو ان ڪان وڌيڪ سادو، سٺو ۽ سستو نمونو ٻيو شايد ئي ڪٿي هجي. شاديءَ بعد قرضي ٿيڻ بدران هتي ملائيشيا ۾ گهوٽ ڪنوار جو صحيح معنيٰ ۾ نئون گهر ٺهيو وڃي.

# رنوديرو يا نئون ديرو

ڪوالالمپور شهر جو سڄو نالو وٺڻ بدران ملائيشيا ۾ ڪنهن کي فقط ڪوالا ٻڌائڻ سان هو هرگز سمجهي نہ سگهندو تہ توهان جي ڪوالا مان مراد ڪوالالمپور آهي. ڇو جو هتي ملائيشيا ۾ ڪيترائي شهر آهن جيڪي ڪوالا سان شروع ٿين ٿا. ملائيشيا ۾ ڪوالا ائين آهي جيئن پاڻ وٽ پاڪستان ۾ ٽنڊو. هاڻ فقط ٽنڊو چوڻ سان ٻئي کي ڪهڙي خبر تہ آيا اهو ٽنڊو آدم آهي يا ٽنڊو قيصر. ٽنڊوالهيار آهي يا ٽنڊو محمد خان. اهڙيءَ طرح ملائيشيا ۾ ڪيترن ئي ننڍن وڏن شهرن جا نالا ڪوالا سان شروع ٿين ٿا. جهڙوڪ: ڪوالا ترينگانو (جيڪو ترينگانو رياست جي گاديءَ جو هنڌ آهي جيئن سلينگر رياست ۽ سڄي ملائيشيا جي گاديءَ جو هنڌ ڪوالالمپور آهي.) ان کان علاوه ڪوالا لپيس (Kuala Lipis)، ڪوالا ڪنگسار، ڪوالا ڪيرائي، ڪوالا ڪيلاوانگ، ڪئالا نيرانگ وغيره. اسان جي پر واري هڪ ڳوٺ جو نالو بہ ڪوالا سنگائي بارو آهي.

ڪوالا وانگر هتي ڪمپونگ پڻ مشهور آهي. ڪمپونگ معنيٰ ڳوٺ ۽ سنڌس استعمال بہ ائين ئو ٿئي جيئن پاڻ وٽ ڳوٺ لفظ جو. ڳوٺ ڇتو چنڊ، ڳوٺ ڇوهڙ جمالي، ڳوٺ سانڌاڻ، ڳوٺ ونجهيريءَ وانگر هتي جي بہ ڪيترن ئي ڳوٺن جي نالي اڳيان ڪمپونگ (ڳوٺ) اچي ٿو. مثال طور: ڪمپونگ بنتانگ (تاري جو ڳوٺ)، ڪمپونگ آير پوتيح (اڇي پاڻيءَ جو ڳوٺ) ڪمپونگ جاوا (جاوي ماڻهن جو ڳوٺ)، ڪمپونگ لمبو (ڍڳي جو ڳوٺ)، ڪمپونگ لائوت (سامونڊي ڳوٺ)، ڪمپونگ بيسر (وڏو ڳوٺ)، ڪمپونگ علار (نانگ جو ڳوٺ) وغيره وغيره. (ريڊيو تان گانن جي فرمائش موڪليندڙن جا نالا ٻڌي ٻڌي مون بہ ڪافي ڳوٺن شهرن جا نالا ياد ڪري ورتا آهن.) ها، هتي جي هڪ ڳوٺ جو نالو ڪمپونگ نيوزيلئنڊ بہ آهي. پاڻ وٽ بہ هڪ ڳوٺ جو نالو بنگلاديش آهي، جيڪو سڪرنڊ پرسان آهي.

۽ جيئن پاڻ وٽ هڪ ڪان وڏيڪ ڳوٺن جا ساڳيا نالا بہ ٿين جيئن حيدرآباد ضلع جو سعيد آباد ۽ دادو ضلعي جو پان سعيد آباد تيئن ملائيشيا ۾ پڻ آهي. مثال طور ڪمپونگ گاجاح (هاٿيءَ جو ڳوٺ) ٽن مختلف شهرن جو نالو آهي جيڪي مختلف رياستن: جوهر، ڪيلنتان ۽ پيراق ۾ آهن.

پاڻ وٽ ڪيترن ئي شهرن جي نالن سان نئون، پرائو، آباد، پور، ديرو، ڪوٽ جهڙا لفظ اڳيان يا پويان اچن ٿا. تيئن هتي ملائيشيا ۾ بارو (نئون)، توئا (پوڙهو يا پرائو) پنجنگ (سمنڊ اندر گهڙيل زمين جو حصو)، ڪوٽا (ڪوٽ، ديرو)، سنگائي (درياءَ)، لانگ (ڪفن، مقام) پاسر (بيابان، واري)، سمپانگ (چوواٽو)، پاڊانگ (پوک/ ٻني) شهرن جي نالن ۾ جام استعمال ٿين ٿا.

اهوئي سبب آهي جو ملائيشيا جي شهرن توڙي ڳوٺن جو اڌ نالو وٺڻ بدران هميشه سڄو نالو ياد رکڻ کپي ڇو جو فقط اڌ نالو ڪٽڻ سان ٿي سگهي ٿو، اهو اڌ ٻين شهرن ۾ بہ ساڳيو هجي، جهڙوڪ 'ڪوٽا تنگيءَ' جو سڄو نالو وٺڻ بدران فقط 'ڪوٽا' چوڻ ائين آهي جيئن فقط 'ڪوٽ' چوڻ مان ڪهڙي خبر پوندي تہ اهو عمر ڪوٽ آهي، نئون ديرو يا ڪو ٻيو اهڙو شهر. اهڙيءَ طرح فقط ديرو چوڻ سان ڪهڙي خبر تہ رتوديرو آهي، بائوديرو يا نئون ديرو. يا نلهو ميرپور چوڻ مان ڪهڙي خبر تہ اهو ميرپورخاص آهي، ميرپورماٿيلو يا ميرپور ساڪرو. تهڙيءَ طرح ملائيشيا ۾ ڪوٽا سان ٻيا بہ ڪيترائي شهر آهن، جهڙوڪ: ڪوٽا بارو، ڪوٽا تمپان، ڪوٽا لينگانگ، ڪوٽا سيتيا وغيره وغيره.

# پکين پچارون

ملائيشيا جي اخبارن ۾ پکين ۽ جانورن جون خبرون بہ واهہ جون اچن ٿيون. ظاهر آهي اهو ملڪ جنهن کي دنيا جو ٻيلو سڏجي ان ۾ پکي جانور ۽ جيت ٻلائن جون دلچسپ ڳالهيون پلا ڇو نہ هجن. هتي ٻهراڙي ۽ ڳوٺن ۾، گهرن جي ٻاهران لوڙها ڏنل آهن. پر اهي چورن جي دٻ کان نہ پر جانورن جي بچاءَ کان آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڏٽن جا ڌڻ هاٿين، پولڙن يا سانن جا، پوکيل فصلن ۽ ڳوٺائن گهرن ۾ گهڙي پوندا آهن.

گذريل سال بہ خبر پيئي تہ عيد تي ترينگانو رياست جي هڪ ڳوٺ وارن نہ عيد نماز پڙهي ۽ نہ ٽن ڏينهن تائين هڪ ٻئي سان ملڻ لاءِ نڪري سگهيا جو هاٿين جو هڪ ڌڻ پر واري جهنگل مان نڪري ان ڳوٺ جي چوڌاري اچي ويهي رهيو هو. آخر ٽئين ڏينهن ٻيلي کاتي وارن اچي هنن کي ڀڄائي ڪڍيو، تڏهن ڳوٺ جا ماڻهو ٻاهر نڪتا.

ڪجهہ ڏينهن پهانگ رياست جي پڻ اهڙي خبر اخبار ۾ آئي هئي تہ اتي جي هڪ ڳوٺ ۾ هاٿين جي ٻن ڏٽن ٻيڻل لکها ڊالرن جي فصل کي لتاڙي چٽ ڪري ڇڏيو ۽ ڪيترائي اندين جا ڪچا ۽ ملئي ماڻهن جا ڪاناٺا گهر ڊاهي وڌا. ڪو اڪيلي سر هاٿيءَ کي مارڪيٽ ڪندي بہ ڊڄي ٿو جو هاٿيءَ جو يادگيرو تمام گهڻو آهي ۽ هو ڳولي ڳولي ان ماڻهوءَ کان بدلو وٺي ٿو. هاٿين بعد ٻئي نمبر تي پولڙن، سوئرن، سانن، مانگر مڇن ۽ گينڊن جي ڪيل نقصانن جون خبرون ايندڻون آهن.

ڪي خبرون وري دلچسپ نوعيت جون هونديون آهن. مثال طور: ’باگان سرائي‘ ڳوٺ جي هڪ همراهہ جي ڪڪڙ جي خبر آئي هئي تہ اها ناريل جو سڄو وڻ چڙهي مٿي چوٽيءَ تي وڃي بيضو لاهي ٿي.

ڪڪڙ جي مالڪ حاجي مختيار (عمر چاليهہ سال) ٻڌايو تہ ڪڪڙ کي وڻ تي چڙهڻ جي ايڏي پرئڪٽس ٿي ويئي آهي جو بيضو لاهڻ مهل ٿيهہ

فٽ ڊگهو ٿڙ لتاڙي مٿي ٿارين تي وڃيو آنو لاهي ٿي. ڪيترن ماڻهن مختيار ڪي اها ڪڪڙ وڪڻڻ لاءِ ناٽي جي آڇ ڪئي پر هن انڪار ڪيو.

هڪ ڇڇيءَ جي خبر فوٽو سميت آئي هئي تہ هڪ ڳوٺ ۾ فلاڻي همراهہ جي گهر ۾ هڪ اهڙي ڇڇي آهي جنهن کي ٻہ پُڇ آهن.

ڪجهہ ڏينهن اڳ هڪ خبر مينا پکيءَ جي آئي هئي. خبر جو عنوان هو: ”تامل ڳالهائيندڙ مينا سڄي ڳوٺ جي ڳالهہ“ ۽ پوءِ خبر ۾ هو تہ تائپنگ ضلعي جي هڪ ڳوٺ توپائي ۾ هڪ اهڙي مينا آهي جيڪا تامل زبان ڳالهائي ٿي ۽ ٿوري ٿوري ملئي زبان پڻ. هن کي ڏسڻ لاءِ نہ فقط توپائي ڳوٺ جا پر پري پري کان ماڻهو اچي رهيا آهن.

راجا چيليها - جنهن جي اها مينا آهي، جي گهر ۾ جيڪو بہ وڃي ٿو تہ اها مينا تامل زبان ۾ ’سا پي تيا‘ چئي ڪيڪاري ٿي - يعني تو ماني کاڌي آهي؟

هن پکيءَ کي گهر جي سڀني ڀاتين جا نالا ياد آهن. ڊبل روٽيءَ وارو جيئن ئي اچي ٿو تہ ”روٽي روٽي“ چئي سڀني کي اطلاع ڪري ٿي.

راجا ٻڌايو تہ هن کي اها مينا، ٻيلي ۾ ڪم ڪندي، هڪ وڻ هيٺان زخمي حالت ۾ ملي هئي. ۽ هاڻ هوءَ گهر جي هڪ ڀاتيءَ وانگر هتي وٽ رهي ٿي. گهر جا ڀاتي ڪانئس هڪ پل بہ جدا ٿيڻ نٿا چاهين. جيتوڻيڪ پکي ڌارڻ جو لائسنس نهرائڻ ۾ دير ڪرڻ ڪري ٻيلي کاتي وارن ڪانئس اها مينا هڪ هفتي لاءِ کسي ورتي هئي. پر پوءِ پندرهن ڊالر ڀياري، لائسنس نهرائڻ بعد کيس موٽائي ويئي.

هڪ خبر ۽ تصوير پاسرماس ڳوٺ جي انچڪ مات صالح اوانگ ۽ سندس پاليل هڪ سهڻي پکيءَ جي آئي هئي تہ سندس هي پکي نماز جي وقتن تي مٿي آواز ۾ لات لنوي کيس نماز پڙهڻ جي ياد ڏياري ٿو. انچڪ صالح ٻڌايو تہ پکيءَ جي ان خاصيت جي ڄڃگيءَ طرح خبر کيس رمضان ۾ پيئي، جڏهن هو روزو رکڻ ۽ کولڻ مهل اينڊڙ ٻانگ کان ڪجهہ گهڙيون ٻهرين پنهنجي مٺي ٻوليءَ ۾ سڏ ڪندو هو.

انچڪ صالح چيو تہ هو ڪڏهن بہ ان پکيءَ کي نہ وڪڻندو. جو هي پکي پروردگار طرفان کيس هڪ تحفو آهي. ٻاڻ هن پکيءَ جو نالو ’نمازي پکي‘ رکيو اٿس.

پرلس رياست جي پوليس اتي جي ماڻهن کي هڪ آدم خور چيتي کان خبردار ڪيو آهي جنهن سنگائي ڳوٺ جي هڪ ماڻهوءَ کي ڪائي وڌو آهي. بيلي ڪاتي وارا ان چيتي کي مارڻ پنيان پيچ ڊڪ ڪري رهيا آهن جو هنن جو چوڻ آهي تہ هڪ دفعو انسان جو رت چکڻ بعد ان ڊپ جو انديشو آهي تہ متان هو وري ماڻهن تي حملو ڪري.

ڪوالالمپور جي وائلڊ لائيف وارن سيني ماڻهن کي چتاءُ ڏنو آهي تہ سماتري گينڊي کي ڪوبہ نہ ماري جو هن جي جنس دنيا ۾ ختم ٿيڻ واري آهي. (ياد رهي تہ هن گينڊي جو سِڱُ مردانگي برقرار رکڻ ۽ شهوت وڌائڻ (Aphrodiatis) جي دوائن ۾ ڪم اچي ٿو. گينڊي جو سِڱُ چين ۾ تمام مهنگو وڪامي ٿو - جتي جا حڪيم ان کي پيهي ٻورو ڪري ٻين شين سان ملائي طاقت، جواني، شباب جي دوا ناهي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڪرو ڪن ٿا.)

چون ٿا تہ هن وقت هي گينڊو سڄي دنيا ۾ فقط هڪ ملاڪا جي چڙيا گهر ۾ آهي جيڪو گذريل سال نگري سيمبلان جي جهنگلن ۾ ڏڪڻ هندستاني مزورن کي نظر آيو هو. هو وڻن جي ڪٽائي ڪري رهيا هئا تہ هي گينڊو پچڻ دوران هڪ اونهي کڏ ۾ ڪِري پيو.

بيلي ڪاتي وارن ٻڌايو تہ چڱو جو مدراسي مزورن ان کي ڏنو ۽ ڦاسائڻ لاءِ ڪين اطلاع موڪليو. جيڪڏهن چيني مزورن جي ور چڙهي ها تہ اتي جو اتي ڪيس ڪائي سڱ چين، هانگ ڪانگ، تائيوان يا ڪوريا جي ڪنهن پساريءَ کي وڪڻي ڇڏين ها.

هونءَ هي گينڊو زولاجيڪل دنيا ۾ بہ وڏي هاڪ رکي ٿو. هن کان اڳ ان نسل جو گينڊو فقط راٽرڊم (هالئنڊ) جي چڙيا گهر ۾ هو، جيڪو 1973ع ۾ مري ويو هو. هن گينڊي کي حاصل ڪرڻ لاءِ ملائيشيا حڪومت کي ڪيترن ئي ملڪن وڏيون وڏيون آڇون ڏنيون آهن. سنگاپور وارن تہ ان جي تور جيترو سون تي ڏنو پر ملائيشيا وارن اهڙي ناياب شيءِ ڏيڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو. ڪيترائي يورپي ملڪن جا شاگرد هن گينڊي تي ملاڪا ۾ اچي ريسرچ ورڪ ڪري رهيا آهن.






ملائيشيا ۾ ڪار ٺهڻ کان اڳ هڪ ڪارٽونسٽ جو ان جي شڪل بابت خيال ـ
ڪار جي ڇت ملئي گهرن جي ڇت جهڙي ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي





پورچوگال جي شهر 'فاطما' ۾ آيل عقيدتمند زيارتين جو ميڙ.






پورچوگال ملڪ جي نقشي ۾ فاطما نالي شهر جتي هر سال لکين عيسائي اچيو
ڳڏ ٿين. سندن عقيدو آهي ته تسبي پڙهڻ ۽ پنهنجي ٻار جو مينڻ جو مجسمو سازڻ
تي بيبي مريم هنن کي لا علاج بيمارين کان شفا ٿي ڏياري.



پينانگ جي ٿائي مندر ۾ سوني چادر واري 33 ميٽر ڊگهي گوتم ٻڌ
جي مجسمي جي تصوير





ذهين ۽ محنتي پولڙو ڏينهن ۾ ٽن کان چار سئو ناريل پٽي سگهي ٿو.
ناريل پٽڻ بعد ڪجهه عياشي- پولڙو تيليءَ ذريعي ناريل جو پاڻي پي رهيو آهي.



ناريل جي هڪ تمام پراڻي ۽ ڊگهي وڻ تان، ناريل پٽڻ بعد پولڙو هيٺ لهي رهيو آهي.



ملائيشيا جا مارڪيٽ تازين ڀاڄين، ميون ۽ مڇين توڙي گانگٽن ڪان مشهور آهن.







ملائيشيا جو سڀ کان مهنگو ميوو 'دوربن' . هي ٿلهيءَ، سخت ۽ ڪنڊن واريءَ کل وارو ميوو جنهن جي هنگَ جهڙي اُگري ڌپ ٿئي. ڪن کي بيحد وڻي ته ڪي ان کان ونءُ ڀڄن. دوربن ونڻَ مهل ان جي بوءِ، رنگ، اندر موجود ڪڪڙبن جي آواز ۽ کل جي نرميءَ توڙي سختيءَ مان پرکجي ٿو. ايتري جانچ بعد وڪڻندڙ پڇي ٿو ته "گهڻا ننگ کپن؟" ته خريدار چوي ٿو "ساتو" معنيٰ فقط هڪ.

ٻئي ڪارٽون ۾ چيني آفيسر آفيس کان ٻچي رستي تي دوربن وني کائي رهيو آهي. ڪنهن جو فون آيو آهي ته صاحب ٻاران ڊرائيور چوي ٿو: "باس موجود ناهي، هو ميٽنگ ۾ آهي...."






ملائيشيا جتي دنيا جا وڏي ۾ وڏا اسٽور ۽ سپر مارڪيٽون آهن اتي اڄان تائين
گاڏي ۽ سائڪلن وارا مختلف شيون گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ وڪڻن، وبندي ڪڪڙبون ۽
بدڪون پڻ. جيئن مٿئين ڪارٽون ۾ هڪ چيني پنهنجي روايتي ساهمي ۾ ڪڪڙ
توري رهيو آهي.




ملائيشيا جو مشهور ۽ مهنگو ميوو دورين سائيز ۾ ناريل کان ٻه وڏو ٿلهيءَ کلي ۽ ٿلهن ڪندن وارو ٿئي ٿو. لذت ۾ ماکيءَ سيري جهڙو پر بوءِ هنگَ جهڙي سخت اُگري ۽ چيندڙ ٿئيس. ملائيشيا ۾ دورين کي ميون جو بادشاهه سڏين.



ميون جو بادشاهہ ’دوربن‘ پر جنهن جي خراب بوءِ هجڻ ڪري ڪنهن بہ هوٽل يا هوائي جهاز ۾ ان کي کڻي وڃڻ جي اجازت ناهي.



چيني ماڻهو هر اڏامندڙ شيءِ کائين ٿا، سواءِ هوائي جهاز جي.





مٿين تصوير ملائيشيا جي ايوح شهر جي هڪ هوٽل جي آهي، جتي سڄيون سڄيون بدڪون روسٽ ٿيل نظر اچي رهيون آهن. هيٺين تصوير چين جي شهر ڪئنٽن جي هڪ هوٽل جي آهي، جتي ڪتن جو گوشت عام هلي ٿو. هڪ ڪل لٿل ڪتو ٽنگيو پيو آهي ۽ ڪاسائي ننڍي ڪتي کي جانچي رهيو آهي.



دنيا ڤر سڤ كان ݢهڠا نانݢ ملائيشيا ڤر تين تا.



امیرن جا ڊگا ٻہ ويامن ' جي چوڻي مطابق ملائيشيا پکين جي آکيرن مان ٻہ ناڻو ڪمائي ٿو.



هڪ نانگ ڏيڏر کي ڳڙڪائي رهيو آهي. نانگ پنهنجي وات جي نارمل سائيز کان ٻہ وڏيون شيون ڳهيو وڃي.






پولڙي وارو پنهنجي پولڙي کي ناريل پٽڻ لاءِ هدايتون ڏئي رهيو آهي ته مٿي چڙهي وڃ، ناريل پٽ پر ڪچا ناريل.... (ڪچا ناريل کائڻ ۾ نرم ۽ سوادي ٿين ٿا. پڪن جي ڳرُ سخت ٿي ڏونگهي ٿيو وڃي.)







پولڙو ناريل پٽڻ لاءِ وڻ تي چڙهڻ مهل سوچي رهيو آهي ته هن نوڪريءَ جو ڪو قدر ناهي. نه انشورنس آهي، نه بونس، نه ميڊيڪل، نه پرائيويٽ پارڪنگ، نه چانهه جي موڪل، نه ئي يونيفارم.



ڪوالالمپور ۾ ٻه رستن تي ڪرسي ۽ آرسي رکي، ڪنڌيارو ۽ قمبر ۾ نه پر ڳوٺ.
سستي هيئر ڪٽنگ ڪرڻ وارا حجام نظر اچن ٿا



اسانجي اڪيڊمي ۾ ڪم ڪندڙ ملئي ڪلارڪ ڇوڪريون



هڪ ملئي شاديءَ جو نظارو ڪارٽونسٽ جي نظر ۾. گهوٽ ڄڃ ۽ تحفن سان ڪنوار جي گهر آيو آهي ۽ جنهن جي آڌرڀاءَ لاءِ ڪنوار ٻاهر نڪري آئي آهي.





ملٽي عورت ڳوٺاڻي يا پڙهيل ڳڙهيل مردن وانگر هر ميدان ۾ ڪم ڪري ٿي. ٻني ٻاري جو ڪم هجي يا ٽڏا ۽ ٽوڪريون ٺاهڻ جو. اليڪٽرڪ جو ڪم هجي يا ڊرل مشين جو

# ڪاڪوس ۾ ڪسٽرڊ ڪائڻ

اسان وٽ هند سنڌ ۾ انب فقط اونهاري جا ٻه ٽي مهينا هلن ٿا. پر ملائيشيا ۾ جيئن تہ ٻارهوئي هڪ جهڙي موسم آهي سو سڄو سال انبن جون مختلف جنسون مارڪيٽ ۾ نظر اينديون. ساڳي طرح ڪيلا پڻ.

جيتوڻيڪ ڪيلي ۽ انب جي اصل جڳهہ ملائيشيا آهي پر افسوس جو انهن ٻنهي ميون تي ملائيشيا وارن ڪو خاص ڌيان نہ ڏنو آهي. انڊيا ۽ پاڪستان ۾ جتي اهي ٻئي ميوا گهٽو گهٽو پوءِ پهتا، مندن جنسون سڌاري ڪين لذيذ بنايو ويو آهي. انبن ۽ انبڙين مان ٻہ گهٽي ئي شيون: ڪٽائيءَ جو چورو، چٽنيون، آچار، مربا، شربت، اسڪائش وغيره ٺاهيا وڃن ٿا ۽ سندن پئڪنگ پڻ ڏينهون ڏينهن ترقي ڪري رهي آهي.

هتي ملائيشيا ۾ ڪيلي جون جيتوڻيڪ چاليهارو ڪن جنسون آهن پر ڪابہ اهڙي سٺي ناهي جهڙي سنڌ، پنجاب، بنگال يا انڊيا ۾ آهي. هتي جو ڪيلو نہ فقط ميوي طور پر پاڃيءَ خاطر پڻ ڪاڌو وڃي ٿو. پسانگ امبون (جئميڪي ڪيلو) پسانگ اماس (سون ورنو ڪيلو) ۽ پسانگ رستالي وغيره اهڙا ڪيلا آهن جيڪي فقط ميوي خاطر ڪاڌا وڃن ٿا. پسانگ اماس سڀ ۾ ننڍو ۽ لذيذ ٿئي ٿو ۽ ملائيشيا جو اهوئي هڪ ڪيلو آهي جيڪو ٻين ملڪن ۾ – وينڊي جپان ۾ پڻ ايڪسپورٽ ڪيو وڃي ٿو. ملائيشيا جي ڪيلن جون گهڻيون جنسون پاڃي – ٻوڙ طور رڌي يا تري ڪائڻ ۾ اچن ٿيون. ملائيشيا جي ڳوٺن ۾ ڪيلي جا پڪوڙا يا ٽانڊن تي پڪل ڪيلو ائين وڪامندي نظر ايندو، جيئن پاڻ وٽ پٽاٽن جا پڪوڙا، چولا يا ڀهہ ڀيڻ. پسانگ ابو، پسانگ اواڪ، پسانگ تندوق ڪجهہ اهڙا ڪيلا آهن جيڪي پاڃيءَ طور ڪم اچن ٿا. (ڪيلي کي ملئي زبان ۾ Pisang چون.)

گذريل مهيني اسان جي هڪ سنڌي ڪئپٽن احمد حسين مخدوم هڪ انب موڪليو ۽ فون تي ٻڌايو: ”اهو اسان جي گهر ٻنيان لڳل انب جي وڻ جو آهي. چڪي ٻڌائجانءِ تہ ڪائڻ ۾ ڪيئن آهي؟“

”يار انب پاڻ سالن کان کائڻ ڇڏي ڏنو آهي. هاڻ ڪڏهن اونهاري ۾ سنڌ وڃڻ ٿيو ته اتي ئي کائبو.“ مون وراڻيومانس.

”پر هي انب سنڌ اٿئي.“ احمد زور ڀريو.

”ابا شروع وارن ڏينهن ۾ سڄي ملائيشيا جا انب چکي چڪو آهيان ڪوبه سر ۾ ناهي. سنڌ جي انبن سان ڪنهن جو به جوڙ جيس ناهي.“

”ڇڱو هي ضرور کائجانءِ.“ احمد وري چيو.

”کائيندس ته سهي پر موڪليو به ڪنهن اٿئي؟“ مون چيومانس.

”سڄي وڻ ۾ ٿيا ئي چار انب آهن. هڪ توکي موڪليو اٿم، هڪ اڪيڊميءَ جي پرنسپال ڪئپٽن حمزي ڏي ۽ به پاڻ لاءِ رکيا اٿم.“

”تو وٽ وڻ به فئملي پلاننگ ڪن پيا ڇا؟“ مون پڇيومانس.

جواب ۾ پاڻ رڳو کليو ۽ مون جڏهن ان انب کي چکيو ته واهه جو لڳو. شام جو ئي چيومانس ته يار ان انب خبر اٿئي سنڌ جي انبن جون سڪون لاٿيون آهن - يا ته ڪٿي ڇئجي ته سنڌ لاءِ سڪ تازي ڪرائي آهي. دماغ توائي تي ويو آهي. سچ ٻڌاءِ ته اهو انب ڪٿان آندئي. ان ڏينهن وڻ کي ڪو خاص پاڻ پتر ڏنو اٿئي يا ڪو دوا جو ڦوهارو هنيو اٿئي؟

ان بعد ٻڌايائين ته سندس گهر جي پويان، اهو جيڪو انب جو وڻ آهي، ان جي ڇڪي سنڌ کان آئي هئي. ڪانئس اڳ هتي هندستان جو هڪ سنڌي ڪئپٽن دادلاڻي رهندو هو. هو اها انب جي ڇڪي نارو شاهه مان ڪٽي هتي آيو هو. سو اهو انب ان وڻ جو پهريون فصل هو.

هتي رهندڙ اسان جي هڪ ٻئي پاڪستاني ڪليگ ڪئپٽن عرفان فاروقيءَ جي زال - ڊاڪٽر نرگس قاضي به چار ڏينهن اڳ ڊليوريءَ لاءِ حيدرآباد پئي ويئي. تنهن کي چيوسين:

”ادي! واپسيءَ تي پنهنجي ٻار سان گڏ سنڌڙي انب جي هڪ ڇڪي به آڻجانءِ ته هتي ملاڪا ۾ پوکي ڇڏيون. ٻار سان گڏوگڏ اها به وڌندي رهي. ٽن چئن سالن بعد - پوءِ ڪٿي اسان هتي نه به هجون، پر ٻيا ڪائي اسان جي ملڪ کي ته ياد ڪندا.“

هن پاسي جا ملئي توڙي چيني ماڻهو ٻار ڄمڻ تي هڪدم ڪنهن ميوي جو وڻ پنهنجي گهر اڳيان پوکيندا. هڪ اهڙي ملئي گهر ۾ وڻن جو پڇيوسين:

”ھي رمبوتان جو وڻ ڪيڏو پراڻو آھي؟“

”فريده جيڏو آھي – يعني پاويھن سالن جو.“ سندس پيءُ ھڪدم ٻڌايو.

”۽ ھي چڪن جو وڻ؟“

”ٻارھن سال ٿن مھينن جو – اسان حارث جمڻ وقت پوکيو ھئوسين.“

ڪئپٽن تيجپال سنگھہ ٻڌايو تہ سندس ڏاڏي سندس پيءُ جي جمڻ تي بورنيو واري گھر ۾ دورين پوکيو ھو. سندس ڏاڏو انگريزن جي فوج ۾ ھو ۽ ڪافي عرصو بورنيو ۾ رھيو.

”تو ڪڏھن دورين (Durian) کاڌو آھي؟“ ڪنھن سردارجيءَ کان پڇيو.

”بابا آءٌ تہ رھيو ئي ھن پاسي آھيان. آئون تہ ننڍپڻ کان جاوا، سماترا، ملايا ۽ سيام جا ميوا پاچيون کائيندو اچان. مون کي دورين مان ڏپ ٻپ صفا نہ اچي.“

”شاباس ھجنئي! ڪيئن تو دورين کائين!“ ڪنھن مٿس تعجب ڪاڏو.

دورين ميوو چانھيءَ جيڏو وڏو گول ٿئي. سندس سائي يا ھيڊائين رنگ جي کلھي ڪل تمام سخت ٿئي، جيڪا سڄي ڪنڊن سان پربل ھوندي آھي. اھي ڪنڊا گلاب جي ڪنڊن جھڙا ٿين پر سائيز ۾ ان کان پنجوڻا ڇھوڻا ٿلھا ٿين. ملئي زبان ۾ ڪنڊي کي Duri چئبو آھي. ان تان ھن ميوي جو نالو دورين (Durian) پيو آھي – يعني ڪنڊن وارو. دورين ٻري کان ڄاھي وانگر پڻ لڳندو آھي. دورين جي مٿين ڪل لاھڻ بعد اندران ٽماٽي جيڏا اٺ ڏھہ وڏا ٻج نڪرن ٿا جن مٿان چڙھيل زردي رنگ جي ڳر کائبي آھي. يعني ڏنو وڃي تہ جيڪا شيءِ کاڌي وڃي ٿي اھا سڄي ميوي جي پنج سيڪڙو بہ نہ آھي. باقي پنجانوي سيڪڙو ٻج، ٿلھي ڪل ۽ ڪنڊا آھن.

ھي ميوو – دورين تمام گھڻو منو ۽ گرم ٿئي ٿو. گھڻو ڪري پپئي ۽ انناس سان ملائي کائبو آھي. دورين ميوو معجونن ۽ ڪشتن کان وڌيڪ طاقتور سمجھيو وڃي ٿو. سندس گھڻي گرم ھجڻ ڪري ملئي زبان ۾ پھاڪو عام آھي تہ:

'Apabila Durian Turun, Sarong Naik.'

سرونگ معنيٰ گوڏ ۽ تورون معنيٰ ڪرڻ ۽ نائيڪ معنيٰ مٿي چڙھڻ يعني دورين جي موسم ۾ گوڏ مٿي رھي ٿو. (لفظي معنيٰ ٿيندي، ”جڏھن دورين ڪري ٿو، تہ گوڏ مٿي ڪجي ٿي.“) مطلب صاف ظاھر آھي

ھتي جي ماڻھن کي دورين ڏاڍو وڻي ٿو پر سندس ھنگ جھڙي اُگري بوءِ ڪري ڌاريان ۽ نوان ماڻھو پري ڀڄن ٿا. پر ڪمال اھو آھي جو نئون ماڻھو بہ ھڪ بہ دفعا ھي ميوو کائي ٿو تہ پوءِ يڪدم ھن جو سچو عاشق ٿيو وڃي- پر ان ڏي تي قابض ٿيڻ وڏي مشڪل ڳالھ آھي. ان جي اُگري ڌپ ڪري ھن پاسي جي ملڪن: ٿائيلينڊ، انڊونيشيا، سنگاپور ۽ ملائيشيا جي وڏين ھوٽلن ۾ - جتي گھڻو تعداد ڌارين ملڪن جي ماڻھن جو آھي، دورين کائڻ جي اجازت تہ نہ آھي پر ھوٽلن ۾ آڻڻ تي بہ بندش آھي. ڇو جو سندس ڌپ ايڏي تکي آھي جو ڪو پنھنجن ڇٻن ۾ بند ڪري اچي تہ بہ ھرھڪ کي پنھنجي بند ڪمري ۾ خبر پئجيو وڃي. ڪيترن جي تہ ايتري دل ڪچي ٿئي ٿي جو ابڙاڪ اچيو وڃن. پر ھتي جا ماڻھو ان ميوي کي ميون جو سرتاج (King of Fruits) سڏين ٿا. کائڻ وارا تعريف مان ڌاپندا ئي نہ آھن. پر نئون ماڻھو ان ميوي جي دڪان اڳيان لنگھڻ بہ نہ چاھيندو آھي. بقول ھڪ ڌارئين جي تہ ھي ميوو اھڙو تہ ذليل آھي جو کائڻ بعد بہ ماڻھوءَ جي پگھر مان ھن جي بوءِ اچي ٿي - اھا ٻي ڳالھ آھي تہ کائڻ ۾ ضرور سوادي ھوندو.

جيئن انب جي آئيس ڪريم يا ڪشمڪش جا ڪيڪ ۽ بسڪٽ اسان وٽ مشھور آھن، تيئن ھتي دورين جي آئيس ڪريم، ڪيڪ، بسڪٽ ۽ ٽافيون چاڪليٽ بہ اوترو ئي مشھور آھن جيترو ميوو پاڻ خود. آمريڪن ڪاڏي جي ڪمپني ’مئڪڊونالڊ ھئمبرگر‘ - جن جون چاليھ کن ملڪن ۾ شاخون آھن، ۽ جتي فقط ٽن قسمن جا ملڪ شيڪ وڪامن ٿا: ونيلا، چاڪليٽ ۽ اسٽرابيري. پر ھتي دورين جي ايڏي کپت ڏسي ھنن کي ملائيشيا ۽ سنگاپور جي ملڪن لاءِ گذريل سال کان دورين جو ملڪ شيڪ پڻ شروع ڪرڻو پيو، جيڪو باقي ٽن کان وڌيڪ وڪامي ٿو.

ھونءَ ھي ميوو ڪو اھڙو سستو بہ نہ آھي. سڀ ۾ مھنگو آھي. ھتي ھڪ ڊالر (اڄڪلھ ڇھين رپئي) ۾ ٽي کن ناريل ملن ٿا. پپيو ھڪڙو يا بہ ننڍا، اناناس ٽي يا چار، رمبوتان ويھ پنجويھ کن پر دورين فقط ھڪڙو ٻن يا ٽن

ڊالرن ۾ ملي ٿو سو به وچ موسم ۾ نه ته چار يا پنج ڊالر في ڪٽو عام ڳالهه آهي.

دورين جي کل ڪنڊن واري، ٿلهي ۽ سخت هجڻ ڪري هي ميوو خريد ڪرڻ بعد ڪاٽڻ اهڙو سولو ناهي جهڙو ڪيلو، صوف يا گدرو. ڇاهي جهڙي هن ميوي کي جهلي، کل ڦاڙي منجهانئس ٻج ڪڍڻ لاءِ اتڪل ۽ ڪاريگريءَ جي ضرورت آهي ۽ ان سان گڏ ڪات جهڙي پرانگ (Parang) ۽ طاقت جي پڻ. اخبارن ۾ اڪثر ڪارٽون ايندا آهن جن ۾ دورين کي چلڻ جا نت نوان خيالي اوزار ڏيکاريا ويندا آهن. يا هڪ يورپي همراهه ملائيشيا گهمڻ بعد اهو ميوو سوکڙيءَ طور پنهنجي ملڪ کڻي ويو آهي ۽ اتي هٿن تي ٿلها جوراب پائي، نڪ، ڪپڙن ٽنگڻ واري ڪلپءَ سان بند ڪري، ڪارائيءَ سان هي ڪنڊن ۽ ٿلهي کل واري ميوي کي ڇلي رهيو آهي.

پاڪستان ۾، منهنجي جهاز تي هڪ دفعي اسان جو سکر جو ايڪانامسٽ يار فضل قريشي اچي ويو. ڪارائڻ لاءِ ڪجهه ڳوليم. ٻيو ڪي نه مليو سواءِ ڏاڙهونءَ جي. جيڪو اڳيان رکيومانس. ڏسي چيائين:

”آيل مهمان کي ذليل ڪرڻو هجي ته ڇري ۽ ڏاڙهو ڏيئي ڇڏجيس ته ويٺو ملهه وڙهي ۽ ۽ هٿ ۽ ڪپڙا ڳاڙها ڪري.“

پر هتي ملائيشيا اچڻ ۽ هن ميوي دورين کي ڏسڻ بعد اسان جي حاضر جواب دوست کي پڻ محسوس ٿيندو ته دورين اڳيان ڏاڙهون ته ڪجهه به نه آهي.

گهڻو ۽ اعليٰ جنس جو دورين ملائيشيا جي اتراهين رياست ڪيداح ۽ پيرلس کان اچي ٿو يا وري ڏکڻ ٿائيلينڊ کان سنگاپور تائين پهچندي پهچندي هن ميوي جو اگهه اٺ نو ڊالر ٿيو وڃي. انهن ۽ ڪيلن وانگر دورين جا به ڪيترائي قسم آهن ۽ رنگ، سائيز، سواد، خوشبوءِ موجب هر قسم تي مختلف نالو آهي. ڇبرو پکي (Burung - Hantu)، ننڊاکڙو ٻلي (Kucing Tidur)، زلزلو (Gentar Bumi) – اهي ڪجهه دورين جون جنسون آهن. ملائيشيا ۾ پينانگ پرسان بالڪ پيٽ (Balik Pulau) انهن جنسن کان مشهور آهي. ان کان علاوه دورين جون ٻيون به ڪيتريون ئي جنسون آهن. جهڙوڪ: غمگين ڪتو (Angut - Anjing)، هيڊ وارو پت (Nasi Kunyit)، ٽامونل (Tembaga)، اڏوهي (Semut - Api)، وچٽو Kepas ۽ ويندي ڏڍ وارو ڪينئون (Kurap) پڻ.

دورين جو وڻ تمام اتاهون ٿئي ٿو ۽ ان سالن کان پوءِ فصل ڏئي ٿو. پهريان ٻه سال گهٽ ڏئي ٿو، ڏهين سال کان پوءِ صحيح طرح ڏئي ٿو. هر وڻ ۾ ٻه سؤ کن داڻا ٿين. دورين ڳرو، وڏو ۽ ڪندن سان ڀريل هجڻ ڪري ايترو مٿي وڻ تي چڙهي پٽڻ کان ماڻهو ته ڇا پر پولڙا به ڪيٻائين ٿا - جيڪي ناريل جي وڻ تي ته چڙهي ناريل پٽي سگهن ٿا پر دورين هرگز نه. ڳوٺ ڪٽالا سنگائي باروءَ جي حبيب الرحمان ٻڌايو ته اهو هڪ اهڙو ميوو آهي جيڪو پٽبو ناهي. جڏهن پڇي راس ٿيندو آهي ته پاڻهي ڪِري پوندو آهي.

"هيترو مٿان کان ڪِرڻ ڪري ڦاٽي نٿو پوي؟" مون پڇيومانس.

"ان لاءِ قدرت هن ميوي جي کل اهڙي ته ٿلهي رکي آهي جو ايتري مٿاهينءَ تان ڦهڪو ڪرڻ تي به بچيو وڃي." هن ٻڌايو.

دورين جي وڻ مان وڏا فائدا آهن. سڄي ملائيشيا ۾ هن ميوي جي چڱي گهرج آهي ۽ مهنگو وڪامڻ ڪري ڪافي ڪمائي ڏئي ٿو. ناريل وانگر پٽڻ جي به تڪليف ناهي. بس رڳو اهو نقصان آهي ته هن وڻ جي ڇٽ هيٺان جانور توڙي ماڻهو سمهي يا ويهي نٿو سگهي. ناريل جو ڦڪيل ته شايد بچي وڃي پر آئون نٿو سمجهان ته دورين جو ڌڪيل گهر يا اسپتال پهچي سگهندو هوندو - سڌو قبرستان کڻي ويندا هوندس.

دورين ميوي مان نه فقط آئيس ڪريم، ملڪ شيڪ، بسڪٽ ۽ چاڪليٽ ناهيا وڃن ٿا پر دورين کي ڀاڄيءَ وانگر رڌبو پڻ آهي - جيئن هتي ڪيلي ۽ انناس جو ٻوڙ ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ ان ٻوڙ ۾ پڻ دورين جي ڌپ قائم رهي ٿي.

هڪ دفعي ملئي دوست ابراهيم بن معروف اسان جي گهر دورين جو ٻوڙ کڻي آيو. سندس پٽ ڏيڻ تي نوڪرياڻيءَ کي ڏنوسين ته مهرباني ڪري هينئر جو هينئر هتان کڻي وڃ. نوڪرياڻيءَ خوشيءَ مان ونئي اسان ڌي واٽڙن وانگر نهاريو. دل ۾ پڪ چئي رهي هوندي ته اسين ڌاريان (Expatriates) ڪيڏا نادان آهيون. ههڙي نعمت کي ڌڪاريون ٿا.

ٻئي ڏينهن آفيس ۾ اها ڳالهه ڪئپٽن سليم سان ڪيم - جيڪو تازو پاڪستان کان آيو آهي. تنهن چيو: "ابراهيم صاحب اهو ٻوڙ مون وٽ به کڻي آيو هو ته چکي ڏسان. مون نه ٻنا رک رکاءَ جي سنئون سڌو چيومانس ته اسان کي نه کپي."

"پوءِ دل ۾ ته نه ڪيائين؟" اسان پڇيس.

"نه. دل ۾ نه ڪيائين. رڳو چيائين، 'You are a Stupid.'"

اسان جي هڪ پاڙيسري ملئي همراهه - ڪئپٽن عبدالرحيم، جنهن کي دورين تمام گهڻو وڻي ٿو، تنهن ٻڌايو ته هي ميوو ملائيشيا ۾، گهڻو اڳ، تمام سستو هو، رڳو ملئي ماڻهو کائيندا هئا. چيني هرگز هٿ نه لائيندا هئا پر پوءِ انهن جي به ذات هري ۽ چشڪو آين جو هاڻ شل نه دورين تي نظر پوين. چيني ماڻهو شاهوڪار هجڻ ڪري، هن ميوي کي، هر قيمت تي خريد ڪري ٿو. اهڙي طرح دورين سڄو سال دڪانن ۾ رهي ٿو."

ملاڪا ڊينٽل ڪلينڪ جي ڊاڪٽر ميجر داس هڪ ڏينهن دورين جي تعريف ڪندي چيو: "ڏاڍو سوادي ميوو آهي. هڪ دفعو ٽيسٽ ته ڪري ڏسو. انب ۽ ڪيرٽيون به وسري ويندانوَ."

"اهو ته صحيح آهي پر ڌپ ڪي ڪيئن منهن ڏجي؟" مون چيومانس.

کلي چيائين: "اها ڳالهه صحيح ٿا ڪريو. دورين هڪ پاسي سيري ۽ ماکيءَ جهڙو سوادي ۽ مٺو آهي ته ٻئي پاسي سخت ڌپ وارو. ان ڪري هن ميوي لاءِ عام چوڻي آهي ته دورين ميوو کائڻ ائين آهي جيئن عوامي ڪاڪوس (Public - Toilet) ۾ ويهي دنيا جو لذيذ ترين ڪسٽرڊ کائڻ."

دورين تي، جيڪو ڪن لاءِ جنت جو ميوو آهي ته ڪن لاءِ دوزخ جو - ملئي زبان ۾ نه فقط چوڻيون ۽ پهاڪا مشهور آهن پر ڪيترائي شعر ۽ ڳجهارتون پڻ ان تي ٺهيل آهن. نموني لاءِ هڪ پنتون (چوسٽي) ۾ چيل، هن ميوي بابت ڳجهارت هن ريت آهي ته:

Kalau Terlanggar Berdarah Dikaki,
Isinya Kuning kulit berduri,
Kalau tuan bijak bistari,
Cubalah teka buah ini.

واٽ ويندي هن سان ٽڪر ٿيڻ تي پير رتوڇاڻ ٿيو وڃي؛
سندس ڳر زردي رنگ جي آهي ۽ کل سڄي ڪنڊن سان ڀريل؛
سائين منهنجا ياڻ سياڻا آهيو؛
ته ڪوشش ڪري ٻڌايو ته اهو ميوو ڪهڙو آهي.

ڪوبه ميوو ڪن کي گهڻو وڻندو آهي ته ڪن کي گهٽ ۽ ڪن کي وري بنهه نه، پر دورين ئي هڪ اهڙو ميوو آهي جيڪو هڪڙن کي تمام گهڻو

وٽي ٿو تہ ٻين کي نفرت جي حد تائين ٻنهہ نہ. هن ميوي لاءِ چيو وڃي ٿو:

"Love it or hate it, you can never be indifferent to the durian."

سائوٿ ايسٽ ايشيا جو هي واحد ميوو آهي جيڪو جهڙو ڏکيو پوکڻ آهي، اهڙو ئي ان جو لُٽڻ. ۽ سڀ ۾ مهنگو وڪامي ٿو.

دورين وڻ فقط ان زمين تي ٿي سگهي ٿو جنهن ۾ گهٽي مقدار ۾ سلفر هجي ۽ لوڻ بلڪل نہ. ٿورو بہ کارو پاڻي ميوي تي اثر انداز ٿئي ٿو ۽ ميوو صحيح طرح پچڻ کان اڳ ڪريو پوي. هن وڻ لاءِ اهو چيو وڃي ٿو تہ جيترو دير سان ڦر ڏئي ٿو اوترو سنو.

دورين سماترا کان فلپين، ميامار (برما) کان انڊونيشيا ۾ ٿئي ٿو ۽ دورين جي تيز سڳند/ خوشبو/ ڌپ ميدان (انڊونيشيا جو شهر) کان منيلا، ۽ منڊالي (ميامار) کان منادائو جي مارڪيٽن تي ڇانيل رهي ٿي.

دورين جي ٻاهران اهڙا تہ تلها ۽ سخت ڪنڊا آهن جو ماڻهوءَ کي زخمي ڪريو وجهن. ٿائيلينڊ ۾ ڪنهن کي دورين هٿڻ ائين ڏوهہ جو ڪم آهي جيئن ڪهاڙي هڻڻ. ان جي سزا ۽ ڏنڊ دورين کي اچلي هڻڻ جي طاقت ۽ پهتل زخمن موجب ٿئي.

دورين جنهن کي ميون جو بادشاهہ سمجهيو ٿو وڃي، ان جي لذت جو قدر ۽ شان ڀهرين ملائيشيا ۾ محيو ويو. هن ميوي جو سائنسي نالو Durio Zibethinus ۽ عام نالو Durian ملئي زبان مان نڪتل آهي. جيڪو شروع ۾ بہ لکي چڪو آهيان تہ دوري (Duri) معنيٰ ڪنڊو ۽ دورين معنيٰ ڪنڊن وارو. Zibethinus اطالوي (Italian) زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تکي بوءِ وارو.

دورين ميوي جي تلهي کل پچڻ سان اندر ڇهہ اٺ ڳڙکين مان بيضوي شڪل جا ٻج (ککڙيون) نڪرن ٿيون، جن جي مٿان هئڊي رنگ جي ڳرُ چڙهيل ٿئي ٿي، اها چوبي وڃي ٿي. يعني ککڙي وات ۾ وجهي بيضي جي اڇ جهڙي سنهي لئہ چوسي ککڙي اچلي وڃي ٿي. يعني ٽي چار ڪلو جي دورين ۾ کائڻ بلڪ چٽڻ جو مال ڪو اڌ پاءُ بہ نٿو ٿئي. هونءَ تہ هن پاسي - يعني ملائيشيا، انڊونيشيا ڏي، جيڪي ملڪ خط استوا جي ويجهو آهن، ٻارهوئي هڪ جهڙي موسم آهي، چوڌاري سمنڊ آهي، هر وقت رڳهہ Humidity ۽ مينهن آهي، ۽ جيڪي بہ ميوا ٿين ٿا - ناريل، اناس، ڪنل، ليچي، رمبوتان وغيره، انهن جون کلون ۽ اندريون ککڙيون اهڙيون تہ تلهيون آهن جو کائڻ جو مال ڪو نالي ماتر ٿو ٿئي. بهرحال اهڙي تلهي کل، ميوي جي بچاءَ لاءِ،

ضروري بہ آهي. نہ تہ هھڙي مينهن ۾ ڪينئن جيتن جي دنيا ۾ فروٽ پچڻ تائين بہ نہ پهچي سگهي. پر دورين ميوي جي ڪل ۾ ڪکڙي ڪجھہ وڌيڪ ئي ٿلهي ۽ ڳري آهي. آئون هتي جي دوستن کي چوندو آهيان تہ دورين ميوو ائين آهي جيئن آمريڪا مان نڪرندڙ آچر جي اخبار - بہ ڪلو وزن جي اخبار ۾ ڪو دڪو بہ خبرن جو مس ٿئي، باقي رڳو اشتهار ئي اشتهار.

اجا تائين دورين کائڻ جي آئون همت ڪري نہ سگهيو آهيان. هڪ بہ دفعا پنهنجو Will power استعمال ڪري چکيو اٿم پر ان جي هنگ جهڙي تکي ڌپ اهڙيون وايون بتال ڪيون جو سواد جي سڌ نہ اٿم تہ ڪهڙو هو. هونءَ هرڪو اهو چوي ٿو تہ هڪ بہ دفعا کائڻ سان پسند اچي ويندو ۽ اهو بہ آهي تہ جنهن کي کائڻ جي عادت يا سواد مان مزو اچيو وڃي اهو هن ميوي پويان جهڙو ديوانو. اسان ويهارو ڪن ڏارين ۾ هاڻ فقط ڪئپٽن سليم هن ميوي جو ٽيسٽ ڊيولپ ڪري سگهيو آهي ۽ جتي آفر ٿيندي اٿس تہ مقامي ماڻهن سان گڏ وات مان سڙپ سڙپ جا آواز ۽ چشڪا ڏئي کائڻ ۾ جنبي ويندو آهي، جيتوڻيڪ شروع ۾ تہ اسان سيني کان وڌيڪ، ڪئپٽن سليم هن ميوي کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو. سو ان معاملي ۾ هي عجيب ميوو آهي، جنهن لاءِ ٻڪ پئسن جا هڪ طرف ڏيڻا پون ٿا ۽ هيڏو ڳرو گهر تائين ڍوئڻو پوي ٿو. پوءِ ان کي چلڻ مهل هٿن جو ڦتجڻ ۽ پوءِ کائڻ بعد صابڻ سان هٿ ڌوئڻ بعد بہ هن ميوي جي بوءِ جان نہ ڇڏي.

هن ميوي کي وٺڻ مهل چوندڻ ڪرڻ لاءِ نہ فقط گدري وانگر خوشبوءِ سونگهي سڃاڻڻ ڪبي پر رنگ ڏسڻ بہ ضروري آهي ۽ ڪي همراھ تہ ان ۾ آڱوني جو ننهن ٽنبي کل جي ٿولهہ ۽ سختيءَ جو اندازو لڳائيندا آهن. دورين جي موسم ۾ امير چيني ۽ ملئي هي ميوو وٺڻ ۾ مشغول نظر ايندا. ڪي ڪار جي ڊڪين ۾ پيا رکائيندا تہ ڪي پوئين سيٽ تي. ڪي رستي تي بيا کائيندا تہ ڪي آفيس ۾ بہ، جتي دورين جي خوشبو هوندي. جيئن سنڌ جا وڏيرا، سياستدان، زميندار اڇيون ڪلف لڳل برقعن جهڙيون قميصون پائي ڪراچي ۾ انبن جا ڪوڪا ورهائيندا وتندا آهن. سندن جسم ۽ ڪار مان هر وقت ڪئلشم ڪاربائيڊ جي بوءِ پئي ايندي آهي، جنهن جون پڙبون انبن کي جلدي پچائڻ لاءِ ڪوڪن ۾ وڌيون وڃن ٿيون.

# ملائيشيا سنئل بدران بيئل هجي ها

دورين، ڪيلي، انب ڪان علاوه ٻيا بہ ڪيترائي ميوا ملائيشيا پاسي ٿين ٿا. انناس تہ تمام گهڻو ٿئي ٿو. پاڪستان يا يورپ، آمريڪا جي نارنگي، ڪيني، سنگتري وغيره جي توري گهٽي سڪ انناس مان ئي پوري ڪري سگهجي ٿي.

هونءَ انناس سنو ميوو آهي. نئين ماڻهوءَ کي ڀهريان بہ چار ڏينهن شايد ٿورو ڪڻو ۽ عجيب لڳي. انناس رڳو ڇلڻ ڏکيو آهي. پر جي تکو ۽ وڏو ڪپ آهي تہ منٽن ۾ ڇلجيو وڃي. انناس ڏکڻ هندستان ۽ سريلنڪا ۾ بہ جام ٿئي ٿو پر منهنجي خيال ۾ تہ سستي ۾ سستو ملائيشيا ۾ آهي. ڊالر (ڇهين رپئي) ۾ چار انناس. ۽ جي تمام وڏا آهن تہ ٽي يا ٻہ. ملئي ماڻهو اڌ ڪچا اڌ پڪا انناس ڀوڙ ۾ ڪم آڻين ۽ سلاد پڻ ناهين.

گهڻو وقت رکڻ يا ولايت ۾ موڪلڻ لاءِ انناس کي ڇلي، گول چڪرن ۾ وڏي ڊٻن ۾ بند پڻ ڪيو وڃي ٿو. انناس جون هتي ٽي خاص جنسون آهن: سراواڪ، موريشش ۽ سنگاپور اسپينش. لڳي ٿو تہ اهي جنسون اصل انهن ملڪن کان ئي آيون آهن جيئن پاڻ وٽ ميڪسي پاڪ ڪٽڪ يا قنڌاري ڏاڙهون. ڀهريون بہ جنسون تازي ميوي طور ڪتب اچن. آخري ڊٻن ۾ بند ڪرڻ ۾ استعمال ٿئي.

اسان جي ملڪ جا ماڻهو ٿائلينڊ، سنگاپور يا هيڏانهن ملائيشيا پاسي جو پپيو ڏسي/ ڪائي هڪدم فرق محسوس ڪن ٿا. اڄڪلهہ پاڪستان ۾ پپيو ٿئي ٿو - خاص ڪري سامونڊي ڪنارن تي يعني بدين، ٺٽي ضلعي ۾. پر اهو گول يا بيضوي شڪل جو ۽ رنگ ۾ زردو - هيڊو آهي پر هن پاسي پپيو قد ۾ ڊگهو ۽ اندران ڳاڙهو يا سونهري نڪري ٿو. ميناج ۾ بہ سندس جواب ناهي ۽ تمام سستو آهي. هتي جي ڳوٺاڻن گهرن ۾ ٻين وڻن سان گڏ پپئي جو وڻ بہ نظر ايندو. ٻيو ميوو وڪڻندا پر پپيو گهڻو ڪري مفت ڏيئي

چڏيندا. پيئي ۾ اي ۽ سي وٽامن تمام گهڻي آهي. هتي جي موسم پپئي لاءِ ڪا اهڙي سازگار آهي جو جنهن وقت به ٻج هڻ ته ڦٽيو پوي. انن نون مهينن ۾ ڦر ڏئي ٿو - اها ٻي ڳالهه آهي ته پپئي جو هر وڻ ميوو نٿو ڏئي جو پپئي ۾ نر ۽ ماد جو چڪر آهي. رڳو مادي وڻ ڦر ڏئي. انهن جي اوسي پاسي ۾ هڪ نر وڻ هجڻ ضروري آهي.

اڳئين مهيني مون کي به خيال ٿيو ته گهر اڳيان ڪجهه ميون جا وڻ هڻجن. سو پپئي جو ٻج ڪونڊين ۾ هڻي، وڏو ڪري، انهن مان پندرهن وڏا بوٽا ٿوري ٿوري فاصلي تي قطار ۾ هنيا اٿم. هاڻ وڏا ٿين ته خبر پوي ته ڪيترا نر آهن ڪيتريون ماديون. PIA جي شيور مرغي خاني وانگر سڀ نر نه نڪرن. ان کان علاوه مارڪيٽ مان ٽي ٽي ڊالرن جي رمبوتان ۽ دورين جي ٻوٽن جا پڻ ونڊ اڻايا اٿم جيڪي وڻ، چون ٿا ته ٽن ۽ ڇهن سالن بعد ميوو ڏين ٿا.

زيتون، گدرو ۽ چانهين - هتي ٽيئي ٿين ٿا پر اسان جي ملڪ وانگر اهي ميوا هتي ايترو سستا نه آهن. جپان کان وري به سستا آهن. هتي جو گدرو بيحد مٺي جنس جو ٿئي ٿو. اسان جي ملڪ ۾ به اڄڪلهه گدري ۽ چانهينءَ جون مٺيون جنسون ٿين ٿيون - جن جو ٻج سعودي عرب جي واريءَ واري پٽن ۽ اسرائيل ۽ لبنان جي پوئنج سمنڊ جي آبهوا وارن ملڪن کان آيل ٻڌجي ٿو. زيتون انب جيڏو ٿئي ٿو. جنهن ۾ ٻج گهڻو ٿئي ٿو اهو سستو ملي. ٿوري ٻج وارو ڏيڍ کان ٻي ڊالرين ڪلو ملي. زيتون کي ملئي زبان ۾ Jambu سڏجي.

رمبوتان جهڙو، پر قد ۾ ان کان ننڍو ميوو - ليچي پڻ هتي ٿئي ٿو. ليچيءَ سان ملندڙ جلندڙ ۽ ان جهڙو مٺو ۽ لسي ڳر وارو هڪ ٻيو ميوو "ماتا ڪچنگ" پڻ ٿئي ٿو Mata - Kucing ملئي لفظ آهي. ماتا معنيٰ اکيون، ڪچنگ معنيٰ ٻلي - يعني ٻليءَ جون اکيون. سندس رنگ ۽ شڪل ڪجهه ڪجهه ٻليءَ جي اکين جهڙي آهي. ماتا ڪچنگ نالي ملاڪا ۾ هوٽل ۽ سپر مارڪيٽ پڻ آهي.

'ماتا' (اک) تان ياد آيو ته شعر شاعريءَ ۾ هتي ملائيشيا ۾ به اسان وانگر اک (Mata)، دل جگر (Hati) جو گهڻو واهپو آهي. اڄڪلهه هڪ ٽاپ تي گانو، نور ڪلماساري ڳائيءَ جو هلي رهيو آهي:

Dari Mata Ia Datang
Barulah Ke Hati

”اکين مان (پيار) ٿيندو ٿيندو هيٺئر منهنجي دل ۾ آيو آهي.“

رمبوتان، ليچي ۽ ماتا ڪچنگ جي خاندان جا ٻيا به ڪيترا ئي ميوا آهن جن جي اندر ڪکڙيءَ مثان اڇي رنگ جي ڳر ٿئي ٿي. جهڙوڪ لانگ سات ۽ دُوڪو (Lansium - Domesticum) پر اهي ليچيءَ جهڙا مٺا نه آهن. ڪي ڪٽا به ٿين ٿا. هن جو وڻ پندرهن سالن بعد ميوو ڏئي ٿو.

هتي چڪون (Manilkara - Achras) به جام ٿئي ٿو. چڪون پاڪستان ۾ به ڏينهون ڏينهن وڌي رهيو آهي پر هتي جو چڪون سواد توڙي سائيز ۾ اسان جي چڪونءَ کان مٺو ۽ وڏو آهي.

مٿين ميون کان علاوه اسٽار فروٽ ۽ مئنگو اسٽين پڻ ملائيشيا جا عام ميوا آهن ۽ هاءِ وي (رستن) تي جتي ڪٿي چيني ۽ ملئي عورتون اهي ۽ ٻيا ميوا وڪڻندي نظر اينديون. (۽ اهڙين عورتون رستي جي مرمت ڪندي.) اسٽار فروٽ ڪير کائين ٿا - ڪنهن کي کائيندي نه ڏٺو اٿم. پر وڪامي جام ٿو. دڪانن تي جام نظر ايندو يا وري چيني گهرن اڳيان نهيل سندن ابن ڏاڏن جي ننڍين درگاهن اڳيان. اسان جي ڪليگ ڪئپٽن تيجپال سنگهه ٻڌايو ته اسٽار فروٽ اسڪولن ۾ ڏاڍو وڪامي ٿو. ٿورو ڪٽيڙو هجڻ ڪري ملئي ۽ چيني ڇوڪريون رسيس ۾ ائين کائين جيئن انڊيا ۽ پاڪستان جي اسڪولن جون ڇوڪريون گدامڙي ۽ ڪچيون انبڙيون کائين ٿيون.

مئنگو اسٽين (Garcina - Mangostana) جيڪو نالي مان لڳي ٿو ته انب (مئنگو) جهڙو هوندو پر ان کان آهي بلڪل نرالو - شڪل توڙي سواد ۾. هي ميوو ڏسڻ ۾ ننڍي واڱڻ جهڙو آهي. مٿيون سائو ٽوپ لاهي هٿن سان مروڙي، يا ڪپ سان سندس واڱڻائي کل کي چوڏاري هلڪو چيڪ ڏيئي کولي سگهجي ٿو. منجهانئس ٿوم جي ڳرين جيڏيون ۽ جهڙيون ککڙيون نڪرن جنهن مٿان چهٽيل گودو کائبو آهي. هر مئنگو اسٽين جي تري ۾ گل نهيل ٿئي ٿو. جيتريون ان کي پنکڙيون اوتريون ئي اندران ڳرِيون نڪرن.

بنگلاديش وانگر هتي به ڪَٽل - جنهن کي ملئي زبان ۾ Nangka ۽ انگريزيءَ ۾ جئڪ فروٽ چون ٿا، سڄو سال نظر اچي ٿو. ڪٽل (Artocarpus - Heterophyllus) ميوي طور به کاڌو وڃي ٿو ته ڀوڄ طور به

ڪم اچي ٿو. ھي فروٽ ڪٽي بہ ڪو گھٽو پسند نٿو ڪيو وڃي. اسان جي ھڪ عرب دوست چواٽي - جنھن کي ڪنل تي چڙ آھي، جيڪڏھن ميوي ۽ ڀاڄيءَ ۾ بہ حلال، حرام ۽ مڪروه جو حساب ھجي ھا تہ ڪنل مڪروه ميوو ۽ گوگڙو مڪروه ڀاڄي چئي سگھجي ھا جن جي شڪل توڙي سواد کان ڪراھت اچي ٿي.

ڪنل سائيز ۾ ٻانھن جيڏو، تور ۾ ڏھن ٻارھن سيرن تائين ٿئي ٿو. ھاڻ توھان پاڻ ئي فيصلو ڪريو تہ اھو ميوو ٿيو يا رڍ ڇيلو!

انھن ڊير ميون کان علاوه ملائيشيا ۾ ٻيا بہ ڪيترائي ٿورا گھڻا ميوا - ٻيرن ۽ پيرن کان پوميلو، جمبو آئر جھڙا ٿين ٿا. جي نٿا ٿين تہ ٿڌ وارا ميوا: انگور ناسپاتيون، زردالون، صوف گرما، سردا، ڪينا، نارنگيون ۽ ڏاڙھون. جن لاءِ ھتي جا ماڻھو ڏاڍو سڪن ٿا. ڪاش جاگرافيءَ جي لحاظ کان ملائيشيا جو ملڪ دنيا جي گولي تي اولھ اوڀر ۾ سٽل ھجڻ بدران پاڪستان وانگر اتر ڏکڻ ۾ اڀو ھجي ھا جيئن ڏکڻ گرم ۾ موسم وارا ميوا: انب، چڪون، ڪيلا، پپيا ٿين ھا تہ اتر ۾ سرد موسم وارا ميوا: انگور، ناسپاتيون، صوف ۽ ڏاڙھون ھجن ھا.

# سائين چنتا نہ ڪريو

هڪ ڏينهن اسانجي اڪيڊمي جي پرنسپال ڪئپٽن حمزه بن نور مون کي پنهنجي آفيس ۾ گهرايو. سندس اڳيان هڪ خط هو جنهن ڏي اشارو ڪري چيائين: ”P.U.O انسٽيٽيوٽ جي پرنسپال وٽان هي خط آيو آهي. کين مئرين انجنيئرنگ لاءِ ڪو ليڪچرار ناهي. هو چاهين ٿا تہ اسان وٽان ڪو هفتي ڪن لاءِ اتي جي فائينل ايئر جي شاگردن کي وڃي پڙهائي. تون ويندين؟“

اسانجي اڪيڊمي ۾ Post Sea جي انجنيئرنگ تعليم لاءِ جيڪي انجنيئر اچن ٿا اهي پنهنجي اوائلي تعليم P.U.O (پوليٽيڪنڪ انگڪو عمر) انسٽيٽيوٽ مان وٺن ٿا. جتي ٽئن سالن جو مئرين انجنيئرنگ ۾ ڊپلوما ڪورس آهي. هيءَ انسٽيٽيوٽ پيراق رياست جي شهر ايوح (Ipoh) ۾ آهي جيڪو هتان ملاڪا کان ساڍا ٽي سؤ ڪلوميٽر اتر ۾ آهي. هن پوليٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ ۾ مئرين انجنيئرنگ کان علاوه مڪينيڪل، سول، اليڪٽريڪل ۽ ڪامرس جا ڊپارٽمينٽ پڻ آهن. بلڪ مئرين انجنيئرنگ جو ڊپارٽمينٽ (Bahagian - Perkapalan) منجهس ويجهڙائيءَ ۾ شامل ڪيو ويو آهي، جيڪو جپانين جي ڪوشش جو نتيجو آهي. جن هن ڊپارٽمينٽ لاءِ نہ فقط ماڊل مشينريون: جهڙوڪ ڊيزل انجڻ، بئالر، ٽربوچارجر، جنريٽر ۽ اسٽيرنگ گيئر وغيره ڏنيون پر پڙهائڻ لاءِ ڇهہ ست مئرين انجنيئر پڻ ڏنا. جيڪي ڪجهہ عرصو اڳ مدو پورو ٿيڻ تي جپان ويا. انهن جي ڪوٽ پوري ڪرڻ ۽ پڙهائڻ لاءِ هتي جا ڪجهہ انجنيئر مقرر ڪيا ويا. جهڙوڪ: مسٽر مصطفار - جيڪو جيتوٽيڪ مڪينيڪل انجنيئر آهي پر ڪجهہ مئرين انجنيئرنگ جا سبجيڪٽ پڻ پڙهائي ٿو. مسٽر هاشم جيڪو نيول آرڪيٽيڪٽ ۽ مڪينيڪل انجنيئرنگ ۾ گريجوئيٽ آهي. اهڙيءَ طرح مئٿس، اليڪٽرانڪ، مئرين لئجسليچر، مشين ڊرائينگ جهڙن سبجيڪٽن لاءِ موهن ڪرشنان، فيصل،

صوفيان، اسماعيل، ارشد، رضوان، لِيبو وغيره آهن. باقي مئرين انجنيئرنگ جا اهي پاڳا جيڪي جهاز جي ايمرجنسي ۽ پريڪٽيڪل مسئلن سان واسطو رکن ٿا: جهڙوڪ: طوفان ۾ ڇا ڪرڻ کپي؟ جهاز جا پاسا ڇيري سمنڊ جو پاڻي گهڙي اچي ته ڇا ڪرڻ کپي؟ باهه لڳي ته ڇا ڪجي؟ بلڪل بليڪ آئوٽ (اوندهه) ٿي وڃي ته ڇا ڪجي؟ انجڻ اسٽارٽ نه ٿئي يا ان جي اندر (Scavenging - Fire) باهه لڳي وڃي ته ڇا ڪرڻ کپي؟ وغيره لاءِ ڪين مون جهڙي مئرين انجنيئر جي ضرورت هئي جيڪو جهاز تي گهٽو عرصو رهيو هجي ۽ اهڙن مسئلن کي منهن ڏيڻ جي تجربي مان پڙهائي سگهي.

مون ڪجهه تبديليءَ خاطر، ڪجهه نئين اداري ۽ ماڻهن کي ڏسڻ خاطر ۽ ڪجهه نئون شهر ۽ رياست گهمڻ جي شوق ۾ يڪدم هائوڪار ڪئي. ڪئپٽن حمزي چيو ته پڙهائڻ جي في جيڪا ملندي سا هتي جي قانون موجب اڪيڊمي ڪٽندي جو تون اڪيڊميءَ جو پگهاردار آهين. باقي وڃڻ جو ڀاڙو ڀتو، ماني ۽ رهائش جو توکي سڀ خرچ پکو ملندو. آئون پڙهائڻ وارو سليبس وٺي پنهنجي آفيس ۾ آيس.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته اهو ڪافي گهٽو هو پر جيئن ته اپوح وڃڻ ۾ اڃا مهينو هو سو تيسين تياري پوري ڪري ڇڏيم. ڪجهه Transparancies ناهيم جيڪي اوورهيڊ پروجيڪٽر (O.H.P) تي رکي ڏيکارڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ هيون. ڪجهه سوالن جي جوابن جا هينڊ آئوٽ ناهيم، ڪجهه زباني سمجهائڻ لاءِ ڇڏيم. ڪجهه عنوانن تي Mavis پروجيڪٽر جون فلمون موجود هيون - جهڙوڪ: باهه بابت، سمنڊ تي گند اڇلڻ (Pollution) بابت، فيول انجيڪٽر تيار ڪرڻ ۽ بئالر جي صفائي سنائي بابت - اهي ڪنيم.

صبح جو اٺين بجي ڌاري ملاڪا کان نڪتس. اسان جي هڪ ليڪچرر - مسٽر چيانگ (جيڪو اپوح جو آهي) تنهن صلاح ڏني هئي ته اپوح وڃڻ لاءِ ڪوالالمپور شهر ۾ اندر هرگز نه وڃان ڪوالالمپور کان اڳ هڪ رستو جنهن جي مٿان Utara لکيل آهي اهو وٺي اتر طرف هليو وڃان. (ملئي ۾ اتارا معنيٰ اتر.) اپوح، پينانگ الور اسٽار - اهي سڀ شهر اتر ۾ ان رستي تي آهن.

ڪوالالمپور کان ٻاهريون رستو وٺڻ ڪري ڪوالالمپور شهر جي

ٽرئفڪ کان بچاءُ ٿي ويو ۽ جلدي ئي ڪند کان وڃي نڪتس. اڳتي هلي Utara (اتر) وارو رستو ٽن شاخن ۾ ورهائجي ويو. جنهن مان هڪ جنهن تي اپوح لکيل هو ان کي فالو ڪندو شام جو ٽين بجي ڌاري اپوح شهر ۾ پهچي ويس.

ملائيشيا ۾ رستن جا نشان (Road Signs) ڪٿي سنگاپور جهڙا بهترين نه آهن ته به ايشيا، آفريڪا ۽ ڏکڻ آمريڪا جي ڪيترن ئي مشهور ملڪن جهڙوڪ: ڪوريا، انڊونيشيا، فلپين، ٿائيلينڊ، پاڪستان، هندستان، ڪينيا، نائجيريا، وينزوئلا، چلي وغيره کان بهترين آهن. ڪار تکي هلائڻ مهل ڪنهن جو پر ۾ هجڻ ضروري آهي جيڪو رستي جا مختلف نشان پڙهي ڊرائيور کي ٻڌائيندو هلي، نه ته اڪيلي سر گاڏي هلائڻ ۽ هر هر ڏري ڪري رستي جا نشان پڙهڻ پنهنجي لاءِ ۽ پويان ايندڙن لاءِ مٿي جو سور پيدا ڪرڻ آهي - جيڪو آئون ڪافي حد تائين پيدا ڪندو اپوح پهتس. اپوح شهر ۾ پهچي جيڪي هوٽلن جا نالا اخبارن، رسالن ۽ گائيڊي ڪتابن مان ياد ڪري آيو هوس اهي هوٽلون منهنجي بجيٽ کان هيڪانديون مٿي هيون. يا وري حيدرآباد جي گدس ناڪي جهڙيون بنهه ئي افعاليون هيون - جن ۾ منگهڻ ۽ مڇرن جي پڻ رهائش هئي واڌو ڪار بيهارڻ جي جاءِ نه هئي. نتيجي ۾ نيون هوٽلون ڳولهڻيون پيون.

پڇا تي ڪنهن ڪهڙي هوٽل تي ٻڌائي ته ڪنهن ڪهڙي. ڪنهن ويجهي هوٽل جو ڏس ڏنو ته ڪنهن ڏورانهين هوٽل جو. ڪنهن ته چيو تي ته اها پنيان به ته هڪ ڇڏي آيو آهين. ۽ ان پنيءَ هوٽل ڏي اتان ئي مڙڻ جي چڪر ۾ اپوح ۾ ٻن ٽن هنڌ رستي جي قاعدي قانون جي ڀڃڪڙي به ڪري وينس. پر شايد ويجهڙائيءَ ۾ ڪو پوليس سنتري موجود نه هو جو بچي ويس. آخر هڪ هوٽل Mikado ۾ سامان ڪٽي اچي رهيس. ڪجهه مسواڙ مناسب هئي. ڪجهه وڌيڪ هوٽلون ڳولڻ جي هاڻ همت نه رهي هئي. پر ٿورن پئسن ۾، مان منوڙي واري هيءَ جپاني نموني جي هوٽل مونکي اينري وٽي جو پوءِ ٻئين ۽ ٽئين دفعي به ساڳيءَ هوٽل ۾ اچي رهيس - جو پوءِ هر ٽئي مهيني هفتي کن لاءِ اپوح اچڻ منهنجي لاءِ جڻ مقرر ٿي ويو.

ٽئين دفعي اپوح آيس ته خبر پئي ته اپوح جي هوٽل وارن ملڪ جي

ٿوئرزم کي وڌائڻ لاءِ مهيني ڏيڍ لاءِ هوٽلن جي مسواڙ کي گهٽائي اڌ ڪري ڇڏيو آهي. ان ڪري ٻهرين پراڻي هوٽل مڪاڊو ۾ اچي، سامان رکي، باقي ڏينهن ڪنهن ٻي اتاهين هوٽل ۾ رهڻ لاءِ، هوٽلن جي ڳولا ۾ نڪري پيس. هوٽل جو خوش اخلاق چيني مالڪ - مسٽر ٽوني ۽ ڪيشيئر ڇوڪري ڊورين، جن سان ڪافي عليڪ سليڪ ٿي ويئي هئي تن کي ڪلي چيم: 'اڄ آخري ڏينهن توهان جي هوٽل ۾ آهيان. ٿي سگهي ٿو وري پنهنجي ملاقات نه ٿئي.'

ٽونيءَ کلي چيو: ”ڀلي. هوٽل هن ڪان سٺي ضرور ملي ويندانوَ پر ههڙي سستي، صاف سٿري، سٺي هنڌ تي ۽ باحفاظت هرگز نه ملندانوَ.“

”شايد. پر تو جهڙو دلچسپ مالڪ ته هرگز نه ملندو.“ مون وراڻيومانس.

”ينگ ڪلثوم‘ روڊ (جنهن تي مڪاڊو هوٽل آهي) ۽ ڪووان اسٽريٽ ڏيئي ايڪسيلشر هوٽل تي پهتس. رسيپشن تي ويٺل هڪ يوريشين ۽ چيني ڇوڪريءَ ان هوٽل ۾ رهڻ لاءِ ڏاڍو آماده ڪيو ته سنگل روم جي هونءَ مسواڙ هڪ سؤ ويهه ڊالر آهي پر هينئر گهٽائي پنجاسي ڪئي ويئي آهي. مون اڃا به گهٽائڻ لاءِ چيومانس.

”ڀلا اسي ڊالر.“

”آئون يڪو هفتي لاءِ رهندس. پنهنجي باس کان پڇي ٻڌاءِ؟“

”باس هن وقت ڪونهي پر آخري اگهه جي خبر اٿم. جي هفتو رهو ته پنجهتر ڊالر توهان کان وٺنداسين، جيڪا هن جهڙي فور اسٽار هوٽل لاءِ تمام گهٽ مسواڙ آهي.“

آئون ڪجهه ڪجهه راضي ٿيس. پر جيئن ئي هن چيو ته ان ۾ ڏهه سيڪڙو سروس چارجز ۽ ڏهه سيڪڙو سرڪاري ٽئڪس به ڏيڻو آهي - يعني پندرهن ڊالر ٻيا وجهي نوي ڊالر ڏيڻا آهن ته مون سنئون سڌو چيومان: "Tidak - Boleh" (ملئي لفظ. معنيٰ ته پوءِ ناممڪن آهي.) وڃڻ وقت يوريشين ڇوڪريءَ کي چيم ته آيا هوءَ ڪنهن ٻي هوٽل جو نالو ٻڌائي سگهندي جيڪا هن کان ٿورو سستي هجي.

”ٿورو ترسو. آئون نه فقط هوٽلن جا نالا پر اگهه به معلوم ڪري ٿي ٻڌايانوَ.“

”مهرباني پر خيال سان. ڪٿي باس جا موچڙا نہ کائين جو ڪهڙو مالڪ چاهيندو تہ سندس هوٽل ۾ آيل گراهڪ کي پرائي هوٽل جو ڏس ڏجي.“ مون چيومانس.

اپوح ۾ هوٽلن جو تعداد گهٽو ۽ هن مند ۾ گهمڻ لاءِ ايندڙ مسافرن جو تعداد گهٽ هجڻ ڪري اها تہ پڪ هئي تہ سڀ هوٽلون خالي خالي پيون آهن پر هن يوريشن ڇوڪريءَ ٽن چئن هوٽلن تي فون ذريعي بحث ڪري مسواڙ گهٽرائي مونکي آخري اگهہ ٻڌايو. هڪ تہ تمبون ان (Tambun - Inn) هوٽل هئي جيڪا ايڪسيلشر هوٽل جي ئي معيار جي هئي پر مسواڙ بنهہ گهٽائي پنجاهہ ڊالر رکي هئي. شهر کان گهڻو پري هجڻ ڪري مون لاءِ بيڪار هئي. ٻي هوٽل ايسٽرن ۽ هوٽل فرينچ هئي جن جي مسواڙ سٺ کن ڊالر هئي پر اتي پهچي جڏهن مون مڪادو هوٽل جي ڀيٽ ڪئي تہ اسان واري يار جي ڳالهہ صحيح نڪتي تہ مڪادو هوٽل ٽورن پئسن ۾ گهڻي سک واري آهي.

ايڪسيلشر هوٽل ۾ يوريشن ڇوڪري - جيڪا ڏسڻ ۾ نہ ملئي لڳي ٿي نہ چيني تنهن کان پڇيم تہ هوءَ يوريشين ڪهڙي حساب سان آهي. ماءُ ٻيءُ مان ڪهڙو يوربي آهي ۽ ڪهڙو ايشيائي. (جيئن ملاڪا ۾ ڪيترائي يوريشين اهڙا آهن جن جا پيئر پورچوگالي هئا ۽ مائر چيني يا ملئي.) ڇوڪريءَ ورائيو: ”ماءُ ملئي اٿم ۽ ٻيءُ سلوني.“

تعجب مان چيومانس: ”تہ پوءِ اهو تہ يوريشين - يعني يورپ ۽ ايشيا جو ميلاپ تہ نہ ٿيو. پر ايشيا جو ايشيا سان ئي ٿيو.“

”هتي اهي بہ يوريشين سڏائين. خاص ڪري جن جا پيئر سلون جا سنهالي آهن. باقي جن جا پيئر سلون جا تامل آهن، اهي انڊين ئي سڏائين.“

”گهر ۾ ڪهڙي زبان ڳالهايو؟“ مون پڇيومانس.

”ملئي ۽ انگريزي. پر سنهالي بہ ٿوري ٿوري سمجهان ٿي.“

هوٽل مان نڪرڻ وقت، هوٽل جي ڪافي روم اڳيان هڪ شوڪيس ۾ پيوٽر جو مختلف سامان رکيل هو. ننڍڙيون پليٽون، ائش ٽري، گلدستا، ڪُنجين جا ڇلا، گلاس وغيره. انهن شين اڳيان قيمتون پڻ لکيل هيون - جيڪي بنهہ واجبي هيون. هن کان اڳ ملاڪا ۾ هڪ دڪان تان معلوم ڪيو هوم تہ پيوٽر جي شين جا اگهہ تمام ڳرا هئا. پيوٽر ڏاتو رنگ ۾ چاندي

۽ پلاتينم جهڙو اچو ٿئي ٿو. ٽامي پتل وانگر وقت سان گڏ ميرانجهڙو نٿو ٿئي. پيوٽر ۾ اهم ڌاتو ٽين (Tin) ٿئي ٿو جنهن جون ملائيشيا ۾ تمام گهڻيون کاڻيون آهن - خاص ڪري پيراق رياست ۾ - جنهن جو اپوح پڻ هڪ شهر آهي. اپوح لاءِ ته مشهور آهي ته هن ۾ هيءَ دولت ۽ رونق ٽين جي ڪري آئي.

ڪوالالمپور جو شهر جنهن هنڌ تي آهي اتي پڻ ڪنهن زماني ۾ ٽين جون کاڻيون هيون ۽ ٽين ۾ ٻيا ڌاتو ملائي پيوٽر جون مختلف شيون ٺاهڻ جو آڳاٽو ڪم سلنگور پيوٽر (Slengor Pewter) ڪمپنيءَ شروع ڪيو جيڪا هڪ سؤ سالن کان به جهوني آهي. جنهن جي ٺهيل هر شيءِ تي سون وانگر گئرنٽيءَ سان گڏ باقاعدي رسيد ڏني وڃي ٿي.

ان هوٽل تان پيوٽر جون هڪ به شيون ورتم ٿي ته ياد اچي ويو ته مڪادو هوٽل ڏي ويندي ساڄي پاسي بريوسٽر روڊ (Brewster Road) تي هڪ پيوٽر جو تمام وڏو دڪان آهي. ٿي سگهي ٿو ان تي اهي ساڳيون شيون اجا به سستيون ملن.

هوٽل ايڪسيلشر جي گيٽ تي بيٺل ڳاڙهي يونيفارم ۾ قداور تامل همراهه مرڪي در کوليو. ڪاره ۽ بسن جي درباه مان پاڻ کي بچائيندو، رستا ڪراس ڪندو بريوسٽر روڊ تي بامبي شاپ جي پر ۾ پيوٽر جي دڪان تي پهتس. سڄو دڪان پيوٽر جي مختلف شين سان ڀريل هو. هوٽل ۾ ڏٺل شين سان ڪجهه ملندڙ جلندڙ شين جو اگهه جائزي خاطر پڇيم. دڪاندار هيڪاندو ڳرو ملهه ٻڌايو.

اپوح ۾ ٻي وڏي جنگ ۾ ڪافي پنجابي مسلمان سپاهي رهي پيا هئا. هي دڪاندار همراهه قد ڪاٺ ۾ پنجابي لڳي رهيو هو. جي پنجابي (پاڪستاني) آهي ته هڪ هم وطنيءَ لاءِ مناسب اگهه ڪري سگهي ٿو.

"Are you from Pakistan?" مون پڇيومانس.

"No. I am a Srilankan" منهنجو ٻيءَ ڏاڍو سلون کان آيو هو. بهرحال آئون ته هاڻ ملائيشين ٿيس."

دل ۾ چيم ڏاڍي ٻڌائي. اگهه گهٽ ڪرائڻ جو ٿورو آسرو هو سو به ڇٽو. نيٺ هوٽل ۾ ڏٺل سامان جو اگهه ٻڌائي چيومانس:

"ان حساب سان تنهنجي دڪان ۾ رکيل سامان جو اگهه اجا به گهٽ هجڻ کپي."

”سائين منهنجا توهان بلڪل بجا فرمايو.“ هن بيحد سني انگريزي ۽ سني انداز ۾ مونکي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، ”پر اهو پيوٽر جيڪو توهان ڏسي آيا آهيو اصلي نہ اٿانوَ. ان ڪري ئي سستو آهي. هي جيڪي مون وٽ آهي اهو جڳ مشهور سلينگور پيوٽر آهي. آئون توهان کي سامان جي خريداريءَ جي گئرنٽي ۽ رسيد پڻ ڏيندس. توهان ڪٿي بہ پيٽي سگهو ٿا جو سلينگور پيوٽر جي شين جي قيمت جتي ڪٿي ساڳي رکيل آهي. ڪوبہ دڪاندار ان ڪمپنيءَ جون شيون گهٽ وڌ قيمت ۾ وڪڻي نٿو سگهي. ڪمپنيءَ وارا مٿس ڪيس ڪري وجهن.“

”پر هوٽل ۾ بہ هھڙي ساڳي ڌاتوءَ جون شيون ڏسي آيو آهيان، جيڪي تمام گهٽ اگهہ تي هيون.“

”هرگز تي نٿو سگهي منهنجا راڻا. سڄي اپوح شهر ۾ سلينگور پيوٽر جي ايجنسي فقط مون وٽ ئي آهي. ان ڪري اهو سامان اپوح ۾ بيو ڪٿي بہ نہ ملندو.“

مونکي سندس ڳالهہ دل سان لڳي تہ واقعي هوٽل واري پيوٽر جي سامان اڳيان ڪنهن ٻيءَ ڪمپنيءَ جو نالو لکيل هو ۽ ڪا اهڙي ڳري شيءِ ٿوري سستي اگهہ ۾ وٺي پنهنجي ملڪ پهچي پوءِ افسوس ڪجي تہ اها اصل ڌاتوءَ جي ناهي، ان کان بهتر آهي تہ ڪجهہ وڌيڪ ڊالر ڏيئي ڪو سٺو سووينر وٺجي.

هوشيار دڪاندار منهنجي اها سوچ منهنجي چهري مان پڙهي ورتي. هو دڪان جي ٻي ڪنڊ مان هڪ فريم ڪڍي آيو جنهن تي ڪجهہ لکيل هو جيڪو خاص ادا سان پڙهي ٻڌايائين:

Why compromise?

The bitterness of poor quality remains long after the sweetnees of bargain prize has been forgoften.

مونکي سندس ڳالهائڻ ۽ گراهڪ کي مطمئن ڪرڻ جو اسٽائيل بيحد وڻيو. دل ۾ چيم: ”ڪا وبهين ٽيهن ڊالرين جي سوغات وٺان يا نہ وٺان - ان ڳالهہ کي هڻ ڪڍ ۾. في الحال هن جون دلچسپ ڳالهيون ضرور ٻڌان. شام جو اڃا ست ٿيا هئا. هينئر ئي واپس هوٽل ۾ هلي سمهڻ بدران هتي ئي ڪجهہ وقت پاس ڪرڻ جو سٺو موقعو آهي.“

فريم وٺي هڪ دفعو وري پڙهيم. لکڻ واري - بلڪ ناهڻ واري سنو ڊائلاگ گهڙيو آهي. هي ان اڙدو پهاڪي جو نعم البدل چئي سگهجي ٿو: 'مهنگا روئے ايک بار - سستا روئے بار بار.'

"پر سائين"، مون دڪاندار کي چيو، "ڪيئن ٿا چئو تہ هُن هوٽل جو سامان اصلي پيوٽر ناهي. ماڻهن تہ ورتو پئي."

منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي، مون سمجهيو تہ دڪاندار لاجواب ٿي ويو. هن عارضي خفي ۽ چڙ جو اظهار ڪندي، هٿ ۾ جهليل پيوٽر جا گلدستا واپس ڪبٽ ۾ ڪٽي ڦٽا ڪيا. ۽ پوءِ وات سان ڪجهہ چوڻ بدران هن مون ڏي ڏسي اهڙي شڪل ناهي جڻ چئي رهيو هجي: "سائين پلا هاڻ توهان جاهلن کي ڇا سمجهائجي." ۽ مون کي بہ ذري جهڙ لاءِ اهو محسوس ٿيو تہ وٺٺو مونکي بہ نہ آهي دڪاندار جو اجايو وينو وقت وڃايان ۽ بحث ڪريان - جيڪو هاڻ رُسي پنهنجي ڪرسيءَ ڏي پئي موٽيو. پر ڪرسيءَ وٽ پهچڻ کان اڳ يڪدم 'اباؤٽ ٽرن' ڪري وري مون ڏي وڌيو. منهنجي ڪلهن تي هٿ رکي آمريڪن فلمن جي خدائي فوجدار ۽ غريبن جي هڏ ڏوکي ڊاڙيل هيرو وانگر سرٻات ۾ چيائين:

"Imitation. My friend! All Imitation."

"ادا! سچو نقل اٿئي. تڏهن تہ سستو وڪڻن ٿا. 'نقل' هميشہ 'اصل' کان تکو وڪامي ٿو ۽ عارضيءَ طرح، ظاهري ڏيک ۾ وڌيڪ چمڪ تجلو رکي ٿو." ۽ پوءِ پنڊت، پادري يا مُلين جي واعظ واري نموني ۾ چتاءُ ڪندي چيو:

"My dear brother! when there is something moving fast it is bound to be imitation."

آئون سمورو وقت مرڪندو رهيس. نيٺ چيومانس تہ يار دڪاندار! ماڻهو واهہ جو آهين. هونءَ سچ پچين تہ زندگيءَ ۾ پهريون سلوني سنهالي ڏٺو اٿم جيڪو سنو واپاري چئي سگهجي ٿو.

"ٿئنڪ يو" پاڻ بہ کليو.

"آئون سريلنڪا جو آهيان پر سنهالي نہ آهيان. آئون تامل ڪرسچن آهيان."

"اها ڳالهہ ڪر نہ." مون وراڻيومانس. "آئون بہ چوان سنهالي ويچارا

واپار ۾ ڪُٽي اهڙا تيز آهن. بهرحال مسٽر اراسو (Mr. Arasu)! انگريزي واه جي ڳالهائين ٿو. اهڙي انگريزي ڪراچي فليٽ ڪلب ۾ ڏٺل هڪ انگريزي ڊرامي ۾ ويهه سال کن اڳ ٻڌي هيم. آئون هڪ دفعو وري هوٽل تي پيوٽر جو سامان ڏسي دلجاءِ ڪري پوءِ ايندس."

"بلڪل، بلڪل." هن پيوٽر جي مختلف شين جي قيمتن جو ڪتابڙو (ڪئٽلاگ) مونکي ڏيندي موڪلايو.

سندس دڪان تان لهي پر واري 'بمبئي شاپ' نالي دڪان تي چڙهيس، جيڪو ارجن نالي هڪ سنڌي هندوءَ جو پراڻن ڪتابن جو آهي. ايوح ۾ جڏهن پهريون دفعو آيو هوس تہ پراڻن ڪتابن جو پڇائي پڇائي نيٺ هن دڪان تي پهتو هوس. ملائيشيا ۾ سيڪنڊ هئنڊ (پراڻن) ڪتابن جو دڪان ڪو ورلي نظر اچي ٿو. ان جو اهو بہ سبب آهي تہ هتي جي ماڻهن کي پڙهڻ جو گهٽو شوق ناهي. حڪومت جي ڪوشش ڪري هاڻ مڙيئي ننڍي ٿهيءَ کي پڙهڻ جو شوق ٿئي پيو پر ان هوندي بہ ڪي گهٽيون لئبرريون يا ڪتابن جا دڪان نہ آهن جيترا ههڙي ملڪ ۾ هئڻ کپن. ان ڪري سکر يا بهاولپور جيڏي هن شهر ايوح ۾ فقط هن بريوسٽر روڊ تي آمهون سامهون بہ لولا لنگڙا پراڻن ڪتابن جا دڪان آهن. بلڪ دڪانن جا حصا آهن. جو ارجن جو دڪان بہ ڪتابن جو دڪان گهٽ درزيءَ جو دڪان وڌيڪ آهي. جنهن ۾ چوڌاري ٿي چار درزي سلائي ڪن ٿا. فقط هڪ ڪنڊ ۾ بہ کن پيت جا ڪٻٽ ۽ هڪ شوڪيس ڪتابن جو رکيل آهي جنهن جي ڦڏين ٽنگن جا پير جست جي پيالن منجهہ هئا - اڏوهيءَ جي بچاءَ ڪان شايد.

اهڙيءَ طرح رستي جي ٻئي پاسي تامل دڪان ۾ تہ ان کان بہ گهٽ ڪتاب آهن - سي بہ گهٽي ڀاڱي تامل - جيڪي ڪاغذ، ڇپائي ۽ جُلدسازيءَ جي معيار ڪان ائين لڳندا جڻ فلمي ڪهاڻين جون چوپڙيون. ارجن جا ڪتاب جيڪي بہ سؤ کن ٿيندا چڱيءَ طرح اُٿلائي پٿلائي ڏٺم پر ڪوبہ منهنجي ڪم جو نہ لڳو. ڪيترا تہ رام رامائڻ، سيتا لڇمڻ يا چيني ڏند ڪٿائن ۽ ڌرمي قصن جا ڪتاب هئا. انگريزيءَ جو ڪو چڱيرڙو هو تہ پويان يا وچيان صفحا ڦاٽل هئا يا وري گهٽي قيمت ڪري واپس رکٽو پيو ٿي. جيستوٽيڪ لڳاتار هو اهائي تسبيح پڙهندو رهيو: "سائين ڪتاب ڪٽي وجو. قيمت جي چنتا نہ ڪريو."

دل ۾ ڇيم ڏوڙ ڇنتا نہ ڪريو. نئين ڪتاب جي قيمت ڏهہ ڊالر ۽ هن سيڪنڊ هئنڊ (بلڪ سيونٽ يا ايٽٽ هئنڊ) ڪتاب جي قيمت اڌ ڊالر پيو ٻڌائين تہ پوءِ پراڻي ڪتاب وٺڻ مان ڪهڙو فائدو. ۽ ڇنتا ڇو نہ ٿئي. هم زبان سنڌي همراهہ سان خريداريءَ کان سنئون سڌو انڪار ڪندي بہ خراب ٿي لڳو. سو 'وري ٿو اچان' جو بهانو ڪري سامهون تامل همراهہ جي دڪان تي پهتس جتي ڪتابن جي نالي ۾ الائي ڪهڙي ڪهڙي سن، ڪهڙي پني ۽ ڪهڙي مس جي ڇپائيءَ جا ڪتاب رکيا هئا. جن کي پاڻ وارو مفت ۾ بہ کڻڻ کان انڪار ڪري. ڪتاب نہ ملڻ ڪري ڏاڍي اباٽڪائي ٿي. پر جيئن تيئن ڪري اپوح جهڙي پرديس ۾ وقت گذاري ملاڪا موٽيس. ڪتابن جي ڳالهہ تان اپوح جي بمبئي شاپ وارو ارجن ياد ضرور ايندو هو. ڇي:

"سائين ڪتاب کڻي وڃو قيمت جي ڇنتا نہ ڪريو."

اڄ جڏهن هڪ دفعو وري ان دڪان جي پر ۾ بيٺو هوس تہ سوچيم تہ ليئو پائي ڏسان تہ 'ڇنتا نہ ڪريو' وارو همراهہ آهي يا نہ؟ هن دفعي ڪتابن جو تعداد ڪجهہ وڌيڪ هو. پاڻ غائب هو. چيني درزين کان سندس پڇيم تہ ٻڌايائون: "هينئر هينئر ڪتابن جا ڪٻٽ بند ڪري چاٻي کڻي نڪتو آهي ۽ ڏهين کان اڳ نہ موٽندو. سڀاڻ آچر (موڪل جو ڏينهن) آهي. هاڻ پربنءَ سومر تي اڃجو."

هڪ ٻي ڳالهہ ياد آئي تہ پهرين دفعي ڪتابن جي پڇر ڇڏي ارجن کان پتلون سبرائڻ جي ارادي سان سلائيءَ جو پڇيم. هن چيني درزين سان سرباٽ ڪري ٻڌايو تہ سنڌي هجڻ ڪري مون کان پتلون جي سلائيءَ جا فقط پنجٽيهہ ڊالر وٺندو. ان کان گهٽ بنهہ نٿي ڪيائين. تنهن تي چيومانس تہ لالا سنگاپور ۾ تہ ڪپڙي سميت سلائيءَ جا ٽيهہ ڊالر ٿا وٺن. ملاڪا ۾ بہ فقط پنجٽيهہ ڊالر پر ڪپڙي سميت. هتي اپوح ۾ تو وٽ فقط سلائيءَ جا پنجٽيهہ ڊالر ڇو؟ تہ ان جو بہ جواب وري ساڳيو ڏنائين: "سائين اڳهہ جي ڇنتا نہ ڪريو." ۽ آئون بہ ان 'ڇنتا' مان اهڙو بيزار ٿي ڀڳو هوس جو اڄ جڏهن خبر پيئي تہ هو موجود نہ آهي تہ ڪو اهڙو افسوس نہ ٿيو. جيتوٽيڪ هڪ بہ ڪتاب منهنجو ڏيان ڇڪائي رهيا هئا.

ٻئي ڏينهن (آچر تي) پنهنجي ميري قميص ۽ پتلون ڌوتم. جيسين

سڪن تيسين هوٽل جي 'روم ميڊ' (ڪمرا صاف ڪندڙ عورت) هلي ويئي. جنهن ڪپڙا پڻ استري ڪيا ٿي. هتي ملائيشيا ۾ ڌوٻيءَ جو دڪان شايد ئي ڪنهن ڳوٺ يا ننڍي شهر ۾ هجي. جيتوڻيڪ اسان جي ننڍڙي ڳوٺ ۾ ئي ٻزن ڪن ڪٿي/ ڌوبي/ لانڊري مين، ڊراءِ ڪلينر - يا جيڪي سمجهو، جا دڪان هوندا. پاڻ سان استري نہ آندي هيم سو ان لاءِ نيٺ سوچي اهو گس ڳوليم تہ ارجن جي دڪان تي هلي هن جي درزين جي استري استعمال ڪجي.

اسان جي ڳوٺ جي ڪتابن جي مشهور دڪان 'ميمن بڪ اسٽور' جي مالڪ شمس الدين وانگر سدائين حيران پريشان، ڏاڙهي وڌيل ۽ چمپل ۾ ڪٽر ڪٽر ڪري اچي اڳيان بيٺو. ٿورو ئي اشارو ڏنومانس تہ يڪدم سڃاڻي ويو.

"اڙي يار تون آهين ڪٿي؟ چئي وئين تہ اچان ٿو، اڄ سٺ مهينن بعد وريو آهين."

دل ۾ چيم تہ ڏاڍي ٻڌايائين. يا تہ سندس يادگيرو تمام تيز آهي جو بلڪل صحيح مدو ٻڌايو اٿس يا تہ ڪو گراهڪ ئي ڪونہ ٿو اچيس. چيومانس:

"اچان ڪيئن. تنهنجي ڪتابن جا اگهہ اهڙا آهن جو خريد ڪرڻ پنهنجي وس جي ڳالهہ ناهي."

مون اُٺندي ئي اها ڳالهہ ان ڪري ڪئيمانس تہ جيئن گهٽي اگهہ جو احساس ٿئيس ۽ شرم کان هن دفعي گهٽ اگهہ ٻڌائي. پر سائين ارجن پنهنجي ڇاتي ڪنهندي، اسان واري شمس الدين وانگر سگريٽ جو ڪش هٽندي چيو:

"ياءُ منا! پلا ڇا ڪريان؟ منهنجي ڪتابن جي ڪجهہ چونڊ ئي اهڙي آهي. ان ڪري مجبور ٿي اگهہ وڌا رکيا اٿم."

مون کان ٺهڪ نڪري ويو. ڪراچيءَ ۾ بولٽن مارڪيٽ جي پر ۾ گوري گارڊن ۾ جيڪي تور جي حساب سان پراڻا ڪتاب ملن ٿا ۽ اڪثر پان وارا ۽ ٻيا پڙيون ٻڌڻ لاءِ وٺندا آهن، اهي بہ مواد ۽ منهن مهانڊي ۾ هنن کان بهتر هوندا آهن. پر ارجن جي اها ڳالهہ مون دل ۾ نہ ڪئي. ۽ نہ ارجن منهنجو ٽوڪ طور ڏنل ٺهڪ دل ۾ ڪيو. بلڪ منهن جو پڪو ٿي چيو: "ادا نوانوي سيڪڙو ڪتاب آءٌ پاڻ چونڊي آڻيندو آهيان. منهنجا گراهڪ ئي ڪجهہ اعليٰ معيار ۽ ٽيسٽ وارا آهن."

(ٻين لفظن ۾ هاڻ جي ڪتاب نٿو وٺان تہ ارجن جي حساب سان آئون سندس اعليٰ معياري گراهڪن مان نہ آهيان) پر يڪدم ٻان ڪرڻ بدران چيومانس:

"ارجن! تنهنجي دڪان ۾ هي منهنجو ٽيون دفعو آهي. مون کي تہ پاڻ کان علاوه ڪو ٻيو نياڳو گراهڪ نظر نٿو اچي." چرچي خاطر مون اجا وڌيڪ چوڻ چاهيو ٿي پر نہ چيم. جو پر واري سلوني دڪاندار ۽ اسان جي ڳوٺائي شمس الدين وانگر سندس ڳالهيون پڻ مزيدار هيون ۽ شمس الدين وانگر پڑهيل ڳڙهيل بہ لڳو ٿي. پر پوءِ خبر پيئي تہ ارجن پڑهيو مٽرڪ تائين بہ نہ آهي باقي اسان واري ماسات شبير وانگر جهونن انگريز ليکڪن جا اُن ڪتابن جا پڑهي انگريزي ڳالهائڻ ۾ اهڙو پڙ ٿي ويو آهي جهڙو شيڪسپيئر جي دور جو ماڻهو.

ڪتاب ڪڍڻ لاءِ ارجن ڪي ڪٽ چڑهيل ڪلفن کي کولڻ لاءِ چڱو منهن مٿو پٽڻو پيو. ۽ پوءِ جڏهن کيٽ کليو تہ ڪا دير ڪتابن تان مٽي ڇنڊبيندو رهيو.

"ارجن اهو تہ ٻڌاءِ تہ اصل ڪٿان جو آهين؟"مون پڇيومانس.

"حيدرآباد سنڌ جو آهيان. تلڪ چاڙهيءَ کان مٿي رهندا هئاسين."

چوڏاري فقط چيني چوڪرين کي درزڪو ڪم ڪندو ڏسي پڇيومانس تہ آيا زال چيني اٿس يا اندين.

"يار شادي شده ئي نہ آهيان."

"چو يلا. چاليهن سالن جو اچي ٿيو آهين. اجا ڪڏهن شادي ڪندين؟" مون کيس ٻين ڳالهين ۾ بزي رکڻ چاهيو ٿي، جيئن آئون آرام سان ڪتابن جي جانچ بہ ڪندو رهان.

"شادي ڪئي هيم هڪ سنڌي ڇوڪريءَ سان ئي. پر گذارو نہ ٿي سگهيو. هن مونکي Divorce ڪري ڇڏيو. (طلاق ڏيئي ڇڏي.)"

"ايوح جي هئي؟" مون پڇيومانس.

"نہ ملاڪا جي."

"ملاڪا ۾ تہ ڪي سنڌي فئمليون نہ آهن. هڪ تہ پاروائي وارا آهن جن جو ملاڪا شهر ۾ دڪان آهي."

"هينئر سڀ ملاڪا مان لڏي ويا آهن. منهنجي زال وارا بہ تڏهن ئي ملاڪا ڇڏي ويا هئا." ارجن ٻڌايو.

"پوءِ ارجن هُن وچي ۾ شادي ڪئي يا نہ؟"

ارجن سگريٽ جو وڏو ڪش هڻي پنهنجي وڌيل ڏاڙهيءَ کي کنهندي چيو: "Tidak - Tahu" (ملئي عام اصطلاح. معنيٰ ڪا ڄاڻ ناهي) ۽ پوءِ ڳاڙ ساڙ انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ چيو: "جڏهن کو هاڻ واسطو ئي نہ رهيو تہ خبر چار رکڻ مان اجايو درد پرائڻ ٿيو. جنهن جي واٽ نہ وڃجي اُن جو پنڌ چو پڇائجي. ان ڪري زندگيءَ جي ان باب کي ميساري ڇڏيو اٿم. هاڻ وري شادي ڪبي. ڳولا ۾ آهيان."

"اپوح جهڙو شهر جنهن ۾ چوڌاري چيني ۽ چيني آهن. ڪنهن پروفيشنل - نوڪري يا واپار ڪندڙ چيني عورت جي ڳولا ۾ تہ نہ آهين." مون پڇيومانس.

"نہ. چيني عورت ۾ ڏينهن رات جو فرق آهي."

"چا مطلب؟" مون پڇيومانس، "اهي ڏينهن جو ڀيون ۽ رات جو ڀيون آهن چا؟"

"نہ. نہ. منهنجو مطلب آهي سندن ڪلچر ۽ اسان جي ڪلچر ۾ ڏينهن رات جو فرق آهي. چينين جي رهڻي ڪهڻي، کاڌو پيتو، اٿڻي ويهڻي، ڪپڙو گندي سڀ مختلف آهن. ڪٿي ٿو گذارو ٿي سگهي."

"پوءِ پلا ڪنهنجو سوچيو اٿئي؟ ملئي، تامل، سک يا ڪا يوريشين چوڪري؟"

"نہ. شادي تہ وري بہ پنهنجي ئي هم زبان ۽ ڪلچر واريءَ سان ئي ڪنديس. هڪ اهڙي ٿي تہ ان جو مطلب اهو ناهي تہ سڀ سنڌي اهڙا آهن."

مون ڪانئس سندس واپار جو پڇيو تہ آيا سندس دڪان ۾ ڪم ڪندڙ چيني درزي سندس رکيل آهن يا انهن جو الڳ ڪاروبار آهي.

"هن دڪان ۾ منهنجا فقط هي ڪتاب آهن. يعني رڳو هيءَ ڪنڊ منهنجي آهي باقي سڄو دڪان هنن چينين کي مسواڙ تي ڏنو اٿم. هي سڄو دڪان ۽ ان سان مليل پنيون گهر ۽ ماڙي منهنجي آهي. سواءِ ٻن ڪمرن جي رهائش وارو حصو پڻ مسوڙ تي ڏنو اٿم."

"چو پلا؟" مون تعجب مان پڇيومانس، "تون پاڻ سڄو دڪان چو نٿو هلائين؟"

"ادا ڪٿي آهي ڏنڏو؟ بزنس سڄو ڊائون آهي. واپار ۾ ڪو مزو نہ رهيو آهي." هن ويجهو ٿي اها ڳالهہ ائين سرٻاٽ ۾ ڪئي، ڄڻ اهم راز ٻڌائي رهيو هجي.

"واقعي ارجن! هوٽلون بہ خالي خالي نظر پيون اچن ۽ دڪانن تي بہ اها ريل پيل خريدارن جي ناهي. هي رڳو هتي آهي يا سڄي ملائيشيا جو اهو حال آهي؟" مون پڇيو.

"سڄي ملائيشيا بلڪ هن سڄي ريجن جو اهو حال وڃي ٿيو آهي. اڄڪلهہ بزنس ۾ پئسو لڳائڻ کان بهتر آهي تہ بئنڪ ۾ رکي ڇڏجي. گهٽ ۾ گهٽ پئسو تہ صحيح سلامت رهندو. مٿان ست اٺ سيڪڙو وياج، ڪميشن، نفعو يا فائدو - يا ٻيو جيڪو نالو ان تي رکين - اهو بہ ملندو رهندو. واپار ۾ تہ ٿوري بہ سستي يا اياڳ جهڳو جهڻ ڪري رکي."

"يار هي ڳالهيون تہ هاڻ پيون ٻڌجن تہ بزنس ۾ جوکم آهي. نہ تہ، تہ اهو ئي ٻڌبو هو تہ نوڪري ٽوڪري آهي. وڏنڊڙ ڪم واپار آهي. خاص ڪري توهان جهڙا سنڌورڪي تہ وڏيا ئي واپار مان. هينئر تنهنجو هي حال ۽ ڳالهيون ٻڌي تعجب لڳي ٿو تہ واپار تہ ڪابہ شيءِ ناهي."

"واپار سيڪجهہ هو،" ارجن درستي ڪندي چيو، "پر اهو هاڻ نہ رهيو آهي. 1960ع يا ٻاهٺ تائين بہ اڍائي سؤ سال واپار جو سونهري دور هو. يعني انگريزن جي دور وارو زمانو ۽ ان کان ڪجهہ اڳ وارا سال سنڌي ۽ چيني واپاري نہ فقط هن تڙ: بئنڪاڪ، بورنيو، بجنگ ۽ باليءَ کان مسقط، موريشش، ممباسا ۽ موزمبق تائين ڪٿي ڪاڏو پر ويندي ڏورانهن علائقي: لاس پاماس، جئميڪا، فجي ۽ ٻين دور دراز پيٽن تائين پڻ واپار ذريعي راڄ ڪيو."

"پر اڃا بہ ڪي ڪي ڊپارٽمينٽل اسٽور، شاپنگ آرڪيڊ ۽ سپر مارڪيٽون ڏسجن ٿيون تہ ماڻهن سان اٽلن ٿيون." مون چيومانس.

"ها ائين آهي. مولا جو ملڪ هلي ضرور پيو. بيهٺو ناهي. پر هن وقت ڪمائين فقط اهي پيا جن جي سيڙپ هيڪاندي گهڻي آهي. باقي اسان جهڙا اتي ۽ لٽي جي فڪر ۾ آهن."

"تنهن جي معنيٰ تہ واپار کان پاسو ڪرڻ چاهين ٿو."

"نہ. نہ. اها ڳالهہ ناهي. انتظار پيو ڪريان. جائزو پيو وٺان. جيئن ئي

بهتر ڏينهن آيا تہ وري شروع ڪبو. هونءَ بنهہ بس بہ ناهي ٿيو. علائقو علائقو ضرور بدلجندو رهي ٿو. ڪو وقت هو هي بريوسٽر روڊ واپار کان بلي بلي هو. پوءِ اپوح شهر جي نئين علائقي ۾ دڪان کليا. منهنجي پر جي دڪانن جا ڪپڙا جا واپاري اوڏانهن لڏي ويا. مون سستي ڪئي. اسان جو ئي هڪڙو دڪان رهجي ويو. سو هڪ تي ڪير ڪپڙا وٺڻ ايندو."

"پر اڪثر واپاري ساڳي شيءِ وڪڻندڙ ڪي پر ۾ رهڻ نہ ڏيندا آهن. جيئن انهن جي هڪ هٽي رهي." مون پڇيومانس.

"نہ. گراهڪ گهڻا اتي ايندا جتي هڪ ئي وکر جا گهڻا دڪان هجن. جتي جهجهي ڪنڊ هوندي اتي ئي گهٽيون ڪئليون (ماڪوڙيون) مڙنديون. ٿوري چپٽيءَ تي ڇا ايندين. ساڳيو حال وکر ۽ گراهڪن جو آهي."

"پوءِ تون ڇو نٿو شهر جي نئين حصي ۾ هليو وڃين؟"

"مون کي تڏهن ئي وڃڻ کپندو هو. اها منهنجي غلطي هئي. اڄ جي منهنجو دڪان شهر جي نئين حصي ۾ هجي ها تہ حالتون ڊيفينيٽلي ووڊ هئوبين بيٽر (Definitely would have been better.) ان وقت اسان وٽ جيڪو ناڻو هو ان مان آرام سان هي دڪان وڪڻ بنان نئون خريد ڪري سگهياسين ٿي. پر اسان اها غلطي ڪئي جو منهنجي پاءُ پينانگ ۾ وڃي دڪان کوليو. ۽ اهو هلي نہ سگهيو. تمام وڏو گهاٽو پيو. پٺ تي وڃي ٿڪو ڪيوسين. هاڻ جيسين ڪجهہ پئسو ٿئي. شهر جي نئين حصي وارن دڪانن جي قيمت بہ هاڻ گهٽ ۾ گهٽ بہ لک ڊالر (تيرهن لک رپيا ڪن) تي ويئي آهي. انهن ڳالهين دوران مون هڪ ڪتاب جيمس مچنر جو ڳوليو. سوچيم تہ پيو ڪٽڻ بدران اهو وري بہ غنيمت آهي. پر شوڪيس مان ٻاهر ڪڍي ڏٺم تہ آخري صفحا غائب هئا.

"هينئر ڪجهہ ڪتاب انڊيا کان گهرايا اٿم. اهي پلا ڏس." ارجن هڪ ڪنڊ مان اٺ ڏهہ ڪتاب ڪڍي ڏيکاريا. چار پنج تہ يوگا، انڊين جادو ۽ هندو مئٿالاجيءَ جا هئا. ٻن ڪتابن منهنجو ڌيان ڇڪايو. هڪ 'A Spy in Pakistan' هو جيڪو جاسوسي قسم جو ناول ٿي لڳو جنهن جو نالو ڪجهہ بہ ٿي سگهيو ٿي پر پنهنجي ملڪ جو نالو ڏسي ان لاءِ ڪنيم تہ پاڙي واري ملڪ ڇا لکيو آهي. ۽ ٻيو هندستان جي مشهور تاريخدان، سرڪاري ڪاموري، وڪيل، اخبار جي ايڊيٽر، سک - خوشونت سنگهہ جو لکيل ڪتاب هو. ٻئي هڪ سؤ کن صفحن جا ٿيندا. هندستان ۾ سندن قيمت ڏهہ ۽ چوڏهن رپيا آهي

جيڪا پهرين صفحي تي لکيل هئي. پر ارجن جو ضد تہ هڪ هڪ جا ڇهہ ڇهہ ڊالر (چاليهہ چاليهہ رپيا) وٺندس.
”پيلي ڪجهہ تہ گهٽ ڪر.“
”سائين اگهہ جي تہ...“
”چڱو چڱو. پلا هي بہ ڪٽاڻ ٿو.“ کيسي مان پئسا ڪڍندي چيومانس، ”پلا هڪ ٻيو ڪم. استري ملي ويندي؟ قميص ۽ پتلون استري ڪرڻي اٿم.“
”ها. ها. ضرور. اچو هيڏانهن رکي آهي.“
اندر جتي دڪان ختم ٿي، گهر شروع ٿيو ٿي. اتي هڪ ننڍي ٽيبل تي ڪجهہ خاڪي وڏا پنا وڇايا پيا هئا. جنهن مٿان هڪ پراڻي زماني جي استري رکي هئي، پر ۾ ايتري ئي پراڻي زماني جي هڪ سبڻ جي مشين هئي جنهن جو نالو بہ گسي چڪو هو. ان کي هڪ چيني ڇوڪري هلائي ڪپڙو بہ سبي رهي هئي تہ ٽيپ رڪارڊر تي وڄندڙ ڪنهن چيني گاني تي ڪنڌ ڏوڻي رهي هئي. گانو پڪ ڪو Latest Hit لڳو ٿي جو جيسين گانو ختم نہ ٿيو تيسين بہ ٽي دفعا انگريزيءَ ۾ Where is the switch? ۽ بہ ٽي دفعا ملئيءَ ۾ 'Mana Suis' سئچ ڪٿي آهي پڇندو رهيس پر جواب نہ ڏنائين. گاني ختم ٿيڻ تي ڪنڌ لوڏڻ بہ بند ڪيائين تہ سبڻ جي مشين بہ – جنهن جي موٽر جي تار، ٽيپ رڪارڊر ۽ پکي جي تار هڪ ئي اڌ پوائنٽ ۾ پيل هئي. ماچيس جي تيلي ڪٽي استريءَ جون اُگهاڙيون تارون بہ ان اڌ پوائنٽ ۾ ٻين اُگهاڙين تارن سان گڏ ٽنبي بٽڻ کي آن ڪيم. ڪوبہ ڏماڪو نہ ٿيو. ڪابہ باهہ نہ لڳي. ڪٿي بہ شارٽ سرڪٽ نہ ٿيو. پنکو وري هلڻ لڳو، ٽيپ رڪارڊر وري وڄڻ لڳو، مشين جو ڦيٿو ۽ چيني ڇوڪريءَ جو ڪنڌ وري ڏڏڻ لڳو ۽ انهن مڙني شين سان گڏ هن دفعي، استريءَ ۾ حرارت پڻ وڌڻ لڳي. اتي هڪ اڇن وارن واري پنجاهہ کن سالن جي انڊين عورت اچي ويڪري پجامي ۽ چولي ۾ پر واري ڪمري مان نڪري سامهون اچي ويٺي. ارجن ان وقت لنگهندي ٻڌايو تہ هوءَ سندس فوت ٿي ويل ڀاءُ جي زال آهي. مون ڪان سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ خبرچار وٺڻ لڳي. پاڻ سنڌي پڙهي بہ سگهي ٿي جو سنڌ ڇڏڻ وقت ويهہ پنجويهہ ورهيہ ڪن ڄمار جي هئي.
”سنڌ ڇڏڻ بعد مدراس آيس. پوءِ شاديءَ بعد هتي ملائيشيا ۾.“ هن ٻڌايو.

”ٻئي دفعي آيس تہ تولاءِ سنڌي ڪتاب ۽ اخبارون کڻي ايندس.“ مون چيومانس.

”دل ڏاڍي ٿي چوي تہ هڪ دفعو حيدرآباد هلي ڏسجي. پر اسان کي الائي اچڻ ڏيندا يا نہ.“ هن چيو.

”توهان تہ هاڻ ملائيشين ٿياٿو. پاڪستان ۾ تہ انڊيا جا رهاڪو بہ گهمڻ ڦرڻ لاءِ ايندا رهن ٿا.“

”ڀلا سنڌي اڃا آهن؟“

”جڏهن توهان سنڌ ڇڏي تڏهن بہ هئا ۽ اڄ بہ آهن. هر شهر هر ڳوٺ ۾ سنڌي رهن ٿا - مسلمان بہ تہ هندو بہ.“

”اهو ڀلا ڪيئن. هندو مسلمانن جا جهيڙا نٿا ٿين؟“

”ائين تہ هندستان ۾ بہ ٿيندا رهن ٿا پر جيستائين منهنجي ٿوري گهڻي ڄاڻ آهي، هندو مسلمانن کان وڌيڪ تہ چانڊين، مگسين ۽ شيخن، ميمڻن جا وڌيڪ جهيڙا ٿين ٿا.“

”هندو سنڌي روزگار لاءِ ڇا ڪن؟“ هن پڇيو.

”اهو ئي اڳ وانگر واپار ۾ بہ آهن تہ سرڪاري ۽ خانگي نوڪرين ۾ بہ.“

”مون تہ ٻڌو آهي تہ انهن کي نہ نوڪري آهي نہ واپار.“

”اهي ڪنهن دشمن جا اڏيل افواهہ ٿي سگهن ٿا. منهنجا هندو دوست ۽ واقفڪار تہ واپاري ۽ واڊا آهن تہ مئجسٽريٽ ۽ مرچنٽ نيوي جا آفيسر پڻ. باقي عام بيروزگاري ڪٿي گهٽ ڪٿي وڌ ضرور آهي.“

پوڙهي تعجب مان ٻڌندي رهي ۽ پوءِ ٿڌو ساهہ کڻي چيو: ”تنهن جي معنيٰ اسان بيوقوف هئاسين جو سنڌ ڇڏيسين. اسان تہ اهوئي ٻڌندا رهياسين تہ سنڌ ۾ سنڌين کي ماري ڇڏيائون. ٻچيلن کي زوريءَ مسلمان ڪيو اٿن. ۽ هاڻ وري اهو پيا ٻڌون تہ سنڌين وٽ جيڪي ڪجهہ گهر گهاٽ زر زمينون آهن انهن تي قبضو ڪيو پيو وڃي.“ هوءَ هندستان کان آيل ڪجهہ پراڻين اخبارن کي جن ۾ اهو پڙهيو هئائين، ڳولڻ لاءِ اٿي.

”توهان اخبارون ڳولڻ جي اجائي تڪليف ٿيون ڪريو.“ مون ڪانئس موڪلائيندي چيو، ”آئون انڊيا جي اخبارن ۾ پاڪستان بابت ايندڙ هر خبر سچي نہ سمجهندو آهيان ۽ ساڳي طرح پاڪستان جي اخبارن ۾ انڊيا بابت ڏنل هر خبر کي.“

”پر انڊيا ۾ ڊيموڪريسي آهي.“

”بلڪل ڊيموڪريسي آهي. ۽ ڊيموڪريسيءَ جي جياپي لاءِ آزاد پريس ضروري آهي. پر اها آزادي ماڻهن جي ڪيتري آزادي آهي. ڪنهن ٻئي ملڪ جي مسئلن کي Exploit ڪرڻ يا ان بابت گهٽ وڌ لکڻ تہ سينسرشپ وارن ڏينهن ۾ بہ ڪري سگهجي ٿو.“

آئون استري ختم ڪري چڪو هوس. ارجن ڪتاب ۽ باقي پئسا منهنجي اڳيان رکي چيو:

”يار آئون پلا هلان ٿو. ڪجهہ ڪم اٿم.“

”بس آئون بہ نڪران ٿو.“ ڪتابن واري ٿيلهي ۾ پتلون ۽ قميص وجهي ٻاهر نڪتس. ارجن سان گڏ پندرهن سورهن سالن جي هڪ ڪاري ڇوڪري بہ هئي - جيڪا تاملن کان گهٽ ۽ ملئين کان وڌيڪ ڪاري هئي. ڪتاب ڳولڻ مهل هوءَ دڪان ۾ آئي هئي ۽ سڄو وقت هڪ ڪنڊ ۾ ڪرسيءَ تي ويٺي هئي.

”هيءَ ڪير آهي؟ تنهنجي ڀاءُ جي ڌيءُ تہ نہ آهي؟“ مون هن کي ارجن جي مائٽياڻي سمجهي پڇيو.

”نہ. ادا کي تہ اولاد نہ ٿيو. هيءَ نوڪريءَ لاءِ آئي آهي. ماءُ تامل اٿس پيءُ سلوني. منهنجي دوست جي زال کي گهر جي ڪم لاءِ ڇوڪري کپي. سو ڪيس انهن وٽ ونيو ٿو وڃان.“

”هن ملڪ ۾ ماڻهن جو ڪيڏو نہ چمپور (ملئي لفظ معنيٰ مڪسچر، ملاوت) آهي. تامل، سلوني، عرب، سک، انڊونيشي، جاواني، بالي، چيني، ملئي، يورپي هڪ ٻئي ۾ ايڏو مڪس اپ ٿي ويا آهن جو اصل نسل جي خبر نٿي پوي.“ مون دل ئي دل ۾ سوچيو.

ارجن ايڏو تکو هلي رهيو هو جڻ ڪا ربل چٽڻ واري هجيس. جيتوڻيڪ منهنجي هوٽل جو رستو بہ ساڳيو هو پر ارجن سان گڏ ماراٿان ڊوڙ ڊڪڻ کان ڪِلي موڪلائڻ بهتر سمجهيم. هو مون کي وري سندس دڪان تي اچڻ لاءِ ٻارتون ڪندو ’تامل، سلوني ڇوڪريءَ کي ٻانهن کان وهٽ وانگر ڇڪيندو گاڏين ۽ ماڻهن جي ميڙ ۾ گم ٿي ويو.

# اپوح جي پاڪيزه ۽ عشقي ڪواب

ملائيشيا جي اپوح شهر ۾ ڏکڻ هندستاني مسلمانن توڙي هندن جون ننڍيون وڏيون ڪيٽريون ئي هوٽلون آهن. فقط جالان (شاهراهه) ينگ ڪلثوم جي اوسي پاسي ۾ سلطانيا، حميده بانو، راجا ۽ رحمان نالي هوٽلون آهن. وچ شهر جي ته هر اهم روڊ تي هڪ يا ٻه اهڙيون هوٽلون ضرور نظر اينديون - جيڪي سڏجن جيتوڻيڪ 'انڊين' ٿيون پر صحيح معنيٰ ۾ اهي 'ڏکڻ هندستاني' سڏجڻ گهرجن جو انهن هوٽلن ۾ هڪ ته فقط ڏکڻ هندستان: مدراس، ڪيرالا، بئنگلور وغيره جا ئي ڪاڌا ملن ٿا ۽ انهن هوٽلن جو معيار اهڙو ناهي جهڙو آمريڪا، انگلينڊ، يورپ، جپان، هانگ ڪانگ يا عرب دنيا جي مشهور انڊين هوٽلن ۾ نظر اچي ٿو. جيڪي دراصل اتر هندستان يا پاڪستان جي ماڻهن جون آهن. جن ۾ مغلي يا اهڙا ڪاڌا تيار ٿين ٿا جيڪي يورپ ۽ آمريڪا جا ماڻهو به پسند ڪن ٿا. سو اهي 'انڊين' هوٽلون حقيقت ۾ 'پاڪستاني' يا 'نارٿ انڊين' چئي سگهجن ٿيون. باقي هي سائوٿ انڊين يا دکني هوٽلون سڏجڻ گهرجن.

ڏکڻ هندستاني يا 'سائوٿ انڊين' هوٽل ڪيڏي به صاف هجي، ايئرڪنڊيشنڊ هجي پر منجهس اها سونهن ۽ خوبصورتي نه هوندي جيڪا ولايت جي ملڪن ۾ 'پاڪستاني' يا 'نارٿ انڊين' هوٽلن: شيراز، شيزان، علي بابا، فاروق، مغل، مهاراجا، تاج محل، شالامار يا ٽپسي ٽاپسي جهڙين ۾ آهي.

ڏکڻ هندستاني هوٽلن ۾ گهڻو ڪري سان ديڳڙن جي قطار آڏرياءُ ڪندي جن جا ڍڪ کولي چمچي سان ڪڪڙ، ڍڳي، ٻڪري يا مڇيءَ جي ٿنگي ٻوڙ جو جائزو وٺي، پنهنجا پنهنجا اينڊڙ ٻئري کي ٻڌائي سگهجي ٿو ته هي يا هو ٻوڙ کپي. پر پاڪستاني يا نارٿ انڊين هوٽلن ۾ ويهڻ بعد ٻئرر چوڪري مينو پيش ڪندي ۽ آرڊر وٺڻ مهل نئپڪن ۾ ويڙهيل چمچو، ڪانٽو ۽ ڇري اچي رکندي. ڏکڻ هندستاني هوٽلن ۾ پاڻيءَ سان اڌ ڀريل اسٽيل جي ڪريءَ ۾

ڪٽ لڳل چمچن ۽ ڪانٽن جو ڍير اڳهين موجود هوندو. ان جي پرسان هڪ اونهي ٿالهيءَ ۾ ايڏو ئي ڪيلن جو ڍير رکيل هوندو. ڪن هوٽلن ۾ ته ڪيڪن جون ٿارون ۽ ڇليل اوباريل بيضا پڻ نظر ايندا.

هڪ ٻيو فرق: ڏکڻ هندستاني هوٽلن ۾ هر ٻوڙ ۾ گرم مسالا ايترا هوندا جو انگريز، عرب ۽ يورپي ته پري پر سريلنڪا جي ڪارين مرين ۽ لونگن جي باغ جو مالڪ به اهو ڪائڻ بعد صبح تائين پڇتائيندو رهندو.

اپوح ۾ ايڪسيلسر هوٽل جي پرسان 'پاڪيزه' نالي هڪ انڊين ريسٽورنٽ آهي. پر اها ڏکڻ هندستاني هوٽل ناهي. صاف سٿري ايئرڪنڊيشنڊ هال ۾ سائي رنگ جي غاليچي تي ساڳي رنگ جون صاف سٿريون ۽ سٺي ڊزائين واريون ڪرسيون ۽ ميزون ڪنهن نارٿ انڊين، ڪشميري يا پاڪستاني هوٽل جو ڏيک ڏين ٿيون. ڪم ڪار ڪندڙ ڇوڪرين جا نه فقط هڪ ئي جهڙا پهريل وڳا صاف سٿرا ۽ اُجرا هئا پر سندن جسم پڻ. ڦرموٽين وانگر ڪڏهن ڪا ملئي ڇوڪري ڪاڏي جو ترِي، ڪٽي هڪ در ڪان پئي آئي ته ٻي چيني ڇوڪري خالي ٿيل ٿانوَ ٻئي در ڏي ڪٽيو پئي ويئي. ننڍي ڪنڊ جي ڪنهن ڇوڪريءَ (هندستاني، پاڪستاني يا شايد پنجابي سِکڻيءَ) گراهڪن اڳيان مينو پئي رکيو ڪنهن پورچوگاليءَ يا شايد ڪرنٽيءَ (اڌ انگريز يا يورپي ته اڌ ايشين) ايندڙ مهمان جو در وٽ آڌر ڀاءُ پئي ڪيو.

سيني ڇوڪرين ڪي اڇن گلن سان سائي رنگ جا ڍگها فتنگ وارا چولا. اڇي رنگ جا لکنوي نموني جا پاجاما ۽ مٿي تي اڇيون پوتيون هيون، اسڪرٽن، گوڏين، سارنگن (Sarongs) ۽ باجوڪورنگن جي ڏيهه ۾ وڏي عرصي بعد اسان جي پاڪستاني يا اتر هندستاني ڊريس ۾ ملبوس، هي PIA جي ايئرهوسٽس جهڙيون ڇوڪريون ڏسي پهرين ته ڏاڍو عجب لڳو – ڄڻ ڪنهن نمائش گهر ۾ آيو هججي. سمجهه ۾ نه پئي آيو ته آيا هيءَ هوٽل ڪنهن ڪشميريءَ جي آهي، اتر هندستانيءَ جي، پاڪستانيءَ جي يا ڪنهن هتي ئي لوڪل ملئي يا چيني همراهه جي. ڇوڪرين جي پوشاڪ مان ته صاف لڳو پئي ته پنهنجي ئي علائقي ۽ پاڙي جو ڪو ملڪ آهي پر شڪلين مان ته ڪي ملئي لڳي رهيون هيون ته ڪي چينياٽيون. هڪ به سک ۽ ڪرسچن پڻ هيون. بهرحال ڪين تنگ پجاما ۽ مٿي تي پوتيون رکي سنو 'شو – پيس' ناهيو

ويو هو ۽ ملائيشيا جي هن هوٽل جي مالڪ کي - جيڪو به آهي، داد ڏيڻو پيو ٿي.

آرڊر وٺڻ واري ملئي ڇوڪري کان پڇيم:

"Siapa punya hotel inikah – هيءَ هوٽل ڪنهن جي آهي."

"نياز عليءَ جي." هن وراڻيو.

"Dimana dia tinggal – هو ڪٿي رهي ٿو؟"

"Di - Sini – هتي ئي."

"پلا اصل ڪٿان ڪان آيو هو؟" مون معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

"Tidak tahu – خبر ناهي. مونکي هتي نوڪري ڪندي ٿورو وقت ٿيو آهي. ڪائونٽر تي جيڪا ڇوڪري بل ناهي رهي آهي. اها سيٺ جي مائٽ آهي. ان کي خبر هوندي."

مانيءَ بعد دخل واري ڇوڪريءَ وٽ ويس جنهن جي قميص تي سندس نالو جنيرا لکيل هو. نالي مان ته نٿي لڳو ته آيا هوءَ هندو آهي يا مسلمان - باقي مٿي تي ابوچٽيون ته هن هوٽل جي مالڪ چينياڻين کي به پارائي ڇڏيون آهن.

پڇڻ تي انگريزيءَ ۾ ٻڌائين ته پاڻ اصل پاڪستاني آهي پر جائي ۽ پڙهي هتي ئي آهي، سو اڙدو رڳو ٿورو سمجهي سگهي ٿي باقي ڳالهائي انگريزي ۽ ملئي زبان ۾ ٿي. ڪيس اها خبر نه هئي ته سندس وڏا پاڪستان جي ڪهڙي حصي کان هتي آيا. "هوٽل جو مالڪ نياز علي البت ان بابت ٻڌائي سگهندو."

هوٽل جو مالڪ نياز علي ان وقت ٻاهر اپوح ڪلب ۾ ويل هو. پر منهنجي خواهش تي هوٽل جي سينئر ڪمدار ڪرتار سنگهه فون ملائي ڏنو.

رسمي خير عافيت بعد جڏهن نياز عليءَ کي ٻڌايم ته آئون ملاڪا جي نيول اڪيڊميءَ کان هتي آيو آهيان ته هن هڪدم وراڻيو: "توهان سان ته پهرين به ملاقات ٿي چڪي آهي."

دل ۾ سوچيم ته شايد سنگاپور يا ڪوالالمپور ۾ ٿي هجي جيڪي وڏا شهر آهن ۽ اڪثر ڪيترن سان ئي ملاقات ٿيو وڃي.

"سائين ڪٿي؟" پڪ ڪرڻ لاءِ مون پڇيو.

”هتي ئي. توهان کي ته اپوح ۾ هڪ دفعي هوٽل جو ڪمرو نه پئي مليو. توهان ملاڪا کان آيل هئا.“

اهو ٻڌي مونکي هڪدم ياد اچي ويو ته ڪئپٽن احمد حسين مخدوم هن هوٽل ۾ همراهه بابت گذريل سال ٻڌايو هو ته ملاڪا کان پينانگ ويندي هن کي اپوح ۾ رات پئجي ويئي هئي، ڏياريءَ جي موڪلن ڪري هوٽلن جا ڪمرا اڳهين پريل هئا. آخر ٿڪجي، ماني کائڻ لاءِ هن پاڪيزه ريسٽورنٽ ۾ آيو جتي ساٿس ملاقات ٿي هئي. نياز علي هتي جو پراڻو شهري ۽ گهٽي ڏيٺ ويٺ وارو هجڻ ڪري ڪين هتي جي هڪ هوٽل Tambun - Inn ۾ ڪمرو وناڻي ڏنو هو.

مون نياز عليءَ کي ٻڌايو ته اهو آئون نه پر منهنجو ئي هڪ دوست هو جنهن توهان جي ان ڳڻ جا ڏاڍا ٿورا محيا هئا ۽ هو اڄڪلهه برونائي ۾ آهي.

”توهان هتي ڪلب ۾ اچو ته توهان کي هتي جي دنيا ڏيکاريان.“

”حياتي رهي ته ٻئي دفعي ضرور ملاقات ڪبي.“

مون ڪيس پنهنجي وندر - ’لکڻ‘ بابت ٻڌايو ۽ ڪانئس فون تي ئي سندس ملائيشيا ۾ اچڻ بابت پڇڻ چاهيو ته آيا هتي هو پاڻ آيو هو يا سندس پيءُ ڏاڏو؟“

”ادا اسان هتي ملائيشيا ۾ پراڻا آيل آهيون. اينٽريقدر جو آئون ته هتي ڄائس پر منهنجو والد صاحب مير عالم جيڪو هاڻ چوراسي سالن جو آهي اهو به هتي ڄائو. ملائيشيا ۾ اسان جو ڏاڏو مهرالدين آيو هو - اڄ کان نوي يا سؤ سال کن اڳ. هو تن ڏينهن ۾ انگريز حاڪمن جي برٽش آرميءَ ۾ هو. هتي اچڻ کان اڳ ڪجهه سال برما ۾ پڻ رهيو. انهن ڏينهن ۾ هتي اپوح ۾ ته ڇا پر ڪوالالمپور ۾ به اجا ڪي به چار ڪچن گهرن جا پاڙا مس هئا. مڇر، جيت، نانگ بلائون - چوڏاري گهاٽا ٻيلا ۽ جهنگ هو. انهن ڏينهن ۾ پنهنجا شهر: دهلي، لاهور، ڪلڪتو ائين هئا جيئن اڄڪلهه لنڊن، ٽوڪيو، نيويارڪ سمجهيا وڃن ٿا. پر ڏاڏي جي روزي هتي لکيل هئي. هو پيٽ گذر خاطر هتي ئي رهي پيو. اڄ الله جي فضل سان هن ملڪن ترقي ڪري ورتي آهي، ۽ اسان به سکيا ستابا آهيون. هونءَ اسان جا مائٽ مٽ اجا به گلبرگ لاهور ۾ رهن ٿا. هنن وٽ ايندا ويندا آهيون. گذريل سال آئون به لاهور ويو

هوس. پنجابي ۽ اڙدو بہ صاف اچيم ٿي. باقي هاڻ ٻار ٿا ڳالهائي سگهن. گهر ۾ جيتوڻيڪ اسان وڏا ڳالهائيندا آهيون تہ هو ٿوري ٿوري سمجهيو وڃن.“

نياز عليءَ کان فون تي موڪلائي هوٽل مان نڪتس ٿي تہ ياد اچي ويو تہ مينو تي کاڌن جا بہ چار نرالا نالا پڻ ڏٺا هئم. ير ۾. پاڪيزه هوٽل جي يونيفارم – ڪڙتي پاجامي ۾ بيٺل چيني ڇوڪريءَ کان کاڌن جي لسٽ جو مينو گهرائي پُوري، نانن ۽ چپاتين جي مختلف قسمن کان علاوه انهن نرالن ٻوڙن جا نالا پڻ نوٽ ڪيم، جيڪي خاص نياز عليءَ جا ايجاد ٿيل ٿا ڏسجن. جيئن تہ پنجين ڊالرين في پليٽ وارا ڪڪڙ جا ٻوڙ: چڪن مهاراجا، چڪن وندالو ۽ چڪن رينڊانگ – ڪشميرين، ڏکڻ هندستانين ۽ ملئي ماڻهن جي پسند کي ڌيان ۾ رکي رکيا ويا آهن.

کاڌن جي ٻگهي لسٽ تي پاڃيءَ وارا پڪوڙا ۽ پشوري ڪوابن کان علاوه ٻي ڊالرين پليٽ وارا ’عشقي ڪواب‘ پڻ هئا. ڪهڙن عاشقن کي ڌيان ۾ رکي اهو نالو ايجاد ڪيو ويو آهي ۽ ان ۾ ڪهڙا مرچ مسالا ۽ ٽوٽا ڦيٽا مليا وڃن ٿا – پاڪيزه هوٽل جي مالڪ نياز عليءَ سان ٻئي دفعي ملاقات ٿي تہ اهو ضرور پڇندوسانس. جنهن کي پنهنجن گهراڪن جو ايڏو خيال آهي جو هٿ ڏوئڻ واري ڪونڊيءَ تي وڏن اکرن ۾ ڪرمچند گانڌيءَ جو انگريزيءَ ۾ چيل گراهڪن بابت هي قول فريم ڪرائي هڻائي ڇڏيو اٿس تہ: گراهڪ توهان لاءِ نعمت آهي، گراهڪ جو خيال رکڻ توهان جو فرض آهي... وغيره وغيره.

گانڌيءَ بابت پڙهيو مون بہ چڱو خاصو آهي پر اپوح ۾ نياز علي جي پاڪيزه ريسٽورنٽ ۾ هٿ ڌوئڻ وقت مونکي اها جاڻ ٿي تہ ڏکڻ آفريڪا ۽ هندستان جي مشهور وڪيل ۽ سياستدان هوٽل ۾ ايندڙ گراهڪن بابت بہ ڪو قول فرمايو آهي!

# اپوح (IPOH) اميرن جو شهر

اپوح ڪروڙ پتين جو شهر پڻ سڏيو وڃي ٿو. اوائلي ڏينهن کان ٽين (Tin) جي ڳولا ۾ هتي آيل همراهه، هن ڏاتوءَ مان امير ٿي ويا. اپوح شهر پيراق جي ڪنٽا ماتريءَ ۾ آهي جيڪا دنيا ۾ ٽين جي کاڻين کان مشهور آهي. ٽين جو واپار ۽ ڪارخانا اڄ تائين هلندا اچن. جن ماڻهن ڪالهه هتي اچي ٽين جي کوٽائي جو ڪم ڪيو سي اڄ امير ۽ دولتمند آهن.

دڪانن ۽ گهرن ۾ اپوح شهر ڪجهه ڪجهه ڪوالالمپور جهڙو ماڊرن لڳي ٿو ۽ ماڻهن جي پوشاڪ ۽ رهڻي ڪهڻيءَ مان سنگاپور جهڙو - جتي گهڻا چيني ماڻهو آهن ۽ چيني ۽ انگريزي زبانون عام ڳالهايون وڃن ٿيون. ملاڪا، سريمبان ۽ الور استار به چڱا وڏا شهر آهن پر اتي وري ملئي ماڻهو گهڻا آهن ۽ زندگي ڪجهه ڳوٺائي نموني جي پرسڪون ۽ سست رفتار نظر اچي ٿي. پر اپوح ۾ گوڙ گهمسان، دانهون ڪوڪون ۽ هل هنبوڇي ڪجهه ڪجهه سنگاپور، هانگ ڪانگ نموني جي آهي. ڪارين لارين جي انجڻين ۽ هارنن جا آواز هڪ طرف پيا ايندا ته دڪانن ۽ هوٽلن مان هانءُ ڦاڙ چيني ۽ انگريزي ڳانن جون رڙيون ٻئي طرف. ملاڪا، جوهور، ننگري سيمبيلان پاسي ملئي گهڻا هئڻ ڪري سوئر جي گوشت يا شراب جهڙيون شيون کلئي عام نظر نه اينديون جو ملئي مسلمان گهڻا آهن ۽ اتي جا چيني ۽ انڊين به سندن خيال رکن ٿا. پر اپوح پاسي چيني گهڻا آهن سو سوئر جو گوشت ته ڇا ڪن ڪن چونڪن تي سڄا سڄا فراءِ ٿيل سوئر پنين تي ٽنگيل نظر ايندا. جيئن پاڻ وٽ رستي جي ڪنارن ۽ بس اسٽاپن وارين هوٽل تي ڪڪڙيون ٽنگيل نظر اينديون آهن. سڄي ملائيشيا ۾ چڪلن ۽ جسمن جي واپار تي جيتوڻيڪ سرڪاري طرح بندش پيل آهي پر هتي اپوح ۾ مساج پارلر، بيوٽي پارلر، هيلٿ هائوس، سانا باٿ جهڙن نالن سان ڳجهي طرح ڪم عام جام هلي ٿو جنهن تي حڪومت شايد اک بوٽ ان ڪري ڪريو ڇڏي، جيئن يورپ ۽ آمريڪا جهڙن

امير ملڪن ڪان ٽوئرسٽ ايندا رهن ۽ ڊالر، پائونڊ، ين، مارڪ جو وهڪرو جاري رهي. سندس پاڙي وارن ملڪن – ٿائليند ۽ انڊونيشيا ۾ ته الائي ڇا پيو ٿئي.

اپوح ۾ جنهن هوٽل ۾ آئون رهندو آهيان اهو علائقو بقول هتي جي ماڻهن جي سڊريل ۽ ماڊرن آهي جنهن جي رستن تي وڏيون بئنڪون، آفيسون، نئشنل، سانيو ۽ سوني جهڙين جاپاني ڪمپنين جا اليڪٽرڪ شين جا سهڻا دڪان آهن ته باٽا، گچي (Gucci)، مئڪس فئڪٽر ۽ سئمسونائٽ جهڙين بين الاقوامي شين جا دڪان پڻ. ها سائين ان خيال کان هي علائقو بلڪل ماڊرن آهي. پر ان سان گڏ اسٽائلش نالن وارن مالش گهرن جي به کوٽ ناهي. هڪ ٽوئر ڪمپني جي ڪتاب موجب ”ملائيشيا ۾ سڀ کان گهڻا مساج گهر – صحت سٺي ڪرڻ لاءِ (يا خراب ڪرڻ لاءِ شايد) اپوح ۾ آهن.“ جيڪو بلڪل صحيح لڳي ٿو. منجهس مالش ڪرڻ واريون – يا جسم جو سودو ڪرڻ واريون چيني ۽ ٿائي ڇوڪريون ڇاهي سهڻيون ۽ رومانٽڪ هجن يا نه پر انهن اڏن جا نالا بيحد رومانٽڪ ۽ سهڻي لڪائي وارا آهن. رڳو Jn. Yang Kalsum روڊ جي آسي پاسي وارا نالا جيڪي ايندي ويندي پڙهڻ ۾ اچن ٿا: سمال وائيلڊ ڪئٽ (ننڍڙي جهنگراڙ بلي)، ڊارلنگ مساج سئلون، انجليق بئمبو تقانغ اروت (ملئي لفظ. تقانغ معنيٰ جاٺو، اروت معنيٰ مالش)، VIP، وائيلڊ هارس (جهنگلي گهوڙو)، نمبر 99 مساج هائوس، Red Rose، ٿري سسٽرز ۽ Pussy Cat مساج پارلر.

اڄڪلهه حجامن جي دڪانن جا نالا به گهڻ رومانٽڪ ناهن. ان ساڳي روڊ تي جتي 'سن رائيز' ۽ 'فئنسي باربر شاپ' جهڙن عام نالن وارا دڪان آهن اتي The L2 Hair Shop، ڪارمن هيئر پرفيڪشنسٽ (لنڊن پئرس)، Avod Hair Clinic، باب يوني سيڪس هيئر ڊزائين سينٽر ۽ Gift Hair Creative Workshop جهڙا پرڪشش ۽ اسٽائلش نالن وارا پڻ دڪان آهن جيڪي سوچي سمجهي رکيا ويا. جيئن پڙهندڙ تي رعب پوي ته وار ناهڻ واري خاتون آمريڪا، انگليند يا فرانس جهڙن ملڪن مان اعليٰ تعليم وٺي وڏي قابل ٿي آئي آهي. ۽ هوءَ وارن جا فقط اهي ڏهه پراڻا نمونا ڄاڻي ٿي ناهي جيڪي گذريل پنجويهه سالن کان ڪراچيءَ جي ماڊرن هيئرڪٽنگ سئلون ۾ فريم ٿيل آهن. هوءَ

پنهنجيون ڊزائينون بہ ايجاد ڪري سگهي ٿي. مثال طور داتو شيق - Dato) Shake) ۽ مصبون صديق (Misbun) - هتي جي مشهور ڳائڻي ۽ ٽينس جي رانديگر جي وارن جهڙيون عجيب ۽ نمايان ڊزائينون، شايد.

ساڳي طرح جسم جي بناوت ۽ ميڪ اپ جا دڪان آهن. جيئن پاڻ وٽ شادي رات 'دلهن ميڪ اپ' ڪرڻ وارن جا دڪان آهن. اپوح جي انهن دڪانن جا نالا بہ گهٽ آرٽسٽڪ نہ آهن مثال طور Joanne Beauty Therapist، انجلق بيوٽي ٿيراپي، Kim Beauty House، Figurette Centre، Institute De Beaute ۽ ريگاليا بيوٽي ڪيئر وغيره.

اپوح ۾ شام جي ماني گهٽو ڪري هڪ ڏکڻ هندستاني 'مسلم ريسٽورنٽ سلطانيا' ۾ ڪائي Chinese Methodist Church تائين واڪ لاءِ ويندو هوس. هن گرجا گهر کان اڳ هڪ هندو تامل جو اخبارن، رسالن ۽ ٽڪين، چونئرن، سگريٽن، چاڪليٽن جي پيڊيءَ وٽ ببئل هڪ نوجوان سک سان اڪثر هيلو هيلو ٿيندي هئي. هن ٻڌايو تہ هو هتي جي 'اليڪٽرڪ' يا شايد 'پبلڪ ورڪس ڊپارٽمينٽ' ۾ سرڪاري ڪلارڪ آهي. وڏي موٽر سائيڪل تي چڙهي روزانو ان وقت پنهنجي تامل دوست سان ملڻ، ڪچهري ڪرڻ ۽ وقت پاس ڪرڻ لاءِ ايندو آهي. (اها وڏي ۽ سينگاريل موٽر بائيڪ رستي تان ڪٽي فٽ پاٿ تي بيهاريندو آهي.) آئون بہ ڪنهن ڏينهن ڪيڪاري لنگهي ويس تي تہ ڪنهن ڏينهن بيهي ڳالهيون ٻڌم تي. سردارجي گهٽ پڙهيل هجڻ جي باوجود بيحد فضيلت ۽ تحمل سان ڳالهائڻ وارو، فقط ۽ فقط راندين - خاص ڪري فٽ بال جو شوقين لڳو ٿي. ويجهڙائيءَ ۾ پنجاب (انڊيا) ۾ ٿيل سکن جي آزاد رياست جي جدوجهد، مٿن ٿيندڙ ظلم ۽ قربانين بابت پڇيومانس تہ غريب کي ڪا خبر نہ هئي. ڦري گري وري گذريل ڏينهن جي ڪيڏيل فٽ بال مئچ جو ذڪر شروع ٿي ڪيائين.

اخبارن واري سندس تامل دوست ٻڌايو: "هن کي اخبار رسالي پڙهڻ جو تہ صفا شوق ناهي. سو ڪيس ڪهڙي خبر تہ سندس اباڻي ڏاڏاڻي ملڪ ۾ ڇا پيو وهي واپري."

"هيءَ تہ اها ئي ڳالهہ ٿي تہ يار تيلي تہ بہ سينڊ اٿيي." مون ڪلي وراڻيومانس: "سردارجي چڱو ٿو ڪري جو نہ اوسي پاسي جي نہ ڏورانهين ڏيهہ جي خبرچار رکي ٿو. نہ ڏاهو ٿجي نہ ڏک پرائجي."

هڪ رات ان فٽ پاٿ تان لنگهي رهيو هوس تہ سردارجيءَ سان گڏ هڪ ويهن ٻاويهن ورهين جي چيني ڇوڪري بہ ويٺي هئي. ٻئي چونٽرا ڪاٽي رهيا هئا جن جي ٿيلهي سٺ سينٽن ۾ تامل دڪاندار کان ورتي هئائون. ڇوڪري ڇڏي ۽ گنجيءَ ۾ هئي ۽ پيرن ۾ اسپنج وارو چپل. برئيزير (باڊيءَ) کان بي نياز هئي پر اکين تي هلڪو سائو آئي شئڊو هوس. هيلو ڪري آئون بہ ويهي رهيس. سردارجيءَ کي تعارف ڪرائڻ کپندو هو. پر ڇوڪريءَ سان تعارف ڪرائڻ بدران هن کان ٿورا چونٽرا وٺي مون کي بہ کائڻ لاءِ ڏنائين. ان بعد فٽ بال راند جي رزلٽ ٻڌايائين.

بہ ٽي منٽ ٻيا صبر ڪري سردارجيءَ کان پنجابيءَ ۾ پڇيم تہ هيءَ ڪُڙي ڪير آهي؟

”خبر ناهي.“ سردارجيءَ ڇوڪريءَ جي ٿيلهيءَ مان چونٽرن جي ٻي مٺ بہ ڪڍندي مون کي جواب ڏنو.

”ڏاڍي ٻڌايائين.“ مون دل ئي دل ۾ چيو. ”مون کان بہ اڳ، سندس چونٽرا پيا کائجن. ڳالهہ ڳالهہ تي تاڙا پيا ملائجن. وڏا وڏا ٽهڪ پيا ڏجن. پر اسان واري يار کي سندس اصل نسل جي بہ خبر ناهي. بهرحال ملڪ ملڪ جو پنهنجو دستور. مون کي بہ وقت پاس ڪرڻو (۽ چونٽرا کائڻا هئا) سو ويٺو رهيس. ڳالهيون تہ اهي ئي روز واريون - يعني فٽ بال جون ئي هلنديون رهيون. پوءِ آخر جڏهن سردارجيءَ مخالف ڌر تي زبردست گول ٿيڻ جي جوشيلي خبر ٻڌائي ٿڏو ٿيو تڏهن ڪو شايد پاڻهي خيال آيس ۽ چيو: ”بي ليان (ڇوڪريءَ جو نالو) هتي مساج گهر ۾ ڪم ڪري ٿي. ڪڏهن ڪڏهن گراهڪ ايندو اٿس تہ پئسا متائڻ ۽ چونٽرا کائڻ لاءِ هتي ويهي رهندي آهي.“

”انگريزي تہ ڏاڍي سٺي ڳالهائي ٿي. ڪافي پڙهيل لڳي ٿي.“ مون اڙدوءَ ۾ تبصرو ڪيو جيڪو سردارجيءَ هڪدم ترجمو ڪري ڇوڪريءَ کي ٻڌايو.

”صحيح ٿا چئو. پڙهيل آهيان.“ بي ليان چيو. ”ڪوالالمپور ۾ جاب بہ هوم پر پوءِ Quick Buck ڪمائڻ (راتو واهہ امير ٿيڻ) جي چشڪي ۾ اها آفيس جي نوڪري ڇڏي هتي مالش گهر ۾ اچي ويٺي آهيان.“

گهڻو فري ڏسي، ڳالهين ڳالهين ۾ مون ڪانئس سندس هن نئين ڌنڌي بابت پڇيو تہ هوءَ هڪ نازڪ جسم تي ڪري مالش جهڙو سخت ڪم ڪيئن ڪري سگهي ٿي.

"صحيح معنيٰ ۾ جسم جي مالش يا آڌ صباح سرواڪ جي جهنگل جا ابون مرد ڪري سگهن ٿا يا وري چيني ۽ ملئي حجام، حڪيم ۽ طبيب. جيڪي ان ڪم جا چاڻو آهن ۽ آڌ ذريعي بدن جو سنڌ سنڌ ڪوليو رکن. جسم ڪي اتي وانگر ڳوهي ٽڪل شرير مان سور درد ڪڍيو ڇڏين. اسان ڪي ڇا ٿو اچي. ۽ گراهڪن کي بہ خبر آهي تہ اسان کي ڇا ٿو اچي. ساڳي وقت اسان کي بہ خبر آهي تہ گراهڪ ڇا ٿو چاهي. اڌ ڪلاڪ مالش جا ارڙهن ڊالر آهن، جن مان اسين فقط هٽڙا لاهي ستل همراهہ کي جاڳائي سگهون ٿيون. ڪي بادي مساج چاهين. جنهن ۾ اسان کي اُگهاڙو ٿي گراهڪ جي اُگهاڙي جسم سان جسم ملائي مهٽڻو پوي ٿو، جنهن جو سڄي ملائيشيا ۾ مقرر اگهہ پنجويهہ ڊالر آهي. مالش جي پئسن ۾ اسان کي فقط چوٿون حصو ملي، باقي ٽي حصا مساج گهر جو مالڪ کڻي. جنهن مان هو بلڊنگ جي مسواڙ، لائيٽ، ايئرڪنڊيشنر، ڪمرن ۾ وڇايل هنڌ بسترا ۽ پوليس جو خرچ پکو ڪڍي.

"مالش کان علاوه گراهڪ کي وڌيڪ خوش رکڻ هرهڪ ڇوڪريءَ جو پنهنجو ذاتي معاملو آهي. ان لاءِ هوءَ گراهڪ کان ٽيهہ کان سؤ ڊالر تائين وٺي سگهي ٿي – پنهنجي سونهن سوڀيا، عمر ۽ نخري مطابق. اهي پئسا سمورا اسان جا ٿين. ان ۾ مساج گهر جي مالڪ جو ڪوبہ حصو پتي نہ ٿئي. سال کن ستو ڪمايم پر پوءِ ايڊس جي بيماري اهڙي اچي مشهور ٿي جو هاڻ ڪو پر ۾ ويهڻ کان بہ ڊڄي ٿو. گراهڪ اسان کان اسين گراهڪن کان."

"فقط Aids جو ڊپ ڇو؟ V.D ۽ ٻيون Sexually Transimitted بيماريون بہ تہ خطرناڪ آهن جيڪي سيڪس ذريعي هڪ کان ٻئي تائين پهچن ٿيون." مون پڇيو.

"اهي بہ پنهنجي جاءِ تي خطرناڪ آهن." بي ليان چيو، "پر ان ۾ گراهڪ اهو ٿي سمجهندو هو تہ پينسلين جي سُئي يا ڪنهن ٻي دوا سان سندس علاج ٿي سگهندو. پر ايڊس اهڙي موذي بيماري آهي جنهن جو ڪو

علاج ناهي ۽ اها نہ فقط سيڪس سان پر چمي ڏيڻ سان بہ ٿيو پوي. ماڻهو پوءِ تڙپيو تڙپيو مريو وڃي. سڄي دنيا ۾ ان بيماريءَ اهڙو ڌهڪاءُ مچايو آهي جو دنيا جو هي پراڻو ڌنڌو لوڏن ۾ اچي ويو آهي. سڄو ڏينهن وينيون مکيون ماريون، پلجي سلجي ڪو گراهڪ مس ٿو اچي. نہ تہ ان ڪان اڳ سڄو سال يورپي ۽ آمريڪي هڪ طرف ايندا هئا تہ عرب ۽ جپاني ٻي طرف. پر هاڻ هتي جا تہ ڇا پر ٿائيلينڊ، ڪوريا، فلپين، انڊونيشيا جا بہ وڏا وڏا اڏا بند ٿيندا وڃن."

ايپوح ۾ فقط مساج گهر بہ نہ آهن. ايپوح ۾ ڏسڻ لاءِ سهڻا پارڪ، ٻڌن ۽ هندن جا مندر آهن تہ سکن ۽ عيسائين جا گوردوارا ۽ گرجا گهر آهن. ٽُن رازق نالي هڪ وڏي لئبرري آهي. شهر مان لنگهندي ڪيترين ئي ٻگهن منارن ۽ ويڪرن قبن واريون مسجدون نظر اچن ٿيون. تمبون (Tambun) نالي گرم پاڻيءَ جا چشما آهن. شهر ڪان ٻاهر گهمڻ لاءِ لموت (Lumut) ۽ پنگڪر (Pangkor) نالي بيٽ آهي.

ايپوح شهر نين ۽ پراڻين شين جو مڪسچر آهي. ڪنٽا ندي شهر جي وچ مان لنگهندي شهر کي ٻن اڌن ۾ ورهائي ٿي. هڪ ريلوي اسٽيشن وارو حصو جيڪو پراڻو شهر سڏجي ٿو ۽ درياهہ جي ٻي پر وارو حصو جتي اوچيون اوچيون عمارتون ۽ آفيسون آهن. پراڻي شهر ۾ اڄ ڪان سٺ ستر سال اڳ جون جايون آهن. ان جي هڪ حصي ۾ انگريزن جي زماني جي ريزيڊنٽ ’جي. ڊبليو. ڊبليو برچ‘ (J.W.W. Brich) جي يادگار گهنٽا گهر اڄا موجود آهي. ايپوح جي ريلوي اسٽيشن 1917ع ۾ ٺهي هئي.

ايپوح جي ’گهوڙي ڊوڙ‘ بہ سڄي ملائيشيا ۾ مشهور آهي. چيني ۽ انڊين تہ جوا جا بيحد شوقين آهن پر ملئي مسلمان بہ هن قسم جي سرڪار طرفان موڪل ڏنل جوا ۾ حصو وٺن ٿا. ۽ هفتي ۾ بہ ڏينهن: ڇنڇر ۽ آچر تي ڪيترائي ماڻهو پنهنجو پئسو ۽ وقت گذارڻ لاءِ هتان اچي نڪرن ٿا.

# Tiada Traffic Jam

ملائيشيا ۾ رهندڙ سک هتي جي باقي ٽِن قومن: ڏکڻ هندستاني، ملئي ۽ چينين کان وڌيڪ قداور، صحتمند ۽ ڳورا هجڻ ڪري نمايان لڳن ٿا. هونءَ تہ ڏاڙهي ۽ پٽڪي ڪري سک پري کان پڌرو آهي پر اڄڪلهہ ڪيترائي مادرن سک ڏاڙهي ۽ پٽڪي کان آجا ٿيو پيا هلن.

سٺي صحت ۽ قدبت ڪري سک ملائيشيا جي پوليس ۽ فوج ۾ بہ آهن تہ راندين ۾ بہ چڱا خاصا اڳيرا آهن. ڏٺو وڃي تہ ملائيشيا جي سڄي آدمشماريءَ جو فقط ڏهہ سيڪڙو انڊين (ننڍي کنڊ جا ماڻهو) آهن ۽ ان ڏهہ سيڪڙو ۾ بہ ست سيڪڙو تامل، ٻہ سيڪڙو ڪن ملباري، مليالم ۽ گجراتي آهن. باقي هڪ سيڪڙي ۾ سک، هندو، سنڌي، بنگالي، پاڪستاني پنجابي ۽ پٺاڻ اچي وڃن ٿا. سو ان حساب سان ملائيشيا ۾ سک بلڪل ٿورا آهن. پر راندين ۽ ڳائڻ وڄائڻ جي پروگرامن ۾ ٽي ويءَ تي اڪثر نظر اچن ٿا. ڪيترا تہ ملڪي ليول تي اهم حيثيت بہ رکن ٿا.

انهن مان هڪ تہ هرجيت سنگهہ آهي – ڏاڙهي ۽ پٽڪي وارو. ٽي ويءَ تان روزانو ملئي زبان ۾ خبرون پڙهندو آهي. ٻين وانگر اسان کي بہ تشويش ٿي تہ هتي جي ملئي سرڪار ملئي خبرن لاءِ هڪ سک کي ڪيئن نوڪري ڏني – جڏهن تہ هو ان ڳالهہ لاءِ چينين کي ئي گهٽ موقعو نٿا ڏين – اهو سوچي تہ جيئن ملڪ ملئي ماڻهن جو آهي سو گهٽي کان گهٽيون نوڪريون ۽ وڏڻ ويجهڻ جا موقعا بوميپترن (ڌرتيءَ جي پٽڙن) کي ڏنا وڃن. پر پوءِ ان ڳالهہ کي مٺو پيو تہ هرجيت سنگهہ جي صحيح لهجي، رواني، ادائگي ۽ رنگ ڍنگ جو واقعي جواب ناهي. ڏکيا ڏکيا ملئي لفظ جيڪي جلديءَ ۾ اچاربندي ڪڏهن ڪڏهن ملئي نيوز ڪاسٽر بہ هٻڪي پوندا آهن، اتي هرجيت سنگهہ لس ٿي لس ائين پڙهي ويندو آهي ڄڻ ملئي زبان سندس مادري ٻولي هجي. ملئيءَ ۾ ڪتب ايندڙ عربي لفظ جهڙوڪ: انشاءَ الله،

الحمدلله وغيره تہ چا پر هڪ دفعي پيراڪ جو سلطان گذاري ويو تہ ان جي موت جي خبر. جيڪا لڳي تو ڪنهن مسلمان خبرون پڙهندڙ کي پڙهڻي هئي پر هرجيت سنگهہ جي ڊيوٽي هجڻ ڪري هن ئي پڙهي، جنهن جي آخر ۾ ’انالله و انا اليه راجعون‘ ائين صحيح پڙهي ويو جڻ ڪو ملئي مولوي پيو پڙهي.

هرجيت سنگهہ کان پوءِ ٻئي نمبر تي ڊي. جي. ديوسنگهہ تي وي ڏسندڙ جي دلپسند شخصيت آهي. ڏاڙهي ڪوڙيل، سهڻو ۽ ڊگهي قد وارو هي جوان ملائيشيا جي مشاهن ڳائڻن مان هڪ آهي. پاڻ مختلف هوٽلن، اسٽيج ۽ ٽي وي پروگرامن ۾ ملئي، پنجابي ۽ هندي گانا ڳائي ٿو. سندس هڪ فلمي هندي گانو: ”ايک دو - کهني پي دو. تين چار - هو گيا هي پيار.“ اڄ ملائيشيا ۽ ملائيشيا ۾ تمام مشهور آهي - جيڪو هن ملئي ڇوڪرين سان گڏ ڊانس ڪندي هتي جي ٽي وي پروگرام ’پشپا ورنا‘ ۾ پيش ڪيو هو.

ديوسنگهہ تازو هڪ ملئي مسلمان ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي آهي ۽ پنهنجي نالي ’سنگهہ‘ جو لفظ ۽ ڪولو ڪٽرائي مسلمان ٿيو آهي. هاڻ هو فقط ڊي. جي. ديو (D.J. Dave) سڏائي ٿو. جنهن ملئي ڇوڪريءَ سان سندس شادي ٿي آهي اها هن ملاڪا رياست جي آهي جنهن ۾ اسين رهون ٿا. سندس گهر اسان جي پر واري ڳوٺ مسجد تاناح ۾ آهي. پاڻ ملئي زبان جي شاعره آهي. ديوَ جا ڪيترائي ڳايل ملئي گانا سندس زال جا لکيل آهن.

گذريل هفتي هڪ اسٽيج پروگرام ٽي ويءَ تان ڏيکاريو ويو، جنهن ۾ هتي جي مشهور ڳائڻن سڊيرمن، فرئنسز، چندر واش، صفر غفار، ازلينا کان علاوه ڊي. جي. ديو پڻ هڪ گانو - اڌ تامل ۽ اڌ هندي زبان ۾ ڳايو. ناظرين خوب ساراهيو ۽ تاڙيون وڄايون. ان زبردست داد جو ٿورو مڃڻ لاءِ ديو هيٺ لهي آيو ۽ اڳئين سيٽ تي ويٺلن مان ڪجهہ ماڻهن سان هٿ ملايو. هڪ سک بہ ويٺو هو. تنهن سان هٿ ملائي اڙدو/ هنديءَ ۾ چيو: ”ڪيسا هے؟“

اسين اهو پروگرام اسان واري سک ڪئپٽن تيجپال سنگهہ سان گڏ ڏسي رهيا هئاسين. جهڙو ديو سک سان هٿ ملائي ’ڪيسا هے؟“ چيو تہ اسان کان کل نڪري ويئي. ڪئپٽن تيجپال شڪي ٿي چيو: ”ڏس ڪهڙو ننگ آهي. پنهنجن مائٽ سکن کي تہ وساري ڇڏيو اٿس پر پنهنجي پنجابي بولي ڳالهائيندي بہ شايد شرم محسوس ٿو ڪري.“

ڪجھ ڏينهن اڳ هڪ ٻئي ڏاڙهي ڪوڙ سک جي شادي هڪ چيني ڇوڪريءَ سان ٿي گذري. هن جو نالو جڳجيت سنگھ آهي. پاڻ ملائيشيا جي رَگبي (Rugby) ٽيم جو ڪئپٽن آهي. چيني ڇوڪري مارينا جان پڻ راندين جي دنيا جي جاتل سڃاتل شخصيت آهي. لڳاتار ٻہ ٽي سال ڊوڙڻ ۾ ٽپن جي چئمپين ٽي ٽرافيون کٽي چڪي آهي. شاديءَ بعد مارينا جان - يعني مارينا جڳجيت راندين کان رٽائر ٿيڻ جو اعلان ڪيو. سندس سک سان شادي ۽ راندين تان رٽائرڊ ٿيڻ جي اعلان تي هتي جي هڪ مشهور ڪارٽونسٽ لات (Lat) اخبار ۾ ڪارٽون ڏنو هو تہ مارينا جان کي هاڻ ميدان تي ڊوڙڻ ۽ ٽپ ڏيڻ جي ضرورت بہ نہ پوندي جو هن کي هاڻ اهي موقعا سک جي رڌڻي ۾ اٽو ڳوهيندي ۽ اٽرانا پچائيندي تمام گهڻا ملندا.

ملائيشيا ۾ رهندڙ سيني سکن جي زبان ٽي وي نيوز ڪاسٽر جڳجيت جهڙي بہ نہ آهي. بلڪ سک تہ پرائي ملڪ ۾ بہ پنهنجي پنجابي ايتري ڳالهائين ٿا جو ڄڻ امرتسر ۾ وينا هجن. ۽ جي ڌارئين زبان - هندي، انگريزي يا ملئي ڳالهائين ٿا تہ ان مان بہ سواد پنجابيءَ جو اچي ٿو. ان سلسلي ۾ پڻ ساڳي ڪارٽونسٽ جو هڪ ڪارٽون سک پوليس آفيس بابت ڇپيو هو جيڪو سکن جي سادي طبيعت ۽ پنجابي لهجي ۾ ملئي ڳالهائڻ جي ترجماني ڪري ٿو.

يورپ ۽ آمريڪا جي وڏن شهرن وانگر ڪوالالمپور ۾ بہ مشغول رستن جي حالتن کان ڊرائيورن کي ريڊيو ذريعي آگاهہ ڪيو ويندو آهي تہ ڪهڙي رستي تي گهڻي ٽرئفڪ آهي ۽ ڪهڙي تي گهٽ، جيئن ڪارن، لارين وارا گهڻي ٽرئفڪ واري رستي ڏي وڃي وڌيڪ جئم ڪرڻ بدران خالي رستن تان لنگهي وڃن. ريڊيو اسٽيشن کي وقت بوقت مختلف رستن جي حالت کان آگاهہ ڪرڻ لاءِ سينئر پوليس آفيس وائرليس رستي نياپا موڪليندا آهن.

ڪارٽون ۾ هڪ سک سارجنٽ جاسبير سنگھ ڪوالالمپور جي هڪ اهم رستي - جالان بنگسار بابت اڪين ڏٺو احوال ريڊيو اسٽيشن وارن کي موڪلي رهيو آهي جيئن اتان نشر ٿيڻ تي ڊرائيورن کي خبر پئجي سگهي. رستو گهڻي مينهن پوڻ ڪري پاڻيءَ سان ايڏو ٻڏل آهي جو پاسي کان بيٺل ڪار ۽ پاڻ گوڏن تائين اندر آهي. پر اها حقيقت ٻڌائڻ بدران سک جي رڙ پيئي پوي: ”هلو (هيلو) ريڊيو ملائيشيا! جالان بنگسار تا آدا (تيادا) ٽرئفڪ جئم“ (جالان بنگسار تي ٽرئفڪ بلڪل جئم ناهي.)

’نہ آهي‘ کي ملئي زبان ۾ ’تيداق ادا‘ چئبو آهي يا شارٽ فارم ’تيادا‘ پر سک ’هيلو‘ ۽ ’تيادا‘ چوڻ بدران پنجابي لهجي ۾ ’هلو‘ ۽ ’تا آدا‘ چئي رهيو آهي.

هاڻ پوليس آفيسر سک جي ان رپورٽ تي هلي جنهن موٽر لاريءَ واري جالان بنگسار جو رُخ ڪيو ان جي پيڙي تہ شايد تري وجي پر موٽي لاري ضرور ٻڌنديس ۽ ٻڌنديس.

# سڪون وارو هڪ ئي ڌنڌو

اسان جي انجنيئرنگ ڊپارٽمينٽ ۾ نئين آيل ملئي ليڪچرر مسٽر زين نورين هڪ ڏينهن نوڪريءَ مان بيزاري ظاهر ڪندي چيو: ”جتي ڪٿي بي چيني لڳي پيئي آهي. هتي پڙهائيءَ ۾ شاگرد متي جو سور پيدا ڪن ٿا. جهاز تي وري خلاصي ۽ ورڪ شاپ وارا. فئڪٽري ۽ ڪارخاني جي نوڪريءَ ۾ مزورن جا مسئلا ۽ ڦڏا آهن. وڃجي سو وڃجي ڪيڏانهن. ڪٿي به سڪون نه رهيو آهي.“

چيومانس: ”زمينداريءَ بابت ڇا خيال اٿئي؟“

منهن ڪي موڙو ڏيئي چيائين: ”اهو به آلو نور متي جو سور آهي. روزانو هارين جا نت نوان هنگاما آهن.“ ٿورو ساهه پٽي چيائين: ”ها زمينداريءَ ۾ فقط هڪ پوک آهي ڪوڪونٽ پلانٽيشن (ناريل جي پوک) جنهن ۾ اجا سڪون آهي.“

”اهو ڪيئن؟“ مون حيرت مان پڇيو.

”ان ڪري جو پولڙا نڪو پگهار وڌائڻ جي گهر ڪن. نه وري طبي سهوليتن ۽ موڪلن لاءِ ميڙائين. بن ڇئن ڪيلن ۾ خوش.“

”ڇا مطلب؟“ مونکي اجا تائين سندس ڳالهه چڱيءَ طرح سمجهه ۾ نه آئي.

”ان ڪري جو ناريل جي پوک لاءِ نه هاريءَ جي ضرورت نه ڪمي ڪاسبيءَ جي گهرج. هڪ دفعو ناريل پوکي پوءِ ٽن چئن سالن بعد جڏهن فصل ڏيڻ شروع ڪن ته پنج ڇهه پولڙا ڪافي آهن. جن کان سڄو ڏينهن ناريل پٽرائي فقط به ٽي ڪچا پڪا ڪيلا ڏيئي ڇڏ ته هو غريب ان ۾ ئي خوش.“

مونکي ان ڏينهن خبر پيئي ته هتي ملائيشيا ۾ هيڏن ڊگهن ناريل جي وڻن تان ناريل لاهڻ جو ڪم پولڙا ڪن ٿا.

# ملائيشيا ۾ مونڪي بزنس از گڊ بزنس

گذريل ڪالم/ مضمون ”سڪون وارو هڪ ئي ڏنڊو“ ۾ پولڙن بابت لکي چڪو آهيان تہ هتي ملائيشيا ۾ ناريل لاهڻ جو ڪم پولڙن کان ورتو وڃي ٿو. مونکي بہ خبر نہ هئي پر پوءِ ان ڏينهن منهنجي ملئي دوست زين نورين ٻڌايو. ان بعد بہ ان کي ڪجھ سچ ڪجھ چرچو سمجھي مون ڳالھ وساري ڇڏي. ڪڏهن ڪڏهن رستي تي يا ملئي ڳوٺن ۾ ڪو ملئي همراھ پولڙي سميت ضرور نظر آيو ٿي. سندس هٿ ۾ ڊگھي رسي جو ڦورو هوندو هو جنهن جي ٻي ڪنڊ پولڙي جي ڳچيءَ ۾ هوندي هئي. مون اهوئي سمجهيو ٿي تہ هي مداري آهي ۽ پولڙي جا ڪرتب ڏيکاري ٿو. جيتوڻيڪ هن جي ٻئي هٿ ۾ دهلڙي بدران پرانگ (ڪاتيءَ جهڙو ڪپ) هو.

زين نورين جي مٿين ڳالھ ٻڌڻ بعد هڪ دفعي ڇا ٿيو جو ملاڪا کان سنگاپور باءِ روڊ وينديس، رستي تي موئر نالي هڪ ڳوٺ ۾ منهنجي ڪار جو ڦيٿو پنڪچر ٿي پيو. سو پاسي تي گهاٽن وڻن جي ڇانوَ ۾ گاڏي بيهاري ڦيٿو بدلائڻ ۾ لڳي ويس. ٿوري دير بعد ڪنهن جون دانهون ٻڌي هيڏانهن هوڏانهن ڏٺم تہ هڪ ملئي همراھ پنا اُگهاڙا، گوڏ ۾ بينو آهي. هو مٿي آسمان ڏي نهاري رڙيون ڪري رهيو هو: ”پرگي پرگي. ساتو لاگي.“ (وڃ وڃ. هڪ ٻيو بہ.)... تون تمام سٺو نينگر آهين. واھ واھ... وغيره وغيره.

في الحال پانو جئڪ اتي ئي ڇڏي، ڊگھو گاھ لتاڙي ان همراھ ڏي وڌيس تہ هو آسمان ڏي ڪنڌ ڪري ڪنهن سان ڳالهائي رهيو آهي. سندس هٿ ۾ وٽيل رسي هئي جيڪا مٿي ناريل جي وڻ جي چوٽيءَ ڏي ٻڌي وئي. ويجهو اچي ڏٺم تہ اها پولڙي جي چيلھ ۾ ٻڌل هئي، جيڪو ناريل جي وڻ تي چڙهي ناريلن جو جائزو وٺي رهيو هو. ڪجھ پڪل ناريل ڇني هيٺ اڇليا هئائين پر ان وڻ ۾ اجا بہ ڪو هڪ اڌ پڪل ناريل رهجي ويو هو جنهن لاءِ پولڙي هڪ هڪ تي هٿ رکي مالڪ ڏي سوالي نگاهن سان ڏٺو ٿي تہ جيئن

مالڪ آرڊر ڏئي تہ هو ان کي بہ ڇني. مالڪ "ٻڪان ٻڪان" چوڻ شروع ڪيو معنيٰ اهو بہ نہ، اهو بہ نہ. آخر پولڙي ناريلن جي جهڳٽي ۾ اهو پڪل ناريل ڳولي ورتو. جيڪو ملئي همراهہ کي تہ هيٺان بيهي نظر آيو پئي پر پولڙي کي نہ پئي آيو. پولڙي جيئن ئي صحيح ناريل تي هٿ رکيو تہ همراهہ شاباس ڏنس: "باگوس. باگوس." ۽ پولڙو مالڪ جي ٻولي سمجهي يا لهجي جي سٽي انداز مان سمجهي ويو تہ کيس اهو ناريل پٽڻو آهي. هن پنهنجي پوين پيرن ۽ پڇ ذريعي پنهنجو پاڻ کي مٿين ٽارين ۾ مضبوط ڪيو ۽ اڳين ٻن پيرن سان ان ناريل کي گهمائڻ شروع ڪيو. ٽن چئن ڦيرن بعد ناريل جي ڏانڊي ڇڄي پئي ۽ ان ناريل بہ اچي هيٺ ڦهڪو ڪيو. ان بعد مالڪ رسيءَ کي ٻي ناريل جي وڻ ڏي جهٽڪو ڏئي "گي. گي" چيو يعني سڄي ملئي لفظ پرگي. پرگي (وڃ. وڃ) جو آخري حصو. پولڙو سمجهي ويو تہ کيس هيٺ لهي پوءِ ٻي وڻ تي چڙهڻ بدران اتان ئي ٻل ڏئي ٻئي وڻ جي چوٽيءَ تي وڃڻو آهي. هن هوا ۾ جمپ ڏنو. وڻ چڱو پري هو پر ان جي هڪ ٽاريءَ ۾ سندس هٿ ڦبي ويا ۽ پاڻ بچائي ناريل جي وڻ جي وچ تي پهتو جتي ڪچن، پڪن، ننڍن، وڏن ناريلن جا ڍير هئا. همراهہ هيٺان رڙ ڪري کيس شاباس ڏني: "باگوس."

ناريل جي ڏانڊي (Stem) جنهن ذريعي ناريل ٽاريءَ سان ڳنڍيل ٿئي ٿو، جيتوڻيڪ اهڙي ڪا ٿلهي نٿي ٿئي پر سوٽلي يا سٽيءَ وانگر سخت ٿئي ٿي ۽ فقط ڇڪ يا سَٽَ ڏيڻ سان ناريل ڌڪيو ٿو ڇڄي. ناريل ڇنڻ جو اهوئي سولو طريقو آهي تہ ناريل کي ٻنهي هٿن ۾ جهلي گول ڦيرائجيس جيئن پولڙي ڪيو. بہ چار وَٽَ ڪائڻ بعد ناريل جي ڏانڊي ٽٽيو پوي.

بهرحال ان ڪان پوءِ ڪيترائي دفعا پولڙن کي ناريل پٽيندو ڏسڻ جو موقعو مليو ۽ خبر پيئي تہ پولڙن سان گڏ گهمڻ وارا مالڪ مداري نہ پر ناريل پٽڻ وارا آهن، يعني چونڊو ڪرڻ وارا. ۽ تيهہ چاليهہ ناريل پٽڻ بعد پولڙي کي عيش ڪرائڻ لاءِ مالڪ هڪ ناريل کي ان پرانگ سان ڪٽي ان جو گودو پاڻ ۽ کيس کارائي ٿو.

هڪ اندازي مطابق ملائيشيا ۾ هر سال ويهہ ڪروڙ کن ناريل لهن ٿا. خاص ٻنيون تہ ايڪڙن جا ايڪڙ آهن پر گهر ۽ گهٽيءَ ۾ بہ ناريل نظر اچن ٿا.

ملئي ماڻهن لاءِ ناريل وڏي اهميت رکي ٿو. رڌ پچاءِ ۾ هو بصر ۽ گيهہ بدران ناريل جو ڇُورو ۽ تيل استعمال ڪن. ڪچو ناريل جنهن کي هتي جي زبان ۾ ڪيلپا مُودا (Kelapa Muda) ٿا سڏين، (ڪيلپا معنيٰ ناريل ۽ مُودا معنيٰ جوان) ان جو پاڻي پيئن. ناريلن کي سڪائي ڏونگهيون ٺاهين. ناريلن جا ڪوپا بارڻ جي ڪم آڻين ۽ وارن مان ڪرسيون ۽ گاديلا ٺاهين. جرمني جي مرسيڊيز ۽ فاڪس وئگن ڪارن جي سيٽن ۾ اندر جيڪي ڪک (ناريل جا وار) آهن اهي ملائيشيا مان ايڪسپورٽ ٿين ٿا. ناريلن جي ٿارين مان گهرن جون ڇتيون ۽ ٻهارا ٺهن ۽ ٿڙنَ مان ڪامون ۽ ٺنيا. بهرحال ناريل ملئي ماڻهوءَ جي روزمره جي زندگيءَ تي وڏو اثر رکي ٿو ۽ هن علائقي ۾ صدين کان تمام گهڻو ناريل آهي ۽ صدين کان هتي جا رهاڪو ناريل کي هٿن سان پٽيندا رهيا آهن. ناريل جو وڻ ننڍو آهي تہ ان مان ناريل پٽڻ ڪو ڏکيو ڪم ناهي. اسان جي آفيسن ۽ گهرن اڳيان بيٺل ننڍن وڻن مان اسين بہ پٽيندا رهون ٿا پر جيئن جيئن وڻ وڏو ٿيندو وڃي ان تي هڪ تہ چڙهڻ ڏکيو ٿيو پوي، ٻيو ان تي رهندڙ ماڪين ۽ ڏنبين ڇيلاٽن جهڙا جيت ناريل پٽيندڙ همراهہ کي پٽين ٿا. ان کان علاوه ڳاڙهيون ٿلهون ماڪوڙيون الڳ ٿين ٿيون، جيڪي هٿ هڪ طرف ڇنن ٿيون گهڏ ۾ چڙهندڙ همراهہ جي ٽنگن تي ٻئي طرف چڙهن. پولڙي جي جسم تي وارن جي ٿلهي ٻرِ هجڻ ڪري هن جو ماڪيءَ جي مکين ۽ ڏنبين کان بچاءُ ٿيو وڃي ۽ ڳاڙهيون ماڪوڙيون تہ هن لاءِ عيد آهي. چونڊي چونڊي کائي ٿو. جيڪي ٻر ۾ ڦچيون وڃن، انهن کي، ٻرَ ۾ ڪک وجهي، ڪڍي کائي ٿو.

پولڙن ذريعي ناريل پٽڻ جو ڪم هاڻ ويجهڙائيءَ کان شروع ٿيو آهي. هاڻ تہ ملاڪا جهڙي شهر ۾ پولڙن کي ناريل پٽڻ جي ٽريننگ ڏيڻ لاءِ اسڪول کلي ويا آهن. ڪي پولڙا فقط ڪچا ناريل پٽڻ جا ماهر ڪيا ويندا آهن تہ ڪي فقط پڪل ناريل پٽڻ جا ۽ ڪي وري ٻنهي جا. وڏا وڏا زميندار پنهنجين ٻنين لاءِ ضرورت مطابق پنهنجن پولڙن کي ٽريننگ لاءِ موڪلين ٿا يا اڳواٽ سکيا حاصل ڪيل پولڙا خريد ڪن ٿا. پولڙي کي هتي جي ملئي زبان ۾ مونيت (Monyet) سڏين، جن جا ڪيترائي قسم آهن. ناريل پٽڻ جي ڪم لاءِ جيڪو پولڙو گهڻو نظر اچي ٿو. اهو بہ فوٽ ڊگهو ۽ وزن ۾ پندرهن ڪلو کن بيروڪ

(Beruk) نالي پولڙو ٿئي جنھن کي انگريزيءَ ۾ Pig - tailed Macaque سڏجي ٿو. ھي پولڙو سڄي ڏينھن ۾ – جيڪو صبح کان سج مٿي چڙھڻ تائين ٿئي ٿو، ٿي چار سؤ ناريل پٽيو وجي.

ڪيترا ماڻھو گھر ۾ پوکيل ڪجھ وڻن لاءِ پولڙو نہ پالين پوءِ ھفتي سوا پولڙي وارو ھوڪو ڏيئي اچي لنگھي. ان کي سڏي ناريل لھرائين. ناريل پٽڻ جو اجورو سڄي ملائيشيا ۾ ستن کان ڏھہ في سيڪڙو آھي. يعني ھڪ سؤ ناريل لاھڻ تي ست کن ناريل پولڙي وارو رکي ٿو – يا اوترن جا پئسا وٺي ٿو – جيڪڏھن توھان ناريل نٿا ڏيڻ چاھيو تہ. ناريل پٽڻ لاءِ پولڙي کي سکيا ڏيڻ لاءِ پولڙي کي رسي ذريعي ڇڪي ويجھو ويھاري پھرين پنھنجا ھٿ ھڪ ناريل مٿان رکي ان کي گھمايو وڃي ٿو، جيئن اھو ڇڄي ڪري پوي. پولڙو اھو سڀ ڪجھ ڏسندو رھي ٿو. ان بعد ٻئي ناريل تي پولڙي جا ھٿ جھلي ان مٿان رکيا وڃن ٿا. پولڙي ۾ ٻئي جو نقل ڪرڻ جي تہ عادت آھي. ھو مالڪ وانگر ناريل کي گول گھمائي ڇني ٿو. سندس ان عمل تي مالڪ خوش ٿي اڌ کن ڪيلو ڪارائيس ٿو. يعني ھن جي دماغ ۾ ڳالھہ وھي تہ ائين حڪم مڃڻ ۽ سنو ٿيڻ تي انعام ملندو نہ تہ مالڪ دڙڪو ڏيندو يا ڏنڊي ھڻندو. پوءِ روزانو ھن کان ائين پنج ڇھہ ناريل پٽرايا وڃن ٿا، تان جو ويھن ڏينھن اندر ھو ناريل پٽڻ جو اسپيشلسٽ ٿيو وڃي. ھينئر جتي اسان جو گھر آھي ان محلي ۾ ھر ڇنڇر ڏينھن راملي نالي ھڪ ھمراھہ ھڪ کن ڪٽئي پولڙي کي سائيڪل تي ويھاري وٺي ايندو آھي. اسان جي گھر اڳيان تہ ھڪ ٻہ ناريلن جو وڻ مس آھي. تنھن مان تہ ڪڏھن ڪڏھن لھن پر راملي کي جيڪي پاڙي مان پٽائي ملندا آھن انھن مان ڪجھہ ناريل اسين خريد ڪندا آھيون. بقول راملي جي پولڙو سندس ضرورت آھي ۽ پاڻ پولڙي جي ضرورت آھي. ھو پولڙي کي ھڪ پالتو جانور نٿو سمجھي پر گھر جو ڪارآمد فرد ٿو سمجھي جيڪو گھر لاءِ ڪمائي ڏئي ٿو.

ھتي ڳوٺن جا ڪيترائي مھاڻا پاڻ وٽ ھڪ يا ٻہ پولڙا رکن، جو جو سال جا ڪجھہ مھينا اھڙا بہ اچن ٿا جن ۾ مڇي صفا نٿي مري. پوءِ اھي ٿي چار مھينا ھو پنھنجا پولڙا ڪٽي ناريل لاھڻ جو ڪم ڪن.

پولڙو جتي ماڻھن کي تنگ ڪري ٿو – اڪثر پنجاھہ سٺ جي ٽولن ۾

ڳونن ۾ گهڙيو پون ۽ گهرن جي ٻاهر رکيل ٿانو ٿپا يا سامان ناس ڪريو وجن - اتي انسان جو سٺو دوست پڻ آهي. بشرطيڪ ان سان سٺو ٿي هلجي. اسان جي مالهي ذڪريا ٻڌايو تہ هن جي پولڙي هڪ دفعي هن کي هڪ زهريلي نانگ کان بچايو جيڪو هن تي حملو ڪرڻ وارو هو. پولڙا چوڪيدار جو بہ ڪم ڪن ٿا، جيئن پاڪستان ۾ پڻ ڪيترا ترڪن ذريعي سامان ڍوئڻ وارا. سامان جي سنڀال لاءِ پولڙي کي پنيان ويهاري ڇڏيندا آهن.

ملئي ادب ۾ پولڙي تي ڪيترائي شعر، پهاڪا، چوٽيون ۽ ڪهاڻيون آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڪارٽون بہ نظر اچن ٿا. جيئن ڪالهہ جي هڪ ڪارٽون کي ڏسي هي مضمون لکڻ لاءِ منهنجي دل چيو. اڱڻين ليک ۾ لکيو اٿم تہ پولڙن جهڙو پورهيت مزور نہ ٿيندو. هو نہ پگهار جي گهُر ڪن ٿا نہ ميڊيڪل، يونيفارم جي. نہ عيد برات موڪل ڪن ٿا ۽ نہ ڪنهن مٽ مائٽ جي ڪاج تي وڃن ٿا. بہ چار ڪچا پڪا ڪيلا ڪايو نينگ ٿپا پيا ڏين. ان تي هڪ ڪارٽونسٽ پولڙن جي ترجمانيءَ ۾ پولڙي جو ڪارٽون ناهيو آهي. جيڪو ناريل پٽڻ لاءِ وڻ تي چڙهڻ وقت پنهنجي جاب ۽ ان جي اجوري جو سوچي رهيو آهي تہ ڪيڏو بہ پورهيو ڪر تہ بہ قدر ناهي. ههڙي جوکائتي ڪم جي باوجود نہ انشورنس آهي، نہ بونس ۽ نہ ميڊيڪل. نہ پرائيويٽ پارڪنگ آهي ۽ نہ چانهہ جي موڪل. ويندي ڪم جا ڪپڙا بہ نٿا ڏين...

ڪجهہ ڏينهن اڳ هتان کان هڪ ويجهي ڳوٺ سنگائي ادانگ ۾ بہ ناريل لاهڻ وارا ملئي همراهہ شفي بحاري ۽ اسماعيل حليم مليا. شفي جيڪو پنجيتاليهہ سالن جو ٿيندو تنهن ٻڌايو تہ گذريل ويهن سالن کان سندس گذر سفر سندس پاليل پولڙن تي آهي، جن کان هو ناريل لهرائڻ جو ڪم وٺي ٿو. سندس ڇئن سالن جي پولڙي 'بيروڪ' (Beruk) لاءِ هن ٻڌايو تہ اهو سڄو ڏينهن وڻن تان ناريل لاهي ٿو، جنهن مان سندس گهر جي ڇهن ڀاتين جو خرچ هلي ٿو.

"هن کان اڳ وارو پولڙو ڪجهہ ڏينهن بيمار رهڻ بعد مري ويو. پوءِ مون هن کي جنگل مان ڦاسائي کيس ناريل پٽڻ جو ڪم سيکاريو آهي. سڀ پولڙا سٺا بہ نہ آهن. پولڙن جا فقط ڪجهہ قسم مالڪ جو حڪم صحيح طرح مڃن ٿا. سڀ ۾ سٺي هي بيروڪ جي جنس آهي. هن جنس جا پولڙا بيحد

سياڻا ۽ مضبوط جسم جا آهن." شفيءَ ٻڌايو. ملائيشيا ۾ پولڙن ۽ ٻين ڪجهه جانورن کي ڦاسائڻ يا پالڻ تي پابندي آهي. حڪومت کان لائسنس وٺڻ بعد ئي پولڙي کي رکي سگهجي ٿو. شفيءَ ٻڌايو ته ان قسم جو لائسنس ۽ پنهنجو شناختي ڪارڊ هو هميشه پلاسٽڪ جي ٿيلهيءَ ۾ وجهي پاڻ سان گڏ رکي ٿو. جيئن واسطيدار عملدارن کي ڏيکاري سگهي.

جيتوڻيڪ هي پولڙا گهر ۾ هريو مريو وڃن ۽ پاليل جانور وانگر هلن ٿا." شفيءَ ٻڌايو. "پر هنن کي مڪمل آزادي نٿي ڏئي سگهجي."

هن پولڙن جي فطرت بابت ٻڌائيندي چيو: "پولڙو ڪٽي ڪيترو به سڌو هجي پر ڪنهن وقت خطرناڪ به ثابت ٿي سگهي ٿو. رڌڻي مان شيون چورائي کائي سگهي ٿو. خاص ڪري ٻارن سان ته وڙهي به سگهي ٿو ته هنن جي هٿن مان شيون به ڦرائي سگهي ٿو. ڪيترا واقعا اهڙا ٿيا آهن جن ۾ هنن عورتن سان زوريءَ زنا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي."

اسماعيل حليم جيڪو ست سالن جو آهي ۽ هاريو پڻ ڪري ٿو، تنهن پنهنجي پاليل پولڙي جي جنس بابت ٻڌايو ته جتي هي سندس گهر جي خرچ پکي هلائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيو آهي، اتي بيحد ذليل پڻ آهي.

"هڪ ڏينهن." هن ٻڌايو، "جڏهن منهنجي زال گهر ۾ اڪيلي ستي پئي هئي ته منهنجي پولڙي هن جي ويجهو وڃي هن جي گوڏ کي ڇڪي ڪنيو."

پوءِ زال جي رڙين تي پاڙي جا ماڻهو هڪدم اچي ويا. "ٻئي ڏينهن مون اهو پولڙو وڪڻي ڇڏيو." اسماعيل ٻڌايو.

بهرحال ملائيشيا ۾ ناريل لاهڻ جو ڪم پولڙن کان وٺندو ڏسي دنيا جا ٻيا ملڪ به متاثر ٿيا آهن - خاص ڪري آسٽريليا - جيڪو ملائيشيا مان پولڙا امپورٽ ڪرڻ وارو آهي.

# فاطما ۽ پورچوگال

دنيا جي گولي تي هڪ شهر آهي فاطما نالي. ٿي سگهي ٿو اها تعجب جي ڳالهه هجي تہ ڪنهن شهر جو نالو ماڻهوءَ جي نالي وارو هجي. جيتوڻيڪ اسان لاءِ اها ڳالهہ حيرت جوڳي نہ هجڻ کپي جو سنڌي ڪنڊ جي شهرن جا اهڙا نالا عام آهن. رڳو سنڌ ۾ ئي ڏنو وڃي تہ ڪيترائي ملندا: نواب شاهہ، چوهڙ جمالي، باقر نظاماڻي، ٽارو شاهہ، ميرو خان - اهي چا آهن - شهرن جا ئي تہ نالا آهن جيڪي اصل ماڻهن جا آهن. ان کان علاوه سلطان جو ڪوٽ (سلطان ڪوٽ)، جيڪب انگريز جو آباد ڪيل شهر (جيڪب آباد)، ياسين جو ڳڙهہ (ڳڙهي ياسين)، جان محمد جو ٽنڊو (ٽنڊو جان محمد) جهڙا شهر/ ڳوٺ تہ انيڪ آهن.

بهرحال شهر جو نالو فاطما ٻڌي مونکي بہ ڪو گهڻو عجب نہ لڳو پر ان ڳالهہ تان حيرت ضرور ٿي تہ اهو شهر فاطما ڪنهن عرب ملڪ لبيا، موراڪو يا سعودي عرب ۾ هجڻ بدران يورپ جي ملڪ پورچوگال ۾ آهي. مون کي بہ جهاز جي اليڪٽريڪل انجنيئر ٻڌايو. جهاز تي آئون بيمار ٿي پيس ۽ اسپين مان لنگهڻ وقت مونکي اتي جي هڪ اسپتال ۾ لاهي ڇڏيائون. ڪجهہ ڏينهن جي علاج بعد جڏهن آئون هوائي جهاز رستي لنڊن پهتس تہ اتي مٿيون اليڪٽريڪل انجنيئر مليو. جيڪو پورچوگال کان هڪ جهاز ڇڏي مون واري جهاز تي بدلي ٿيڻ تي مون سان گڏ هلي رهيو هو. اسان کي ريل گاڏيءَ ذريعي اسڪاٽلينڊ جي شهر ڊنڊي وڃڻو هو. جتي اسان جو پاڻيءَ وارو جهاز پهچي چڪو هو.

اسان وارو اليڪٽريڪل انجنيئر پورچوگال ۾ ڍاڪو ڪن ڏينهن هو ۽ سمورو وقت اتي جي بندرگاهہ لسبن ۾ رهڻ بدران فاطما جهڙن شهرن ڏي بہ هليو ويو. جيڪو لسبن (Lisbon) کان اينرو پري آهي. جيترو ڪراچيءَ کان حيدرآباد. ست سؤ سال ڪن اسلام اسپين سان گڏ پر وارن ملڪن پورچوگال

۽ فرانس ۾ رهيو. ان بعد اسلام جو نالو نشان، هتي جي حڪومتن، هنن پٽن تان ميساري ڇڏڻ جي ڪوشش ڪئي پر ان هوندي بہ ان وقت جي مذهب، ماڻهن ۽ زبان جا اثر اجا تائين هن ڌرتيءَ تي موجود آهن. فاطما بہ تن ڏينهن جي عرب عورت تان هن شهر جو نالو پيو.

جيئن اسان وٽ رکي رکي ڪنهن شهر يا ڳوٺ ۾ اهڙو پير فقير پيدا ٿيندو آهي، جنهن لاءِ مشهور ٿي ويندو آهي تہ هو لاعلاج بيمارين جا علاج ٿو ڪري، يا جنهن کي ٻار ناهي ان کي ٻار ٿو ٿئي وغيره. پوءِ گهائلن جي هوندي آهي اوڏانهن ڊوڙ. پوءِ ڪن جو اثر سالن جا سالن هلندو آهي ۽ مري وڃڻ بعد بہ هنن جي قبرن کي پوڄيو ويندو آهي ۽ مجاورن جو پيڙهيون گهر ويٺي کٽيو ڪائينديون آهن. ڪن جو تہ ڪجهہ هفتن بعد راز فاش ٿي پوندو آهي ۽ ٺڳيءَ جو ناهہ گهڻو هلي نہ سگهندو آهي. خبر پوندي آهي تہ اهو فقير دوکيباز هو. چور هو، ڏاڙيل هو، وغيره. امر جليل جي ڪهاڻي 'اروڙ جو مست' بہ اهڙي هڪ حقيقت جي ڪهاڻي آهي. بهرحال هند سنڌ ۾ تہ اهي ڪم جام آهن پر ٻين ملڪن ۾ بہ آهن. 1985ع کان 1988ع تائين اهو ڏيهان ڏيهہ مشهور ٿي ويو تہ منيلا (فلپين) ۾ ڪا راهبہ بنا وڍ ڪٽ جي ماڻهن جي آپريشن ٿي ڪري. ميڪسيڪو ۾ هڪ حڪيم پنهنجي اهڙي مشهوري ڪرائي ڪيترا آمريڪا جا مريض بہ سنڌن جي سور جو علاج ڪرائڻ لاءِ ميڪسيڪو هن حڪيم وٽ پهچڻ لڳا. پوءِ خبر پئي تہ خاڪ شفا جي نالي ۾ اسپرين جا ٻڪ پيو ماڻهن کي کارائي.

بهرحال پورچوگال ملڪ جو فاطما نالي شهر پڻ اهڙي معجزي کان مشهور آهي ۽ هر سال ڏهہ لک ڪن رومن ڪئٿولڪ (عيسائي) زيارت ڪرڻ ۽ پنهنجا ڏوهہ بخشائڻ لاءِ هن شهر (فاطما) ۾ اچن ٿا. هو مختلف نذر نياز ڏيڻ سان گڏ ميڻ جا مجسما ناهيو اچيو ساڙين. هنن جو عقيدو آهي تہ هن زيارت دوران سندن ٻارن کي بيمارين کان نجات ملي ٿي ۽ ان شفا ڏيڻ ۾ بيبي مريم (Virgin Mary) جو هٿ آهي. هي عقيدت جو سلسلو 1917ع کان هلندو اچي، جڏهن ڇيو وڃي ٿو تہ فاطما ڳوٺ جي ٽن ريڍارن کي بيبي مريم نظر آئي هئي. هنن جي چوڻ موجب ڪين مئٿين سال جي تيرهين مئي تي اوڪ (Oak) وڻ جي مٿان ورجن مئري نظر آئي 'جيڪا سج کان بہ وڌيڪ چمڪي

رهي هئي. هن ڪين چيو ”منهنجو نياپو گهر گهر پهچايو ته هن دنيا ۾ جيڪڏهن امن چاهيو ٿا ۽ بيمارين کان نجات حاصل ڪرڻ گهرو ٿا ته منهنجي نالي جي تسبيح پڙهو. آئون وري پنجن مهينن بعد هتي ايندس.“

پنجن مهينن بعد 13 آڪٽوبر تي اوسي پاسي کان ستر هزار ماڻهو اچي گڏ ٿيا. رڳو مٿين ٽن ڏنارن کي بيبي مريم نظر آئي (بقول انهن جي) ۽ ٻيو ڪنهن کي به نه. بهرحال ان بعد هن سال نه رڳو پورچوگال کان پر دنيا جي مختلف ملڪن کان لکين ماڻهو اچيو گڏ ٿين ۽ عبادت سان گڏ هڪ ميلو منل هوندو آهي. سندن هٽن ۾ تسبيحون هونديون آهن ۽ ٻارڻ لاءِ ميڻ بتيون ۽ ٻارن جا مجسما.

ملائيشيا جو هي شهر ملاڪا جتان هي پراڻيون توڙي نيون يادون لکي رهيو آهيان، ان تي پورچوگال جو وڏو اثر رهيو آهي. ڊچن ۽ انگريزن جي حڪومت کان اڳ هتي پورچوگالين جي حڪومت هئي، جنهن بابت پنهنجي سفرنامي ’مڪلي کان ملاڪا تائين‘ ۾ تفصيل سان لکي چڪو آهيان. اڄ به ملاڪا شهر جي هڪ وڏي ڪالوني ’پورچوگيز سيٽلمينٽ‘ سڏجي ٿي، جتي پورچوگالين جو مڪسڊ اولاد رهي ٿو. هو پورچوگال جي زبان ڳالهائين ٿي، اُتي جا ويس وڳا ۽ کاڌا کائين ٿا. هن شهر ملاڪا ۾ رهندڙ ٻيون قومون: ملئي، انڊين ۽ فارينر پڻ پورچوگالي کاڌي جو سواد وٺڻ لاءِ هتي جي پورچوگالي ڪالونيءَ جي هوٽلن ۾ وڃن ٿا. هتي جي قومي ڏينهن ۽ ٻين تهوارن تي هتي جا ماڻهو پنهنجن رنگين ثقافتي ڪپڙن ۽ راڳ ناچن جو مظاهرو ڪن ٿا.

يورپي ملڪن جي گرم مسالي يا عيسائيت جي تبليغ يا (ڦرلٽ) لاءِ جيڪا آفريڪا، ايشيا، آمريڪا ڏي پيچ ڊڪ ٿي ان ۾ ڏنو وڃي ته انگريزن، فرينچن، ڊچن وغيره کان سڀ کان اڳيان پورچوگالي ۽ اسپيني هئا. اها ٻي ڳالهه آهي ته انگريز ڊپلوميسي ۽ سٺي انتظامي اٽڪلن ڪري جتي به قبضو ڪيو ٿي ته جمائي وينا ٿي ۽ هر وقت لانگ ٽرم پلاننگ رکي ٿي ۽ ساڳي وقت جڏهن ويهين صديءَ جي اڌ ڌاري ڏنائون ته هاڻ هل هلان جو وقت اچي ويو آهي ته انڊيا جهڙيون بينڪون به ڇڏي ڏنائون جو سمجهيائون ٿي ته هاڻ وڌيڪ رهبو ته خوار خراب ٿبو ۽ ساڳي وقت انگريزن جو جنهن جنهن ملڪ تي قبضو رهيو، ان ملڪ ۽ ماڻهن لاءِ ڪجهه چڱيون ڳالهيون ۽ ڪم به

ڪيائون: رستا، ريل گاڏيون، عدالتون، پوسٽ ڪاٽا، تعليمي نظام ۽ ادارا، پوليس ۽ اسپتالون وغيره وغيره. اها ٻي ڳالهه آهي تہ انگريزن جي وڃڻ بعد ملائيشيا ۽ سنگاپور جهڙن ملڪن اهي ادارا نہ فقط قائم دائم رکيا پر انهن ۾ وقت مطابق بهتري بہ پيدا ڪئي.

هونءَ ڏنو وڃي تہ پورچوگال يڪيڙ ۾ ڪو وڏو ناهي. جملي پکيڙ چوٽيهہ هزار چورس ميل ڪن (يعني اناسي هزار چورس ڪلوميٽر ڪن اٽس.) پورچوگال يورپ جي پراڻن ملڪن مان هڪ آهي، جنهن جون سرحدون ۽ بارڊر 1297ع کان قائم آهن. پورچوگال نيٽو (نارٿ ائٽلانٽڪ ٽريٽي آرگنائيزيشن) ۽ ايفٽا (يورپين فري ٽريڊ ايسوسيئيشن) جو ميمبر هجڻ ڪري دنيا ۾ اهم حيثيت رکي ٿو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ مغربي يورپ جي ٻين ملڪن: فرانس، جرمني، اسپين، انگلينڊ جي ڀيٽ ۾ هي هڪ غريب ملڪ آهي. انگلينڊ، جپان، ناروي جهڙن سامونڊي ملڪن وانگر هن جو بہ گهڻو واسطو سمنڊ سان رهندو اچي. پورچوگال جي اوپر ۽ اتر ۾ اسپين آهي ۽ ڏکڻ ۽ اولهہ ۾ ائٽلانٽڪ سمنڊ. پروچوگال پاڻ ۽ سندس سامونڊي ڪنارو سخت ٽاڪئون آهي. ان بابت ڪنهن سفرنامي ۾ لکي چڪو آهيان تہ انگلينڊ ويندي جبرالٽر ۽ پورچوگال وٽ اسان کي سخت طوفان مليو. هونءَ اصول موجب تہ جهاز ۽ پاڻ کي بچائڻ لاءِ اهڙين خراب حالتن ۾ پاسي واري ملڪ جي ڪناري وٽ لنگر ڪيرائي طوفان ختم ٿيڻ جو انتظار ڪجي. پر پورچوگال جو ڪنارو جابلو هجڻ ڪري اسان ائين ڪرڻ کان گريز ڪئي جو سمنڊ ۾ جهاز ٻڏڻ جون وري بہ ايتريون چانسون نہ هيون جيتريون ڪناري تي ٽڪرين سان جهاز جي لڳي پچڻ پرڻ جون. بهرحال جتي جون حالتون خراب آهن، سخت آهن، اتي جا ماڻهو مضبوط ٿين ٿا. مشڪل حالتن کي نندي هوندي کان منهن ڏيڻ سکن ٿا. ان ڪري انگلينڊ، اسپين وانگر پورچوگالي بہ سٺا مهاڻا، ماڇي يا خلاصي (Seamen) جهازي (Navigator) ثابت ٿيا آهن ۽ ساڳي وقت بقول اسان جهڙن سندن غلام ملڪن جي هو ڦورو لٽيرا هئا (۽ سندن چوائي: هو دلير ۽ فاتح هئا جن پنهنجي ملڪ لاءِ آفريڪا ۽ ايشيا جهڙن ڏورانهن هنڌن تي پهچي انهي جا ملڪ ۽ مال حاصل ڪيا.)

يورپ کان پهريون جهازي (Navigator) جنهن آفريڪا کنڊ جو ڦيرو

ڪيو. يعني Cape of Good Hope لتاڙڻ ۾ ڪامياب ٿي اوپر آفريڪا پهتو ۽ انڊيا ڏي آمدرفت لاءِ راهون کوليون. اهو پڻ پورچوگالي هو ۽ نالو هوس بارتولوميو (Bartolomeu Dias). پاڻ 1488ع ۾ ڪيپ آف گڊ هوپ سمنڊ پار ڪيو. هي ڏکڻ آفريڪا ڪنڊ جي هينين حصي وارو سمنڊ آهي جيڪو هر وقت چتين چولين ۽ تيز هوائن ڪري خطرناڪ چيو وڃي ٿو. هن هنڌ تي اوپر طرف وارو هندي وڏو سمنڊ ۽ اولهه پاسي وارو ائٽلانٽڪ سمنڊ اچيو ٿا ملن. هنن وڏن سمنڊ جي ملڻ ڪري جيڪي هن هنڌ تي ڪُن ۽ Under Currents (سمنڊ اندر مختلف طرفن ڏي اينڊڙ ويندڙ وهڪرا) ٿين ٿا، انهن جي ڪري اڄ بہ جهڙيون تهڙيون بيڙيون ۽ ناڪئا نٿا جهلي سگهن.

بهرحال هڪ دفعو پورچوگالين اها ساموندي راهہ ڳولي ورتي – يعني اها چاڻ حاصل ڪري ورتي تہ سمنڊ رستي اوپر آفريڪا، انڊيا ۽ چين وڃي سگهجي ٿو تہ پوءِ بين يورپين جي بہ قطار لڳي وئي ۽ پوءِ اسپيني انگريز، ڊچ وغيره ڊوڪي پيا. نہ تہ ان کان اڳ يورپ کان ماڻهو انڊيا يا چين آيا بہ ٿي تہ خشڪي رستي خيبر پاس ۽ سلڪ روٽ وارا رستا لتاڙي.

سو نہ فقط ڪيپ آف گڊ هوپ لتاڙڻ وارو پهريون يورپي پورچوگالي هو پر انڊيا پهچڻ وارو پڻ پورچوگالي هو. 1497ع جي جولاءِ مهيني ۾ پورچوگال جو 'واسڪو ڊي گاما' نالي نيويگيٽر همراهہ چئن جهازن جو ٽولو ساڻ ڪري انڊيا ڏي روانو ٿيو. ڪيپ آف گڊ هوپ ٽپڻ کان پوءِ هن هندستان ڏي جهازن جا رُخ ڪيا ۽ هندستان جي اولهہ واري ڪناري جي بندرگاهہ ڪاليڪٽ (Kozhikode) ٻئي سال جي مارچ ڌاري پهتا. ان بعد جهاز جو هڪ ٻيو قافلو اپريل 1500ع ڌاري پيڊرو الواريس ڪابرال نالي همراهہ جي سرپرستي ۾ آمريڪا ڪنڊ ڏي روانو ٿيو ۽ برازيل کان اچي نڪتو جنهن تي پورچوگالين جو قبضو رهيو. اڄ بہ برازيل ۾ پورچوگالي زبان ڳالهائي وڃي ٿي. بهرحال آمريڪا ڪنڊ ڳولڻ جو ڪريڊيٽ ڪرسٽافر ڪولمبس کي ڏيڻ کپي، جيڪو اسپين جو باشندو هو ۽ ڪابرال جي برازيل پهچڻ کان ست سال اڳ آمريڪا پهچي چڪو هو.

پورچوگالي پهريان هئا جيڪي انڊيا پهتا ۽ ڪاليڪٽ ۽ ڪوچين ۾ پنهنجيون بينڪون ناهيائون. 1505ع ۾ فرانسسڪو ڊي الميدا پورچوگال کان انڊيا لاءِ وائسراءِ ٿي آيو هو. فرانسسڪو ڊي الميدا جو گادي نشين الفنسو

دي البقرق (Albuquerque) ٿيو، جنهن 1510ع ۾ گوا فتح ڪئي - جيڪا انگريزن جي ڏينهن ۾ به پورچوگالين جي گاديءَ جي جاءِ هئي. بلڪ هندستان جي ورهاڱي بعد به گوا تي پورچوگالين جو اثر هو. ايتريقدر جو گوا جي رهاڪن کي پورچوگال جا پاسپورٽ هئا. پوءِ هندستان جڏهن گوا کي پوري طرح پنهنجي قبضي ۾ ڪيو ته پورچوگال چڱو گوڙ ڪيو. سندن ملڪ ۾ رهندڙ هندستانين کي ته ڪڍي ڇڏيو پر آفريڪا جي پورچوگالي ڪالونين لئاندا ۽ موزمبق جهڙن ملڪن مان به بدلي طور هندستانين کي ڪڍي ڇڏيو. ايتريقدر جو 1970ع ڌاري اسان موزمبق ۾ آياسين ته اتي جي بندرگاهه لارينزو مارڪس (جيڪو هاڻ ميوتو سڏجي ٿو) ۾ ڪنهن به هندستانيءَ جو دڪان نظر نه پيو اچي، جن جا دنيا جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ دڪان آهن. هڪ به بمبئي بازار، شالامار نالي دڪان سنڌي هندن جا هئا پر اهي به ٻين ملڪن ۾ رهندڙ سنڌي هندن وانگر پاڻ کي انڊين سڏائڻ بدران پاڪستاني سڏائيندا هئا. بقول هڪ جهازيءَ جي "گوا کي هندستان واپس ورتو ته پورچوگالين هندستانين کي ڪڍي ڇڏيو ۽ اهي هندستاني جيڪي هر ملڪ، هر بيٽ، هر بندرگاهه ۾ نظر اچن ٿا سي موزمبق ۾ دوا لاءِ به نٿا ملن."

هاڻ جيئن انگريزن جو فقط هانگ ڪانگ ۽ پيو ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ٻيٽ بچيو آهي، تيئن پورچوگالين جو به هاڻ وڃي مڪائو ٻيٽ بچيو آهي، جيڪو هانگ ڪانگ جي پر ۾ آهي ۽ دنيا ۾ جوا ڪان مشهور آهي.

پورچوگال جي قبضي ۾ ڪيپ وردي نالي ٻيٽن جو جهڳٽو پڻ هو، جيڪو ائٽلانٽڪ سمنڊ ۾ آهي، انهن ٻيٽن جو ذڪر پنهنجن مختلف سفرنامن ۾ ڪري چڪو آهيان، جن ٻيٽن تان، آمريڪا ايندي ويندي اسان جهاز لاءِ تيل ۽ پاڻي وٺڻ لاءِ هر دفعي به ٽي ڏهاڙا ترسندا هئاسين.

# بس ڪر الله

پرائمريءَ جي پهرين درجي کان وٺي ڪاليج، اڪيڊمي ۽ يونيورسٽيءَ جي استادن ۾ فقط هڪ ڪماندر اسرار الله سچهي ٿو، جيڪو اڄ به پنهنجن شاگردن کي سڃاڻي ٿو ۽ سندن نالا ياد اٿس. منهنجو ته تمام وڏي عرصي لاءِ ٽيچر/ ليڪچرر رهيو. ڪئڊٽ ڪاليج پيٽاڙو ۾ به ته مئرين اڪيڊمي چٽگانگ ۾ به سو مونکي ته چڱيءَ طرح سڃاڻي ٿو پر اهي شاگرد جيڪي هن وٽ سال اڌ پڙهيا، انهن جا به چهرا ۽ نالا ياد اٿس. سندس ان خدا طرفان ڏنل قابليت کي اسين هميشه داد ڏيندا آهيون. ڪي ته وري اهڙا به ماستر جن وٽ پڙهڻ دوران به هنن کي پنهنجن شاگردن جا نالا نٿي آيا – فقط ٻن چئن هوشيار شاگردن جا ۽ ٻه چار ڏڏ شاگردن جا آيا ٿي. انهن تي به اسان کي تعجب لڳندو هو. تن ڏينهن ۾ مونکي اها خبر نه هئي ته اڳتي هلي آئون به ماستر صاحب ٿيندس.

اسان وٽ مرچنٽ نيوي ۾ آهي ته جهاز جي آخري پوسٽ تي پهچڻ بعد جهاز ڇڏي ڪناري جي نوڪري ڪري سگهجي ٿي. جهاز جا ڪئپٽن جهاز ڇڏڻ – يعني سمنڊ ڇڏڻ بعد ڪنهن بندرگاهه ۾ پائليٽ ٿي ڪم ڪندا آهن، شپنگ ڪمپنين ۾ مئنيجر ٿي ڪم ڪندا آهن يا جهاز ۽ سمنڊ سان واپاري نوعيت جي ڪاروبار کي ڏسندا آهن، جيئن ته اسٽيوڊورنگ، چارٽرنگ، بروڪريج، شپ بيچنگ وغيره يا ڪنهن اڪيڊمي يا يونيورسٽيءَ ۾ جهازي سبجيڪٽ پڙهائيندا آهن. جهازن جا چيف انجنيئر جهاز ۽ سمنڊ ڇڏڻ بعد شپ ياردن ۾ ڪم ڪن جتي نوان جهاز ٺهن ۽ پراڻن جي مرمت ٿئي. جهازن جي ڪمپنين جا ٽيڪنيڪل مئنيجر ٿي ڪم ڪن. بندرگاهن ۾ مڪينيڪل برانچ جا انچارج ٿي ڪم ڪن، جتي بندرگاهه جي ٽگ ٻيڙين، ڊريجرن ۽ ڪرينن جي سنڀال ڪن يا ڪئپٽن وانگر مئرين اڪيڊمين ۽ يونيورسٽين ۾ پڙهائين. مونکي شروع کان پڙهائڻ جو شوق هو سو جيئن ئي

موقعو مليو تہ جهاز چڙهي مون پڙهائڻ جي نوڪري قبول ڪئي. ڪجهہ سال ڪراچيءَ ۾ مئرين ڪاليج ۽ اڪيڊمي ۾ پڙهايم. اڪيڊمي ۾ انٽر (مئٽس) ڪري آيل ڪئڊٽن کي پڙهائڻو پوندو آهي ۽ ان کي Pre - Sea ڪورس چئجي ٿو يعني سمنڊ تي وڃڻ کان اڳ وارو ڪورس. سمنڊ تي انجنيئر يا نيويگيشن آفيسر ٿي وڃڻ بعد بہ هر پروموشن لاءِ پڙهائي ۽ امتحان ٿين ٿا جنهن ڪورس (پڙهائيءَ) کي Post - Sea ڪورس سڏجي ٿو.

هاڻ جڏهن مون ڪراچيءَ ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو تہ پهريون دفعو محسوس ڪيو تہ شاگردن جا نالا ياد رکڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. روز جي ليڪچر تيار ڪرڻ ۽ ڏيڻ تي ڌيان ڏجي يا نالا ياد رکجن. هونءَ چوندا آهن تہ آفيسر اهو سٺو آهي جنهن کي پنهنجي ڪم وارن جا نالا اچن. چيو وڃي ٿو تہ نيپولين بونا پارٽ کي پنهنجي سڄي فوج جي سپاهين جا نالا ياد هئا. ماستر ٿي مون ان ڳالهہ کي اڃا بہ وڌيڪ Appreciate ڪيو. Post Sea وارو ڪورس ڪرڻ لاءِ جهازي آفيسر ٻن يا ٽن مهينن جي مدي لاءِ شاگرد ٿي رهندا هئا. انهن جا نالا تہ ڪڏهن بہ ياد ڪري نہ سگهيو آهيان پر Pre - Sea جا ڪئڊٽ جن جو بہ سال ڪورس ٿئي ٿو، انهن جا نالا ياد رکڻ بہ ماستر لاءِ ڪو سولو ڪم ناهي. پنجاهہ پنجاهہ ڪئڊٽن (شاگردن) جا چار ڪلاس. هر ڪلاس ۾ ساڳيو يونيفارم پهريل ساڳي هيئرڪٽ ۾ وينل هڪ جهڙن ڇوڪرن جا نالا ياد رکڻ، گهٽ ۾ گهٽ مون کي هميشه ڏکيو لڳو آهي. منهن جي نڪ نقشي مان هڪ کي ٻئي کان ڌار ڪري سگهڻ ۾ ضرور سهوليت رهي ٿي.

ڪراچيءَ ۾ ڪجهہ سال پڙهائڻ بعد هتي ملائيشيا جي شهر ملاڪا ۾ پڙهائڻ لاءِ اچڻ ٿيو آهي. هتي ٽي قومون رهن ٿيون: ملئي، چيني ۽ انڊين. ملئي ۽ انڊين شاگرد ٿورا آهن، باقي اڌ کن چيني آهن. ٿورن ڏينهن ۾ اسين پاڪستاني پڙهائڻ وارا: چيف انجنيئر آصف غيور، ڪئپٽن ذوالفقار وغيره اهو تہ سجاڻي ويا آهيون تہ اسان جي شاگردن ۾ چيني ڪهڙا آهن، ملئي ڪهڙا ۽ انڊين (جن ۾ سڀ ڏکڻ هندستان جا تامل ڳالهائيندڙ آهن) ڪهڙا آهن. باقي نالا ياد ڪرڻ هتي تہ اڃا بہ ڏکيو ڪم آهي - خاص ڪري چينين جا. جيڪي نالا اچارڻ ۾ تہ بيشڪ سولا آهن پر هڪڙو مسئلو اهو آهي تہ چند چيني نالا ايترو تہ عام آهن جو لڳي ٿو تہ هر ٽئين چوٿين ماڻهوءَ جو نالو ساڳيو

هجي ۽ ٻي ڳالهہ اها تہ سيني چينين جي شڪل بہ هڪجهڙي لڳي ٿي. ٻين کي ڪٿي نٿي لڳي پر اسان کي تہ ائين ئي لڳي ٿو. گهٽ ۾ گهٽ اسان پاڪستانين کي. ڪئپٽن ذوالفقار خبردار ڪندي چيو اهو تمام حساس ٽاپڪ آهي، متان ان بابت چينين کي ڪجهہ چيو اٿانوَ. چيومانس: ”آئون اڳهين هڪ چيني ڪئپٽن کي چٽي چڪو آهيان. تنهن ٻڌي ٿورو ناراضگيءَ مان چيو، ’توهان پاڪستان بہ تہ سڀ هڪجهڙا لڳو ٿا.‘ “

”پوءِ تو ڇا چيس؟“ ڪئپٽن ذوالفقار پڇيو. ذوالفقار ۾ مڙيئي پڇ پڇ جي عادت گهٽي آهي. ڪوڙ ڳالهائي ٻڌايومانس تہ مون چيومانس: ”ڪٿي آئون پاڪستاني شهزادو ۽ ڪٿي ذوالفقار.“ ذوالفقار اهو ٻڌي وڏا ٽهڪ ڏنا. چرچائي تہ آهي. ٽهڪ ڏئي پوءِ چيائين: ”تو ائين هرگز نہ چيو هوندس. آخر هو بہ تہ انڌو ناهي. سمجهي ٿو تہ ڪير سهڻو آهي.“ ۽ پوءِ وري هڪ عدد ٽهڪ ڏئي چيو: ”چڱو پارٽنر ’ڪئپٽن چانگ‘ کي جيڪي چئي سو ٺيڪ آهي پر پاڻ واري چيني ٽائيپسٽ ڇوڪري ’مس تان‘ سان مڙيئي منهنجي تعريف ڪري ڇڏجانءِ.“

ڪئپٽن چانگ دراصل جڏهن چيو تہ توهان پاڪستانين جون شڪليون بہ تہ هڪ ٻئي سان ملن ٿيون تہ مون چيومانس: ”پر اسان جا نالا تہ نٿا ملن. توهان چينين جا تہ نالا بہ ملن ٿا.“ ان تي هو خاموش ٿي ويو هو.

چينين جي نالن بابت ڪجهہ اهم ڳالهيون: چيني پنهنجي ’ذات‘ اڳيان لکن ۽ ’نالو‘ پوءِ. چينين جا خانداني نالا يا ذاتيون تہ هزارين آهن پر چار سؤ کن عام آهن ۽ انهن ۾ بہ ويهارو کن تمام گهڻو عام آهن. جيئن هالا جي نوي سيڪڙو ماڻهن جي ذات ميمڻ آهي. يا ٽنڊو قيصر ۾ اڌ ڪان وڌيڪ نظاماڻي آهن. تيئن هتي ملائيشيا ۽ سنگاپور ۾ بہ توهان کي ڪي ذاتيون تمام عام نظر ايندويون. مثال طور ’لي‘ – پوءِ ڪي LI لکن تہ ڪي LEE. چون ٿا تہ چين ۾ نوي ملين (نو ڪروڙ ماڻهو ’لي‘ ذات جا آهن. اهڙيءَ طرح پندرهن ڪروڙ ’وانگ‘ ذات جا آهن جيڪي ذهانگ بہ سڏجن ٿا. ڪن چيني ٻولين ۾ اهي چانگ ۽ چيونگ بہ اچارجن ٿا.) ياد رهي تہ عربي وانگر چيني هڪ زبان ناهي. چين ۾ ڪيترين ئي چيني ٻولين ڳالهايون وڃن ٿيون، جن مان ڏهاڪو کن تمام مشهور آهن. جهڙوڪ منڊارين، ٽيوچو، هڪا، هوڪين

وغيره. جن ۾ ساڳي شيءِ لاءِ مختلف نالا ۽ اچار آهن. جيئن مائوءَ جو نالو ڪي مائو زي تنگ چون ٿا تہ ڪي مائوزي ڊانگ (Zedong) اچارين ٿا. زي ڊانگ جي معنيٰ آهي 'اوير جو واڌارو'. چيني ماڻهو پنهنجن ٻارن جا نالا گهڻو ڪري اهي رکن ٿا جيڪي شيون هو پنهنجن ٻارن ۾ چاهين ٿا. جيئن تہ 'دولت'. ڪيترن ٻارن جي نالي جو مطلب ملڪيت، دولت، پئسو آهي. ڇوڪرين جا نالا گهڻو ڪري وڻن، ٻوٽن، گلن، خوشبوئن، ڳهہ ڳٺن ۽ اوچي ڪپڙن جي نالن تان کنيا وڃن ٿا. پُٽ جي سِڪ ڪارڻ هو ڪڏهن ڪڏهن ڇوڪرين جو نالو 'پانڊي' يا 'ڊاڊي' بہ رکن ٿا. جنهن جو لفظي مطلب آهي 'نندي ڀاءُ لاءِ اميد' - يعني هن ڪان پوءِ ننڍو ڀاءُ ايندو - يعني پٽ ڄمندو.

چيني زبان ۾ ڏهہ هزار کن شڪيلن وارا اکر آهن جن مان ٽي هزار اچار نالن ۾ ڪم اچي سگهن ٿا. ذات ڪان پوءِ نالي لاءِ انهن ٽن هزارن مان ڪي بہ ٻہ اکر ملائي سنو گل، خوشبودار ٻوٽو، منو ميوو، جهجهي دولت، سنهي ململ وغيره نالو ٺاهي سگهجي ٿو. ڪن گهرن ۾ تہ اهڙا نالا رکيا وڃن ٿا جن جو پهريون اکر ساڳيو ٿئي، جيئن پاڻ وٽ غلام علي، غلام محمد، غلام عباس وغيره يا خوش بخت، خوش دل، خوش عالم وغيره. هڪ اهڙي چيني فئملي جنهن ۾ هرهڪ جي نالي جي شروعات مِنگ (يعني روشن) سان ٿي ٿي، انهن چرچي خاطر پنهنجي ستين ٻار جو نالو رکيو مِنگ زو (Ming Zu) يعني 'هاڻ گهٽي ٿي منگ ٿيا' يا ڪٽي چئجي تہ اهو مطلب ٿيو تہ 'اڳهين چڱا مِنگ اچي چڪا آهن'.

اسان جي هڪ مائٽ کي هڪ ٻئي پويان پٽ ٿي ڄاوا. سندس نالو اسد الله آهي سو پٽن جا نالا بہ ان ئي ترنم سان رکندا ويا. حبيب الله، عنايت الله، اسرار الله، ذڪا الله، هدايت الله. ڪين ڏيءَ جو شوق هو پر هتي هڪ ٻئي پويان پٽ پيا ڄمن. آخر ڪنهن صلاح ڏنن تہ هاڻ جي پٽ ڄمي تہ ان جو نالو رکجو "بس ڪر الله".

# نانگن سان واسطو

شروع ۾ بہ لکي چڪو آهيان تہ ملائيشيا ۾ اينترا تہ نانگ آهن – تعداد ۾ تہ نمونن ۾ بہ جو چا ڳالھ ڪجي. دنيا ۾ شايد ئي ڪٿي اينترا نانگ هجن. ملائيشيا سڄو جنگل ۽ ٻيلو لڳو پيو آهي. موسم گھميل آهي. آدمشماري اجا اينتري نہ وڌي آهي جو جيت جانورن جي رهائش ۾ رولو پيدا ٿئي. ظاهر آهي نانگن جي وڌڻ ويجھڻ، رهڻ ۽ سلامتيءَ لاءِ ملائيشيا 'آئيڊيل ملڪ' آهي.

ملائيشيا جا رهاڪو نانگ بلائن کان پاڻ بچائي هلن ٿا. هلڻ مهل هيٺ ڏسڻ سان گڏ مٿي ۽ پاسن وارن وڻن ۽ پتين ڏي بہ نهار ڪن ٿا. گهاٽي گاھ مان هلڻ بدران پيچڙا اختيار ڪن ٿا. درن درين جي مٿان ۽ پنيان بنا ڏسڻ جي هٿ نٿا وجهن. گهر يا گاڏيءَ مان نڪرڻ وقت يا اندر گهڙڻ وقت هيڏانهن هوڏانهن جاچين ٿا. ڪنهن صوفي يا ڪرسيءَ تي ٽوال، چادر يا ميرا ڪپڙا رکيا آهن تہ يڪدم مٿان نٿا ويهن. انهن کي چنڊي پڪ ڪن ٿا تہ ڪو نانگ تہ انهن ۾ لڪل ناهي. وڻ وٽڪار مان هلڻ مهل اکين سان گڏ ڪن بہ ڪليل رکن ٿا ۽ نانگ جي چرڻ جو سرسراٽ يڪدم سمجهيو وڃن ۽ جي نانگ سامهون اچيو وڃن تہ نانگ جو قسم ۽ ان جي موڊ سمجهي ان وقت ئي فيصلو ڪريو وٺن تہ آيا پاسو ڏئي هلڻو آهي، موٽڻو آهي، پٿر ڪٽي ان کي فقط ڀڄائڻو آهي يا ڪا لٺ بانئو ڳولي ان کي مارڻو آهي.

اسان ڌارين ملڪن کان آيل Expatriates جهڙا وائڙا ۽ ويڳاڻا. ڳالھ سمجھ ۾ نہ ايندي‌سين ويئا نانگن کي پٽيندا‌سين. ڪئين قسم جا نانگ آهن – جن ۾ ڪيترا زهريلا بہ آهن. هر سال ڪيترائي ماڻهو، ڏنگجن بہ ٿا پر هتي جا ماڻهو نانگ جي گلا هرگز نٿا ڪن. ڇڇي ڏسي بہ اسان کي ڪاوڙ ويندي. هنن جي گهر ۾ نانگ گهڙي ايندو تہ بہ ٻسترپ نہ ٿيندا. پنهنجي ئي ۾ مگن هوندا ۽ آرام سان پاڻ اُٿي يا ڪنهن ٻار ٻچي کي چوندا "بابا دريءَ جو طاق کولي ڇڏ. ٻہ واري ڪمري وٽان لنگهيس پئي تہ پٽ تي فلاڻو نانگ پئي سُرِيو."

هتي جا ماڻهو ملئي توڙي چيني نانگ کي ورلي ماريندا. هونءَ بہ نانگ جي ڪيترن ئي قسمن کي مارڻ جي سرڪار طرفان جهل آهي، جن جي خاص نسل کي سرڪار اجا بہ وڌڻ ويجهڻ ڏئي ٿي. پر جن لاءِ جهل ناهي ان کي بہ هو مارڻ جي تڪليف نہ ڪندا. چوندا ”نانگن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟“

”ڪهڙو ڏهہ ڪيو آهي! ڪمال ٿا ڪريو. هي جو ماڻهن کي ڏنگين ٿا.“ اسان حيرت مان چوندا آهيون.

”نانگ هرگز نٿا ڏنگين. هرگز نہ. هو پنهنجي واٽ وني رمندا رهن ٿا – ٻلين وانگر. ها، جڏهن هنن جي مٿان توهان جي لت اچي ٿي ۽ هنن جي جان نڪري ٿي يا جڏهن توهان هنن کي ٻلي وانگر ڪارنر ڪريو ٿا ۽ هن کي توهان مان خطرو محسوس ٿئي ٿو، تڏهن ئي هو پنهنجي جان بچائڻ لاءِ حملو ڪن ٿا.“

جنهن چيني همراهہ مٿين ڳالهہ ڪئي اهو منهنجو پاڙيسري آهي. جهاز جو ڪئپٽن آهي ۽ مون وانگر هتي جي اڪيڊميءَ ۾ ڪئڊٽن کي پڙهائي ٿو. سندن گهر ۽ اسان جي گهر جي پنئين چبر هڪ ئي ڪامن آهي. هڪ ڏينهن شام جو پنيان نڪران تہ هي همراهہ پنن اُگهاڙو چديءَ ۾ ٻنهي هٿن ۾ لڪڻ کڻي ڪنڌ وٽ هڪ سوراخ وٽ جهڪيو بيٺو آهي. سڄو پڳهر ۾ شل هو. مون ڏي سندس پُٺ هئي. آئون حالتن جو اندازو نہ لڳائي هن ڏي وڌڻ لڳس. هن کي جيئن ئي محسوس ٿيو تہ آئون سندس ويجهو اچي پهتو آهيان تہ هن چڙ مان رڙ ڪري مونکي موٽي وڃڻ لاءِ چيو. آئون ڪجهہ تعجب ۾ ڪجهہ ڪاوڙ ۾ وري ساڳين ننڍين ۽ آهستي قدمن سان پنيان موٽي در جي مٿينءَ ڏڪيءَ تي بيهي هن کي ڏسڻ لڳس. هي رکي رکي زمين ۾ نڪتل سوراخ ۾ ڪاني وجهي ٻاهر ڪڍي رهيو هو. ائين ڪرڻ سان هڪ دفعي ڪاني نڪرڻ سان ڳڌ ڪاري رنگ جو نانگ نڪري آيو، جنهن جي ڳچيءَ مٿان هن يڪدم ڪٽي ٻي ڪاني رکي. نانگ جو باقي اڌ حصو سوراخ ۾ اندر هو. جيڪو حصو ٻاهر ۽ لٺ هيٺان هوس ان کي نانگ ايڏو تہ زور زور سان ڦٽڪائي رهيو هو جو اسان جو طاقتور پاڙيسري چيني بہ ڏڪي رهيو هو ۽ لڳو ٿي تہ ڪيترو بہ زور ڏيڻ جي باوجود نانگ لٺ هيٺان نڪري ايندو ۽ جي نڪري آيو تہ اسان جي پاڙيسري جو خير ناهي. اجا اهو سوچي رهيو هوس تہ

نانگ زور زور سان ڦوهارا هنيا جيڪي سندس منهن مان Spray وانگر ائين نڪتا جيئن اڏ مرٽينگ پڪيءَ کي وات ۾ پاڻي ڀرڪ جهلي ڦوهارو هٽبو آهي ته هو هوش ۾ اچي. نانگ جي ان پچڪاريءَ کان لڳو ٿي ته اسان جو چيني واقف هو يا هن ان جي اميد ٿي رکي جو نانگ جي ڦوهاري هٽڻ کان اڳ اسان واري چيني همراهه منهن ڪٽي ٻئي پاسي ڪيو. جيئن ئي نانگ ٻه ڪن ڦوهارا هٽي بس ڪيا ته چيني همراهه ٻئي هٿ ۾ جهليل ڪاٺي جيڪا ڀرين سوراخ (نانگ جي ٻرڙ) ۾ وجهي رهيو هو، اها سندس مٿي ۾ هٽي منهن چٿڻ شروع ڪيو. ۽ پوءِ جڏهن پڪ ٿي ويس ته نانگ مري ويو آهي ته ڀرين ڪاٺيءَ کي مٿي ڪنيائين ۽ نانگ جي ڳچيءَ ۾ هٿ وجهي سندس باقي حصو ٻرڙ مان ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين. اينتري ۾ هڪ ٻه ٻيا پاڙي جا همراهه ٻه اچي ويا ۽ چينيءَ کي شاباس ڏنائون ۽ چيائونس ته ڀاڳ وارو آهين. جي مارڻ ۾ ڪامياب نه ٿين ها ته نانگ توکي پورو ڪري ها - جيڪو بيحد خطرناڪ هو ۽ جنهن ڏنگ سان گڏ زهر Spray به ڪيو ٿي. جيڪو زهر اهڙو خراب ٿئي ٿو جو اکيون ختم ڪريو ڇڏي. چيني همراهه منهنجي ويجهو اچي مون کي Sorry چوڻ لڳو.

”چو ڀلا؟“ مون پڇيومانس.

”مون توکي ان وقت دڙڪو ڏئي پٺي وڃڻ لاءِ چيو هو،“ هن چيو. ”چو جو تون هتي ملائيشيا ۾ نئون آيو آهين ۽ توکي اجا نانگن جي چڱي طرح ڄاڻ نه آهي ۽ هي نانگ ته اهڙو خوفناڪ ٿئي ٿو جو هن کي جهڙو تهڙو نه ماري به نٿو سگهي.“

ڪجهه ڏينهن بعد آفيس ۾ ٽي ٽائيم ۾ هي چيني ڪئپٽن منهنجي پرسان چانهه پي رهيو هو. سٺو موقعو ڏسي کيس چيم: ”يار هڪ ڳالهه ته ٻڌاءِ. تون ته هميشه نانگن جو پاسو ڪٽندو آهين ته اهي بي ڏوهي آهي ۽ بقول تنهنجي .Snakes are the most misunderstood creatures هو ڪنهن جو نالو نٿا وٺن. نانگ بلا کان ته سوين دفعا مڇر ذليل آهي جيڪو هڪ سٽل ماڻهوءَ کي به اچيو ڏنگي. نانگ جي پرسان لنگهي وڃ ته به نالو نٿو وٺي. سو تو ان ڏينهن نانگ سان هيڏي ويهي ويڙهاند ڪئي. آخر ڇا لاءِ.“

”ڳالهه ٻڌ الطاف! منهنجيون نانگ بابت ٻئي ڳالهيون صحيح آهن. هنن

جي اج بہ وڪالت ڪريان ٿو ۽ اهو صحيح ٿو ڀوان تہ شينهن، چيتو، سوئر، بگهڙ - ويندي مڇر انسان کي نقصان رسائي ٿو پر نانگ نہ. ساڳي وقت ان ڏينهن ان نانگ کي مارڻ مون لاءِ ضروري هو. خبر اٿئي ڇو؟"

"الائي. آئون تہ پاڻ توکان معلوم ڪرڻ چاهيان ٿو." مون وراڻيومانس.

"ان ڏينهن ڇا ٿيو جو منهنجا ٻئي پٽ (هڪ پنجن سالن جو ۽ ٻيو ٽن سالن جو) ڇپر تي کيڏي رهيا هئا تہ هي نانگ اچي اتان لنگهيو. بلڪ هو پنهنجن خيالن ۾ پنهنجي گهر (ٻرڙ) ۾ وڃي رهيو هو. منهنجي وڏي پٽ جي هٿ ۾ پلاسٽڪ جي بئٽ هئي تنهن ناسمجهيءَ ۾ نانگ کي وهائي ڪڍي. نانگ جو موڊ بگڙيو پر خبر ناهي ڇا سوچي - شايد منهنجي پٽ جي لڳاتار الرن ڪري هو في الحال هليو ويو. ڪجهہ منهنجي دانهن بہ اثر ڪيو هجي جو ان وقت اتفاق سان آئون دريءَ وٽ بيٺو هوس. بهرحال مون نانگ کي سڃاڻي ورتو تہ ڪهڙو آهي ۽ سمجهي ويس تہ هي نانگ بدلو وٺڻ کان نہ گسندو. ڪنهن وقت آئون آهيان ڪنهن وقت نہ. منهنجي ٻنهي پٽن جي کيڏڻ جو بہ اهو هنڌ تہ نانگ جي گهر ۽ لنگهہ جو بہ اهو هنڌ. بهتر آهي ان نانگ کي پورو ڪجي نہ تہ ڪنهن وقت بہ منهنجي ڪنهن پٽ کي نقصان رسي سگهي ٿو جو اهو نانگ بدلو ضرور وٺندو. ان ڪري ان ئي وقت ڏنڊا کڻي ٻاهر نڪتس ۽ نانگ کي اچي تاءُ ڏنم تہ ٻرڙ کان ٻاهر نڪري تہ پورو ڪيانس."

هن وقت چڱيءَ طرح مونکي ياد نہ آهي پر منهنجي خيال ۾ تہ هن ان نانگ لاءِ ٻڌايو تہ واسينگ/ ڪاريهر (Cobra) هو. ڏنڊي هيڻان پاڻ ڇڏائڻ ۽ ڦوهارو هڻڻ وقت ڪاوڙ ۾ هن جي منهن جو Hood (ڦڻ) واسينگ وانگر ئي ڏسڻ ۾ اچي رهيو هو.

هونءَ ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ نانگ هرويرو ماڻهوءَ جو نالو نٿا وٺن پر الله پناهہ ۾ رکي سيني جانورن ۾ خطرناڪ نانگ جو چڪ آهي جنهن جو علاج پڻ ميڊيڪل سائنس وارن لاءِ سڀ ۾ ڏکيو ثابت ٿيو آهي. دنيا جا گهڻي ڀاڱي نانگ زهريلا نہ آهن. ڪين وات ۾ ڏند آهن. چڪ هڻن ٿا پر منجهن زهر ناهي. جيڪي زهريلا نانگ آهن انهن کي مڇيءَ جي ٿلهي ڪَنڊي جهڙا، پر ڪجهہ مڙيل، ڏند (Fangs) ٿين جن جي وچ ۾ سنهو سوراخ ائين ٿئي جيئن ڊاڪٽر جي سُئي ۾ آهي. دراصل هو انهن ٻن ڏندن ذريعي شڪار جي

جسم ۾ زهر Inject ڪن ٿا. زهريلن نانگ جي منهن ۾ زهر گڏ ڪرڻ جا غدود Venom Glands ٿين ٿا، جن ۾ سندن وات جي پٺ ذريعي زهر گڏ ٿيندو رهي ٿو. ڏنگ هڻڻ مهل - يعني اڳيان ٻه ڏند Fangs انسان جي جسم ۾ ٿنبڻ بعد هو پنهنجن زهريلي غدودن کي زور ڏين ٿا ۽ زهر انسان جي جسم ۾ Inject ٿيو وڃي ۽ يڪدم سڄي جسم ۾ پکڙجيو وڃي.

نانگن ۾ جيڪو زهر ٿئي ٿو، ان لاءِ سائنسدانن ۽ ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته ٻن قسمن جو آهي. هڪ Neurotoxic سڏجي ٿو، جيڪو انسان جي تنتي سرشتي کي تباهه ڪري ٿو، خاص ڪري حرڪتي تنتن (Motor Nerves) کي. جنهن ڪري انسان کي فالج جو اثر ٿيو پوي. اکين جا پنبڻ ڪيرا ٿيو پون ۽ ٻڏڻ، ڏسڻ ۽ ساهه کڻڻ جي قوت گهٽجڻ لڳي ٿي. آخرڪار ساهه کڻڻ جون نسون (مشڪون) ڪيريون (Paralysed) ٿيو وڃن ۽ انسان جو ساهه گهٽجڻ ڪري موت ٿئي ٿو.

ٻئي قسم جو زهر جيڪو نانگن ۾ ٿئي ٿو اهو Haemotoxic زهر (Venom) سڏجي ٿو. اهو زهر رت جا گهرڙا (Blood Cells) ۽ Muscle Cells تباهه ڪريو ڇڏي. هي زهر ڀرين واري ڪان ڏاڍو خراب آهي ۽ هن زهر واري نانگ جو ڪاڏل تمام گهٽي تڪليف ۾ اچيو وڃي. چڪ واري جاءِ سُجيو دهل ٿيو پوي ۽ پوءِ عموماً بڪين يا جيري جي تباهه ٿيڻ ڪري انسان جو موت ٿئي ٿو.

نانگ جي چڪ جو علاج ۽ دوائون ڏاڍو دير سان ايجاد ٿيون. 'ائنٽي سيرم' جيڪو نانگ جي زهر جو زور ڀڃي ٿو، اهو هن صديءَ جي ڀرين چوٿي ڌاري ايجاد ٿيو. اهو سيرم (Anit Serum) گهوڙن جي جسم ۾ نانگ جو زهر داخل ڪري پوءِ ان جي رت مان ناهيو وڃي ٿو. (ان جي ٺهڻ جو تفصيل ۽ نانگ مان زهر ڌُهڻ جو طريقو ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ لکي چڪو آهيان.) هينئر ويجهڙائيءَ ۾ نانگ جي چڪ جو علاج اليڪٽرڪ ڪرنٽ (Electrocution) ذريعي ڪيو وڃي ٿو، جيڪو بهتر ثابت ٿيو آهي نه ته ائنٽي سيرم به ڪتي فائدي بدران نقصان ڪري ٿو - خاص ڪري ان مان پيدا ٿيندڙ الرجي ڪري.

بهرحال نانگ جي ڏنگيل جو علاج ماضيءَ ۾ خبر ناهي ڪهڙن ڪهڙن

نمونن ۽ ٽوٽڻ ڦيٽڻ سان ڪيو ويو ٿي. اسين ننڍا هوندا هئاسين ته ڳوٺن ۾ وڇونءَ جي چڪ لاءِ به ڊاڪٽر بدران جهاڙ ڦوڪ وارو گهرايو ويندو هو. پراڻن ڪتابن، ناولن ۽ قصن ۾ نانگ جي چڪ جا عجيب غريب علاج بيان ٿيل آهن.

پهرين صديءَ جي لکيل ڪتاب Natural Science ۾ ان جو ليکڪ پلِيني (Pliny) لکي ٿو ته نانگ جي ڏنگيل کي سندس ئي پيشاب پيارڻ سان آرام ملي ٿو. يا ته نانگ جو ڪچو جيرو کارائڻ کپي. ڪيترن نسخن ۾ ٻڪريءَ جون پولڙيون سرڪي ۾ وجهي، يا رڌ جون شراب ۾ اوٻاري کائڻ کپن.

هتي ملائيشيا ۾ اسان سان گڏ ڪم ڪندڙ هڪ انگريز ڪئپٽن ٻڌايو ته ممباسا ۾ هڪ ڪوجا فئمليءَ وٽ هن هڪ پٿر ڏٺو هو جنهن لاءِ هنن جو چوڻ آهي ته اهو نانگ جي چڪ مٿان رکڻ سان نانگ جو زهر ڏنگيل جي جسم مان چوسيو وڃي. ان قسم جو پٿر ذريعي علاج مون به ننڍي هوندي پنهنجي ڳوٺ ۾ ڏٺو آهي. پر ان ۾ ڪابه سائنسي حقيقت ناهي. ڪيترا نانگ ته - بلڪ تمام گهڻا، چڪ ته هڻن ٿا پر منجهن زهر چڪ لڳل خوف ۽ هراس ۾ بي حال ٿيو وڃي. پوءِ ڪو چڪ مٿان اگر رکي يا پٿر رکي زخميءَ کي آٿت ڏئي يا ٻڪريءَ جون پولڙيون کارائيس هر صورت ۾ هو صحيح ٿيو وڃي.

ملائيشيا جي 'ملاين نيچر سوسائٽي' طرفان عوام جي ڀلي لاءِ اخبار ۾ نانگن بابت اڪثر ايندو رهي ٿو ته نانگ ڏسڻ يا ان جي چڪ تي ڇا ڪرڻ کپي: مثال طور:

1. جيڪڏهن توهان کي نانگ نظر اچي ته هرگز نه گهٻرايو. ٿي سگهي ٿو ته اهو نقصانڪار نه هجي.
2. نانگ کي پنهنجي واٽ وٺي وڃڻ ڏيو.
3. هروڀرو ڪنهن به نانگ کي نه ماريو.
4. نانگ ڪڏهن به انسانن تي حملو نٿا ڪن. اهي فقط پنهنجي بچاءُ لاءِ حملو ڪن ٿا يا جڏهن هنن کي بيزار ڪيو وڃي ٿو.
5. نانگ جي ويجهو هرگز نه اچو چاهي ڪٽي هو ڪنهن سنهي ڄاريءَ پويان هجي.

۽ جيڪڏهن توهان کي بدقسمتيءَ سان نانگ ڏنگي وڌو آهي ته:

1. گهٻرائڻ ۽ دل لاهڻ کان گريز ڪريو. ڪيترائي نانگ چڪ هڻن ٿا پر اهي زهريلا نه آهن ۽ جيڪڏهن ڪنهن زهريلي نانگ ڏنگ هنيو آهي تڏهن به ٿي

سگهي ٿو هن چڱي طرح نہ هنيو هجي يعني زهر جو ڊوز گهٽ Inject
ڪيو هجيس ۽ توهان ڪي معمولي تڪليف ڪا مس ٿئي.
2. جسم جي جنهن هنڌ تي نانگ چڪ هنيو هجي ان جي گهٽي اٽل پٽل نہ ڪجي. هڪ هنڌ آرام ۾ رکجي. نانگ جي ڏنگ (Fang) جو نشان ڏسجي. هجڻ جي صورت ۾ يڪدم ڊاڪٽر کي ڏسجي.
3. چڪ جي مٿان ڪا ويڪري پٽي چڪي ٻڌجي، جيئن زهر مٿي دل ڏي نہ وڃي.
4. زخم صاف ڪري ان تي پَهو ۽ پَٽي ڪجي.
5. ڏنگيل کي اسپتال وٺي هلڻ جو بندوبست ڪجي.
6. جيڪڏهن نانگ کي ماري سگهيا آهيو تہ مئل نانگ کي بہ اسپتال کڻي هلجي، جيئن ان کي ڏسي ڊاڪٽر زهر جو اندازو ڪري سگهجي.

## نانگن بابت ڪجهہ دلچسپ ڳالهيون

- نانگن کي ڪن نہ ٿين. هو ٻوڙا ٿين.
- نانگن جي نظر بہ سٺي ناهي.
- سپ نانگ بہ آنا نٿا ڏين. رئٽل سنيڪ، واٽر سنيڪ ۽ ڪاپر هيڊ نانگ بيضن بدران ٻچا ڏين ٿا.

## نانگن متعلق پهاڪا ۽ چوڻيون

نانگن تي ڪيترائي چيني جپاني توڙي انگريزيءَ ۾ پهاڪا ۽ نصيحت آموز قصا آهن. سنڌيءَ ۾ پڻ نانگن تي ڪجهہ چوڻيون مشهور آهن:

- جاڙي وڇونءَ جو منڊ بہ نہ، هٿ وجهي نانگن ۾.
- سَپُ نہ ماري سَپَ جو سراپ ماري.
- نانگ بہ ٻارهين مهيني ڪل مٽائيندو آهي.

(يعني نڳ ماڻهو بہ ڪڏهن ڪڏهن شرافت جو مظاهرو ڪندو آهي.)

- جي ويري نہ وجهي وير تہ ڪاريهر ڪيئن ڪونجي.
- جيسين عراق کان ترياق اچي تيسين نانگ جو کاڌل مري وڃي.
- نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ بچي.

- نيت جو نانگ ڪوتن ڪي ڪائي.
- نانگ ويو نڪري ليڪو پيو ڪٽجي.

## نانگن تي پين ٻولين ۾ پهاڪا ۽ چوڻيون

### چيني ۾:

- بانس جي لٺ اندر ٻه نانگ سڌو ٿي نٿو هلي.
(عادت کان مجبور هجڻ.)
- هر نانگ پنهنجي ٻر کان واقف آهي.

### جپاني ۾:

- عورت جي معاملي ۾ نانگ کان ٻه وڌيڪ خبردار رهڻ کپي.
- ان نانگ وانگر جنهن جي منهن ۾ ڏيڏر هجي.
- نانگ اڳيان ڏيڏر جو اچڻ. (عجيب صورت جو پيدا ٿيڻ.)

### ملئي ۾:

- اڌ مئو نانگ ٻه ڏنگڻ جي طاقت رکي ٿو. (ٻيو ڪو جانور ڪتو، بگهڙ ويندي شينهن زخمي يا اڌ مئي صورت ۾ ڪمزور ٿيو پوي ۽ حملو ڪرڻ کان گريز ڪري ٿو پر نانگ تہ مرڻ وقت بہ ساڳيو نقصان پهچائي سگهي ٿو، جو هن کي رڳو سُئي جهڙو ڏند (Fang) انسان جي جسم ۾ داخل ڪري زهر ذرو Inject ڪرڻو پوي ٿو. نانگ کي کهاڙيءَ سان ٻہ اڌ ڪرڻ بعد بہ ساڳيو خطرناڪ رهي ٿو. نانگ کي ختم ڪرڻ لاءِ هن جو منهن چٿجي، جيئن اهي Fangs (ڏند) ناس ٿي وڃنس، جن ذريعي زهر داخل ڪري ٿو.)
- بانس جي ڏنڊي ۾ وجهڻ بعد بہ نانگ سڌو ٿي نٿو هلي.
(جيئن پاڻ وٽ چوڻي آهي تہ ڪتي جو پڇ ٻارهن مهينا نڙ ۾ وجهڻ سان بہ سڌو نٿو ٿئي.)
- انڌي ماڻهوءَ کي نانگ جو کهڙو ڊپ.
- ڇوڪر هميشه نانگ بنجڻ جا خواب ڏسندي آهي.
- بيوقوف ئي نانگ کي پڇ کان جهليندا آهن.
- نانگ جو ڪاڌل رسي کان بہ ڪنبي.
- جي منهن نانگ جو آهي تہ پڇ ڪوئي جو ٿي نٿو سگهي.

# پڙھندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏھاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏھاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙھندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنھنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏھاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آھي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو ھوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

ھر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙھندڙ، ڪَڙھندڙ، ڪُڙھندڙ، ٻرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَھندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنھن سڀني وِچان "پڙھندڙ" نسل جا ڳولائو آھيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناھي ورھائڻ جي وسيلي پڙھندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجھَڻ ۽ ھِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَھڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻَڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي ورِي پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـئَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَئَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ اُٿاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)